# سچل سائين جو سنڌي ڪلام

شاھ سائين جي رسالي جي انٽرنيٽ ۽ ورلڊ وائيڊ ويب تي اشاعت ڪانپوءِ مون تي اھا مھر ٿي جو سچل سائين جي سنڌي ڪلام جي ساڳي طرح سان اشاعت جي سعادت بہ منھنجي نصيب ۾ آئي. 14 رمضان المبارڪ تي سچل سائين جي عرس جي مبارڪ موقعي تي مان ھي سوکڙي سنڌواسين جي آڏو پيش ڪيان ٿو. ھن سلسلي ۾ مان شاھ نواز سومري ۽ محمد حبيب سنائي جو ٿورائتو آھيان جن جي محنت سان ڪيل ٽيڪسٽ اينٽري کان بنان منھنجي ڪوشش اڌوري رھي ھا.

دعائن جو طالب

عبدالماجد ڀرڳڙي
22نومبر 2005

# ٻه اکر

رسالو سچل سرمست رح جو حاضر خدمت آهي. هي انٽرنيٽ ايڊيشن عثمان علي انصاري صاحب جي مرتب ڪيل نسخي جي آڌار تي آهي. سنڌ کان دور، آمريڪا ۾ رهندي مون لاءِ رسالي جا مختلف نسخا هٿ ڪرڻ، انهن کي پيٽنڻ ۽ مناسب اڀياس کان پوءِ اهو طئي ڪرڻ ته ڪهڙي ترتيب ۽ ترڪيب مناسب ۽ موزون آهي بيحد مشڪل ۽ وقت طلب ڪم هو. انصاري صاحب جي علمي قابليت ۾ ته مون کي ڪو شڪ ڪو نه هو، پر سندن ترتيب ڏنل رسالي جو ڪتابت جي غلطين کان آجو نسخو هٿ اچڻ مسئلو هو. ساڳي وقت منهنجي اها تمنا به هئي ته جلد از جلد رسالي (سنڌي ڪلام) جي اليڪٽرانڪ ايڊيشن انٽرنيٽ تي آڻيان.

مهربان دوست گل آغا صاحب وٽ سندن چاچي آغا غلام نبي گل حسن خان جي ترتيب ڏنل سچل سائين جي زندگي ۽ ڪلام متعلق لکيل ڪتاب ”سچل سر مست“ جو 1933 ۾ ڇپيل ناياب نسخو هو ۽ انهن مهرباني ڪري انهي جي ڪاپي به منهنجي عرض تي مون ڏانهن موڪلي. ان ڇاپي ۾ اعراب ڪونه هئا، پر ٻئي هر لحاظ کان ڇاپي جي چُڪن کان پاڪ هو. ان کان علاوه سائين جي ڪلام ۽ زندگي بابت ڪافي قيمتي مواد به منجهس آهي. پر جيئن ته انصاري صاحب جي تدوين ڪيل نسخي ۾ انهي ڇاپي کي به مدنظر رکيو ويو هو، تنهن ڪري مون اهو وڌيڪ مناسب ڄاتو ته انصاري صاحب جي ايڊيشن کي استعمال ڪجي. بهرحال جڏهن ۽ جتي نئين ڇاپي جي غلطين سان واسطو پيو اتي آغا صاحب جي نسخي منهنجي مدد ڪئي. وقت ۽ وسائل اجازت ڏني ته آغا صاحب جي ناياب ڪتاب کي انٽرنيٽ تي آڻبو، انشاالله.

ڳالهه اها به هئي ته رسالي جي ڪمپيوٽر ڪتابت لاءِ جن ٻن مهربانن هي ڪم پنهنجي سر ڪنيو، انهيءَ ڳالهه به اهو ضروري بڻايو ته اسان تنهي وٽ رسالي جو ساڳو ئي نسخو هجي ۽ اهو تڏهن ئي ممڪن هو جو اهڙو ڇاپو چونڊجي جيڪو عام دستياب هجي. مون وٽ روشني پبليڪيشن جو ڇاپيل رسالو هٿيڪو هو سو دوستن کي عرض ڪيم ته هو به اهو ڇاپو وٺي ۽ ڪتابت شروع ڪن. پروف ريڊنگ جو ڪجھ ڪم اجان به رهيل آهي، جيڪو جلد از جلد پورو ڪرڻ جي ڪوشش ڪبي.

## وحدت نامو

اول ساراه ڪر سبحان جي، موليٰ جو ملڪن:
مڙيائي محضوض ڪيا، ڏسو ڏيهه ڏٺين:
ڪي ڪامل ڪُرسين تي چڙهي، وَه وَه وعظ ڪن:
ڪي ڪاتب ڪتابن جا، سوين سبق ڏين:
ڪي مسئلا مسائل ڪيون، ناميان نبيرن:
ڪي پڙهيا پاڻ پروجهه سان، پڙهيون پڙهائن:
ڪي وردن وظيفن ۾، شاغل روز رهن:
ڏسيون واڻسيون ورق ڪي، وريون ورائن:
سِڪَ سچيءَ ڪٿُون ڪونڪو، سبق سُور سِڪن:
اکر لِکن نہ دل تي، تا ڪاغذ ڪارا ڪن:
مَسُ ڪاريءَ جان مَنَ ڪي، تا ڪاري ڪارو ڪن:
مُدعا تئي جنهن ڳالهہ ۾، تنهن ويجهو ڪِين وَڃَن:
جو فرمودو واحدَ جو، تاڏي ڪَنُ نہ ڪن:
”و فِي اَنفُسِڪُم افَلاَ تُبصِرُون“، هِن ويسَهہ نہ وسَهن:
بين مَعنائن ۾، ڪاهَت ڪَيون ڪَهن:
اِهو فِڪر فائِدو نہ ڪري، توڙئون ڪي ٿَن:
فڪر ڪن نہ فنا جو، تا بقا ڪي نہ پُڄَن:
هي أتي حيران ٿيا، اوڳا ۾ اڳرن:
معنيٰ تن جي طرح سان، هڪڙي بي چَوَن:
پڙهيو سمجهيو عِلمَ تي، عمل نہ آڻن:
”مَن تعلمّ العلم للمُنَاظَرَة وَالمُڪَابَرَةُ“ أهي منافق مرن:
هينئُون مِتيءَ جي پسِي، تا پاڻ ئي لِڪائن:
آهي آفتاب اَبَر ۾، پَرَ لائق ڪِين لَهَن:
مُنجهايو ماڻهن ڪي، ماضين مَذهبن:
محڪم ماڻهن ڪي ڪيو، تن جي زنجيرن:
هُون حديثن ڪِينڪِي، نہ ۾ آيتن:
مجن تن ڪي ڪِين، ٿيو ملا تا مَجن:
سي سوڳها سيئي ڪيا، نامراد نِيَرَن:
اکيا اکين وڏڙا، توڙؤن ئي ڏسُ تن:
برهَ جي بَٺبان ڪٿُون، پاسي اوءِ پَوَن:
سي پَسڻ ڪؤن پري ٿيا، ڪين پسا پَسَن:
محبت جي مهراڻ مَٿُون، جي مُلا چاش چَکَن:
تہ ڪنز قدوري ڪافيا، لهرن ۾ لوڙهن:
ڪن سلام صرف ڪي، هوند نحو نہ نهارن:
پرکَ لاءِ تنهن ڳالهہ جي، باس نتا باسن:
أهي رهيا اِتهين، مَتي ڪِين چڙهن:
ڪيئِي آهن قالَ ۾، باتيون بَس نہ ڪن:
ڪي وجي رسيا حالَ ڪي، ڪي بينا باڏائن:

ڪي لَنگهي هليا حال ڪؤن، نڪِي قال ڪهَن:
ڪي دنيا جي طلبَ ۾، هنيا حرص حَڄن:
”طالِبَ الدُّنيا مُونث“، محبت ناهي تَن:
ڪي ڪوڏيا عقبيٰ جا ٿيا، هنيا لئہ حورن:
”طالِبُ العُقبىٰ مُخنث“، مڙس سي نہ چئجن:
عاشق جي الله جا، سي سائين سيبائن:
”لاَ مَوجُودَ اِلَّا الله“، حاضر ڪيون وتن:
”طالِبُ الموليٰ مُذڪر“، هن رسايا رمزن:
ٻئي جهان ڦٽا ڪيو، تا ٿئي جهان وڃن:
أصلئون ئِي اختيار ڪيو، فقر فقيرن:
”اَلفَقرُ خَزِينَةٌ مِن خَزائِنِ اللهِ“، بعض ڪي بخشن:
”اَلفَقِيرُ لاَ يَحتاجُ اِلَى الله“، ٻيون ڏنائون ٻن:
”اَلفَقرُفَخرِي ولفقرمِنِي“، اِئِين أتو عجيبن:
وَتن ويڳاڻا وِرهه ۾، نيٽين نِنڊ نہ ڪَن:
راتو ڏينهان روحَ ۾، چَپ نہ ڪو چورن:
”مَن عَرَفَ رَبه ڪَلَ لِسانَهُ“، بَڌِي زبان أنهن:
نَشي تن ڪي ”نانهہ“ ڪيو، مورئون ”مان“ نہ چَوَن:
”قُل ڪُل مِن عِندِالله“، اِهو ڪيائون ڪَن:
”وَالقَدر خَيرِهٖ وَشَرِهٖ مِنَ اللهِ تَعَاليٰ“، سِي اوڏانهون جاڻن:
موليٰ جي محبتَ ۾، ڪِيا ٿيا وَتَن:
سُڏڪا سَيَئِي سوز جا، پنينءَ رات پَرن:
آديسي اَرمانَ ۾، گهوماتيا گُهمن:
ڪِين رئڻَ ڪٿُون أن جيون، اکيون اوڪارن:
”هر آن سِريٰ ڪه با محبوب دارند، خبرنبود ڪراماً ڪاتبين را“، سِر اهو سانپين:
هَيهات هَيهاتَ، اِها عادت أداسن:
پنهنجيءَ پَر ۾ پاڻَ ڪي، تا پَرٿئون پَڇائِن:
نِهائِينءَ ڪٿُون نينهڙو سکيو ساميڙن:
مَچ مَچايو مَنَ ۾، ٻاڦ نہ ٻَهر وجهن:
عاشقَ مَٿؤُن آڳ جي، اولارا ڏين:
طالب جي ئِي حَق جا، طَلَب نہ ٻِئي چِڙن:
عينان سندين اوجاريون، اڄن اوجاڳن:
انئي پَهر عجيبَ ڪي، ڪَنڌ اونڌي اورن:
ڪا ساعت هَڏِ نہ سنرا، أنهين ري آهِن:
ظاهِر سي ئي زبان سان، ٻيو تا ڪين ڪَهَن:
مامن سان ماڻهن ڪي، سالڪ سمجهائن:
صُمٌّ بُڪمٌ سڪوت ۾، اڳيون ٻئي عامن:
”عَينُها باڪيةٌ و قلوبُها ذاڪِرٌ“، اهوذڪر چوَن:
”عَينُهَا تَنَامُ وَلاَ تَنَام قُلوبُهَا“ دل طرف دوسَن:
آئي آڏو عامَ جي، اکِين ڪانہ ڪَهَن:

”اِنّ اَولِيائِي تَحتَ قَبَائِي“، لائق لعل لِڪن:
”الصّبرُ مفتَاحُ الفَرَح“، صبر صابرن:
بعضي موحد وحدتي، اهڙا پِي آهن:
مست ڪئين منصور جان، سوريءَ سِرُ سَٽِن:
محبت ۾ مخمور ٿيا، ڪامل ڪوڏُ ڪُسَن:
ڪُرڪَن ڪِنجهن ڪِينڪِي، جڻ پار وِهاڻ وَجَن:
رتَ منجهارُون پانهنجي، وضو وِير ڪَرن:
اِيءَ نماز عشق جِي، تهؤن پوءِ پڙهن:
جي محبت وِڌا مامري، سي ڪيئن مُڙس مُڙن:
سوريءَ اُتي صابري، ڪيون ڇيچ چڙهن:
تَحتون تريءَ تي رکيون، صادق سِرُ ڏِين:
ڪن سِرُ صدِقي دوست تَڻُون، بيا پهه ڪين پُڇن:
نِينهن نهوڙيا نڪِٽيان، جنهن پَر ڪاپڙين:
هِٽي درد دهيون ڪيا، سندي سپيرين:
ڪڏهن اچا ڪپڙا ڍار نہ ڪنهن ڍڪن:
منهن ميرا مَتي ٿيرا، اهڙيون طرحان تن:
ڪائي تن جي ڪانہ ڪا، جُڙي لِيڙَ لِڱن:
مٽين پيرين برهنہ، ايڏا سور سَهَن:
پرٽيو پروانن جان، ڪاهيو تِتِ پَوَن:
پَنِيڙ باهہ عشقَ جي، سپورَن سَڙَن:
ڪامِي لَهسي لُوسجي، لائق لعل ٿين:
آوڙي عام نہ اُن ڪي، جي سينڌائِي سجڻ:
اَچو پَون آڙاهَ ۾، سِرَ جو سانگ نہ ڪن:
ڍِجو ڪنهن جِس جهوپڙا، آڏا ڪين اڏن:
اوڏنهن وٽ متان پَوي، ڳنگهر اِي گهارن:
ري پريان تن ڪين پيون، ڳالهيون ڪَس لِڱن:
ڏاوِا ڦٽ فراقَ جا، تن جي چِٽ چاڪن:
ورهہ وڍِي واڍوڙ ڪيا، رويو رت رئن:
”مُوتُواقبلَ اَن تَمُوتُوَ“، ائين مَن مارِن:
اُهي مَرَڻ ڪَڻُون اڳِي مُئا، ”مان“ ڪي ڪين مَجن:
دشمن دوستَ هڪ ڪيون، ڳودڙيا ڳَڏجن:
ان جي اُڪين آڳر سِٽيا، بوندان بس نہ ڪن:
سِرُ ڏيو سَنوپرا، وَتِي ورهہ وَنن:
”ترڪُ الدُّنيا سُنة طَلَبُ المَولیٰ فرضُ“ هو دِل ڌَرنِ:
سويون ڇڏيون سُڪڙا، ڳوندَرَ ڳذارن:
جوڳِي جانبَ ڪاڻ ٿيا، مثل مَستانن:
اَبتر ڪيائون پاڻ ڪي، پَسَڻَ لئہ پرين:
هاءِ وِڄايو حالڙو، ويتر ويچارن:
هو ”مشتاق عليٰ لقاءِالله“، ائين محفوظ رهن:
ڪي فنا فراق ڪيا، ڪي مليا محبوبن:

آهِ لقاءُ لطيفَ جو، عيدون عاشقن:
محبت جي مڪان ڪَڻُون، لاهوتي لنگهن:
واديءَ ۾ وحدتَ جي، دانهہ پيير ڏرنِ:
”تون- مان“ وجي وڇ مَڻُون، تہ ڪِي پاڻ پَسَن:
شڪ يقين اُتي ويو، برابر چَوَن:
هادي مريد هڪ ٿيو، تفاوت نہ ڪن:
عابد ۽ معبود سو، هڪ نگاهہ پَسَن:
پاڻ پڙهِي پاڻ ٻهي، پاڻ ئي سجدو ڪن:
”پاڻ“ مڙيوئي ”پاڻ“ ٿيو، نِوڙي نِوڙت ڪَن:
پاڻ اُتي پاڻ ويهي، پاڻ رموز رکن:
پُرجهہ مِڙيوئي ”پاڻ“ ٿيو، غير نہ پَسائن:
ڪافر مومن هڪ ٿيو، پلا تا پائن:
سوئي فَلَڪ سوئِي مَلَڪ، سوئي آدمن:
سوئي اَحمد سوئِي علي، سوئِي هڪ سَمجهن:
نانوَ، ڪَنن اُڪِين جا، وچون ئِي وجَن:
بازيون بازيگر ڏِسِي، اِنهيءَ پَتِ پُلَن:
تان اکيون، ڪَن، زبان سي، بوليون ٿيون بولن:
اسين آهيون آدمي، بيحد مون بشرن:
نا تہ مِڙيوئي پاڻ ٿيو، سميع بصير ڏسن:
عين عليم ڪليم ٿيو، قادر قدرتن:
هي مڙيون ئي وصفان، اندر آدمن:
هي مِڙيوئي حق ٿيو، بيا باقي چا بچن:
وصفون اُنهن ساڻ، اصل آدمي سڏن:
هِت آدمَ مَڻُون الله ٿيو، بيا سي شڪ پَجن:
اصل الله مَڻُون آدمي، ثابت صورتن:
مورَت صورتَ هڪ ٿئي، ڏسج دل نيڻن:
سوئي ڏسڻ وارو، سو منظور مَجن:
خالي ڪانہ جاءِ ٿي، بنا محبوبن:
سپ ڪنهن هنٽين سپرين، ڇا ڄِي جاءِ خسن:
ڪاٿئين پترٽيون پَٽ جون، ڪاٿئين دلقا ڪن:
ڪاٿئين جاما زر جا، ڪاٿئين پشمينا پَهرن:
ڪاٿئين سَناسِن ۾، ڪاٿئين منجهہ مُلن:
ڪاٿئين معرڪن ۾، ڪاٿئين منجهہ ڪُندن:
ڪاٿئين مَسيتن ۾، ڪاٿئين ۾ دائرن:
ڪاٿئين رهن تقويٰ ۾، ڪاٿئين ۾ ناچن:
ڪاٿئين تماشن ۾، ڪاٿئين ۾ سيرن:
”خَلَقَ الاَشيَاءِ فَهُوَعَينُهَا“، منجهہ عربيءَ ائين چون:
پاڻ چوندڙ، پاڻ ٻڌندڙ، پاڻ ئي ۾ ٻولن:
سموندِ سرگردان ٿيو، پيو ۾ عَجَبن:
”آءٌ اصل پاٽي آهيان، ڪئين سمندِ سڏن:

نانوَ مٿم ناحق جا، رکيا الاجي ڪَن!“
جي رسيا وجي وصالَ کي، سي چوُرنگ يار پَسَن؛
اول ڪفر پوءِ مَجَڻ، پوءِ تان مَنجهه ڪُفرن؛
پر ڪفر مسلماني هڪ ٿِي، مِڙِيوئي مَجن؛
نفيءَ مَٿُون اثبات ٿيو، ٻيا سڀ ”لا“ ٿين؛
مرشد ڪامل هادي منهنجو، دائم درازن؛
عارف عبدالحق آهي، صوفي صاف سَيَن؛
هُئي شالَ چراغ سو، روز شبان روشن؛
عارف جي اولاد کي، دعا سڀ ڪَرِن؛
حيرت ۾ هميشه سي، غازي سڀ هُئن؛
عشق منجهه الوٽ هُئَن، سيئي صاحبن؛
تا گهٽين طرحين نوِڙا، مَٿي ”نانهه“ رکن؛
ڏيو روشن تن جو، تائين قيامتن؛
اُجرائي آفتاب کان، هادي شال هُئن؛
اَظهر هُئن دارَين ۾، برڪت پنجتنن؛
هوئن خليفا غوث جا، سي روشن ڪانئن هُئن؛
قائم مَسند تن جي، حُرمت خير سندن؛
”سچو“ سگ انهن جو، سندن دروازن؛
ڪَلمو چئو نبيءَ تي، تا چٽو ڪان چِين.

## وحدت

## داستان پهريون

1

اَول پيري پَجُ، جي بَندَ خيالات جا؛
تَنهِن پڄاڻا وَڃُ، حَلاّجِي حيرتَ ۾.

2

هِيءَ نہ واٽَ هُئاءِ جي، آهي نڪا تَقلِيدَ؛
تَحقيقاً توحيدَ، آهي راهَ رسُولَ جِي.

3

هِڪُ سَفَرساعَتَ، ٻيو سَفر سالَ جو؛
پهريون تا راحتَ، پويون تا پوءِ رَهيو.

4

جي تو ادب آهہ، تا ٻَنڌاڻَن ٻَڌِي وَڏين؛
ڪَلَ نہ پِيَڙِءِ ڪاءِ، اُصولِي اِسرار جي.

5

پُنيءَ ڄَجَ نہ ڄُلُ، مَنجهہ تَماشي نہ پَوين؛
گهوٽُ ڪري تون پاڻ کي، ڪَر هَنگامان هُلُ؛
پولِ نہ ٻئي ڪَنهِن پُلُ، وَنِج حالُ حَلاجَ جو.

6

پُنيءَ ڄَجَ نہ ڄُل، تون ڪَر پاڻ کي گهوٽُ؛
مَردَ نہ هِتَئوُن موٽُ، پنيءَ لائي ڄيڄڙي.

7

جَڏهن وِهين فڪر ۾، خاصو ڪري خيال؛
تَڏهن فراق وارا فِي الحالُ، بَندَ ٻَڌنڊءِ وچَ ۾.

8

حُڪم هَلي ٿو جَنهِن سان، سو ڪر پيدا پاڻُ؛
صورت سا سڃاڻُ، مُنهن ڪَري مورَتَ کي.

9

”تون“ هي سان ”تون“ لَيين، ”مان“ لَيان ”تو“ سان؛
”تون“، ”هي“، ”آءٌ“ سَيهِين، ”لا“ ۾ موجودات ٿي.

10

جي تو ڄاتو ”پاڻُ“، تہ ”آءٌ“ ٻيو ڪو آهيان؛
ڪَندُءِ غرقُ گُمان، ڳهلا انهيءَ ڳالهہ ۾.

11

اَدبُ اَٿئي اوٽ، اوٽِ تہ اڳاهون ٿِئين؛
مارنغاري چوٽَ، عاشِقَ ”اَنَاالحق“ جِي.

12

جي فِڪر ڪَئُون فارغ ٿيا، ٿيا دنيا کان دور؛
هوندا سي حضور، آءُ ڳرهيون ڳالهڙيون.

13

بيرنگيءَ مَئُون رنگُ، پَسو جو پيدا ٿئو؛
ظاهِرَ ۾ پئو زَنگُ، موسىٰ ۽ فرعونَ جو.

14

تون جا پائين مَوجَ، سا مِڙِيائي مِهراڻ ٿي؛
هِي اُنهن جا اوجَ، جَن سنبَت سوريءَ پار ڏي.

15

دِين ڪُفر دِل دامِ، ڏج مڙيوئِي موج ۾؛
تنهن کان پوءِ حُڪامُ، هَر ڪنهن هَنڌ تنهنجو هَلي.

16

جاڏي ڪياڙي، سجدو تاڏي نہ ٿئي؛
جاڏي مُهاڙِي، سجدو تِت صحيح ٿيو.

17

ظاهر ڪَڪَرُ آنءِ، مِينهُن توئِي باطن ۾؛
پاڻُ اُهوئي پانءِ، جنهن وَسي سان وَسَ ٿئي.

18

سوزُ گُدازُءِ غَمُ، مِڙِيوئي معافِي ٿيو؛
ماردَمامين دَمُ، عاشِقَ ”اناالحقَ“ جو.

19

جي ادب کان نِڱِئا، سي ئي ٿيا اللّٰهُ؛
هُن وڃايو راهُ، هو هاڃي ۾ هڄِي وِيا.

20

تون تاڪا ٿي آنءِ، پاڻُ اَول لَهُ پانهنجو؛
جيلَهان ٻِئي نانءِ، پَئين تيلهان تفاوَت ۾.

21

ڄاڻُ نہ تَفاوتُ، عبد ۽ اللّٰهَ جو؛
هو آهي اَمرُت، هِي پِي ڏُور نہ اُن ڪَئُون.

22

اللّٰهُ ڄاڻُ نہ هن کي، هِي مِڙِيوئي حَقُ؛
ناهي شبهو شَڪُ، جو مَعلوم ٿيو مرشِدَ ڪَئُون.

23

معلوم ٿِي مرشدَ ڪَئُون، ٻي جا ڳُجهِي ڳالهہ؛
هِن جِي چاهِ مجالَ، ”هو“ لَيِي ”هن“ سين.

24

هِي تان مور نہ وَڃٹو، چئو وڃي ڪاڏي؟
”هوُ“ ”هِي“، هِڪُ ڪري، مورک چَڏِ ماڏي.

25

جهڙو پائِيندين، ”پاڻ“ پَنهنجو پاڻهين؛
تِهڙو ٿِي ٿِيندين، هُت پِي ساڻ يقين جي.

26

جيڪي آهي هِتِ، هُت پي اُهو ئِي اٿِئي؛

يَج اُهائي پِتِ، تان تون اهو ئي رَهين.

27

جهڙو آهين تهڙوهوندين، فاني ٿيندين ڇا؟
سُڌ پنهنجي سِر جي، ڪامِلَ پِيَڙء ڪا؛
ڳالهه نه سمجهيئي سَا، آوازي "اَنَاالحَقّ" جي.

ڪافي 1

ٻيو ڪو ڄاڻڻ مَحض گناه،
هر ڪَنهِن صورت آپ الله.

ڪِٿي گدا گدائِي والا، ڪِٿي شهنشاه.
دونهان ڏيک متان ڪو ڀولي، اولي اَبر ماه.
"وَنَفَخْتُ فِيهِ مِن رُّوحِي" آهي، سَهِي ڪر ساه.
"خَلَقَ الاَشيَاءَ وَهُوَ عَينُها"، اِهو قول گواه.
صورت منجهه "سچوءَ" جي، ڀولي پاڻ ٿئي بيپرواه.

ڪافي 2

عاشق ڏِسڻ ۾ آيو، محبوب گل سَناسِي؛
عبرت عجب عجائب، اسرار رنگ عباسِي.

برهي جي اک ببيني، ڪائي مثال چيني؛
توڙي رنگون رنگيني، چينيءَ جي مَٽ نه ڪاسي.
گِل آب جاءِ جاتي، محبوب راز تاتي؛
عاشِق ڏِسڻ ڳُڻون ڪاتي، رَهندو پتنگ پياسي.
"صورتَ" ۾ جاءِ "دَمَ" جي، "دَمَ" ريءَ نه "صورتِ" ڪمَ جي؛
دَمَ ۾ جا لذت غَمَ جي، وه واه ڳالهه خاصِي.
ابليس جِي وڏائِي، هَر سانس تي سوائي؛
جِيوَڻ ته دَم پلائِي، نه ته تحت نَحس ناسِي.
ثابت "سچل" سچاري، يارن جي ياد ياري؛
وحدت جنِين وساري، تَن تَنَ مِٿي اٽاسِي.

ڪافي 3

هُتِ تان ڪير هُياس، ميان وو!
هِتِ تي ڪير آيس، نه ڄاڻان!

نانءُ ٻِئو هُتِ هو منهنجو، هِتِ ٻِئي نانءَ ٿِياس.
اچڻ نه هو هِت منهنجو، پَرڪَنهِن تا خواهش ڪنياس.
هُتِ هُيَس معشوقيءَ ۾، هِت عاشِق ٿي آياس.
هيءَ هَي هُئي هُت ڪا نڪا، هِت مَنجهه پروڙ پياس.
"سچو" سارو، وو، سَچ ٿيو، وڃون "آءٌ" وياس.

ڪافي 4

ميلو ٿيندئي، ميلو ٿيندئي، نينهڙو لايو،
جُڙيا جانِي، مون سان ميلو ٿيندئي!

"وهُومَعَڪُم" چيو وصالون، وري سو وره وسايو.
"وَنَحنُ اَقرَبُ" پاڻ اُتيوئي، موتِي تا بِرهُ بَچايو.
"اسين تو سان، تون اسان سان"، پاڻ پِرين فرمايو.
زلفان ڪوليوَ خيال اسان جي، ڏاڍو ڪو ستم سَهايو.
ڪري اُمارو اڳيون اسان جي، تيرن ساڻ تَپايو.
راند روئڻ جي سِکِئين "سچو" ري، ڏاڍو ڪو پور پِرايو.

ڪافي 5

آءٌ تا پِيَڙس اُتي، جِتِ جاءِ ادب جِي ناهي.

نادانن ناداني آهي، بيهڻ اُتي بُتي؛
وحدت جو پيو باز جتي، مُئو مرغ اَدب جو اُتي؛
وهم خيال وڃايا غيري، خيال هڪڙي ڪُتي؛
سر ڪٽايو، سو ڪيئن موٽي، ويڙو جو شرط اُتي؛
"سچو" سَچ آهي اِهوئي، وسرئي نه پَنج سُتي.

ڪافي 6

نانءُ اِهوئِي، اِهوئي نانوَ وَارو، صورتَ مورتَ سائي وو.
اِسم خاني وِچؤن اِسما، اِهو ڏسُ هادِيءَ جو جانِي، وو.

آهِ تعجب اِهو جو، ڪَر لوڪان ذاتِي لِڪائِي، وو.
ڳاهي طاعَت ڳاهي عبادت، سَجدو سَهو سَهائِي، وو.
ٻئي پارون تان ڏئي ڏيکاري، اوڙَڪ خَلق مُنجهائِي، وو.
"سچو" سهي ڪَئي اِها سيائِي، جا بازِي يار بنائِي، وو.

ڪافي 7

آءُ، ادا سالڪَ، سهِي ڪر تون طلسمات ڪي؛
يَجُ دوئِي تا ڪل پويئي، دور ڪر درجات ڪي.

سِر اهو سارو سٽائج، ڪَن نه ڏي ڪرامات ڪي؛
ظاهر ٿئين تان "ذات" مون، پر سمجهه تون "صفات" ڪي.

غازي نه پائنج غير تون، هن محض موجودات ڪي؛
سِرسَنج هن سِر ۾، ڏي منهن نه ٻِي مصلحات ڪي.

بي اعتباريءَ سان ڪرين، هَرهَر نفي اثبات ڪي؛
اثبات ڪٿون اڳنان لنگهي، ڪَر ٿم تون طاعات ڪي.

تون ڪيئن ونِي ويهي رهين، هَي هاءِ حڪايات ڪي؛
ڳالهين مَنجهئُون تان ڪِين ٿئي، پَچ اوت عزيٰ لات ڪي.

”سچو“ روئين جو هيترو، بس ڪر هن برسات ڪي؛
تَصديعَ تون چو تو ڏئين، محبوب جي محلات ڪي.

ڪافي 8

ڳالِھ سَھِي ڪَيَم ساري، ٻَڙي جيڏيون، يارَ جي، ووءِ
پلو جيڏيون، هوءِ... هوءِ... هوءِ... !

جي مون وسهَو جيڏيون، آءٌ اھو آهيان آري.
پوءِ پَروڙُڻ پانهنجي، لاتِي خَلق خواري.
پاڻِ ڪري تو پاڻ ڪي، يارُ زور آور زاري.
”سچو“ ري سِر پانهنجي، ٻِرهُ ڪَيائُون باري.

ڪافي 9

هو سو سَجَڻ مُون ساڻَ،
جنهن جي ڪارڻ مُون تي پوتيون پٽايون!

”وَهُوَ مَعَكُمۡ اَيۡنَ مَا كُنۡتُمۡ“، آهي سَندس اُهجاڻ؛
جنهن جي ڪارَڻ، مون تي فالون وِجهايون!
سَدا مون وٽ سپرين، مُحب ناهي مِهماڻ؛
جنهن جي ڪارَڻ، مون تي واتون پُڇايون!
اُهڙيءَ اوڏائِيءَ ۾، ڪونہ پِيو مون جاڻ؛
جنهن جي ڪارَڻ، مون تي راتيون لَنگهايون!
هيڏي هوڏي تي ڏِٺم، ڪِينَ پَروڙيم پاڻُ؛
جنهن جي ڪارڻ، مون تي وِرهون وَسايون!
پري پُڇُ نہ پنڌڙا، ”سچو“ تون پاڻ سُڃاڻ؛
جنهن جي ڪارڻ، مون تي ميڙيون سَنباهيون!

ڪافي 10

هيڏي هوڏي نہ نِهارِ،
تُنهنجي ويڙهي سو تہ يار وسي تو!

ساڻُ سدا آهي تان تنهنجي، پرين نہ آهي ٻي پارِ.
قولهي لَهج، پاڻ مَٿُون، چو تو وَجين وٽڪارِ.
”وَفِيۡ اَنۡفُسِكُمۡ اَفَلَا تُبۡصِرُوۡنَ“، وِيجهو ڪِيمَ وسار.

پرِيُن نہ پُڇج پَنڌڙا، تُون ”سچو“ پاڻُ سَنيارِ.

ڪافي 11

اُهو ويو هاٽي ڪاڏي، جنهن ”سچُو“ سو ناءُ سَڏايو!

مُڪڙيءَ مَنجهؤن، نِي وي ميان، ٿيو گُل پيدا، وي ميان،
مُنهُن ڪري ٻِينو ماڏي.
سُڌ نہ پَئِي، نِي وي ميان، طَرف اُنهي جي، وي ميان،
جان جُٺو ويو جاڏي.
اهو هلي ٿو، نِي وي ميان، اهو چلي ٿو، وي ميان،
گوشو ڪيو وجي ڪاڏي!
ڏيهُ ڏاڏاٽو، نِي وي ميان، اڳُ ڏنوسي، وي ميان،
پَلَٿ ڪَئي پَڙاڏي!
ناءُ ”سچوءَ“ جو، نِي وي ميان، ويو اوڏاهين، وي ميان،
طَلَب ويئِي پي تاڏي.

ڪافي 12

پولِ نہ ٻئي ڪَنهِن پُلُ،
تون تہ آدَم ناهيين.

لِڪو تو لاتِيُون ڪَرين، جيئن باغ اَندَر بُلبُل.
مَلڪن تي سجدا ڪيا، واه مِٽي تنهنجو مُلُ!
ڪير ٿِيائي، ڪير ڪُڏائي، شاه بنا دُلدُلُ.
اَحد مَنجهارَؤن عَبد سڏايءِ، هُئين تا پاڻ اصلُ.
”سَچَل“ چَوي سَچُ تي آئين، ڪونهي تنهنجو تُلُ.

ڪافي 13

آهيان آءٌ اِسرارُ،
جيڏيون مون کي ڪير پانيو تيون!

ڪَنُ نہ ڏيان ڪيچَ ڏي، پَنِيورؤن بيزارُ.
ڄَڏي بادشاهي پانهنجي، ڪِيَڙُمِ هِتِ شِڪار.
آيُس هِنَ عالَمَ ۾، باري چاڙهي بارُ.
آٽيو صِدقَ يقين سان، اديون ڙي اعتبارُ.
نوري ناري ناهيان، آهيان ربُ جبارُ.
مُرشِدَ بانهو نہ چيو، تون ”سچو“ آهين سَردارُ.

ڪافي 14

پَنهنجي ذاتِ لِڪائي، ڪِيئن ٻي ذاتِ سَڏايان!

ظاهِر ڪَريان ذاتِ کي، تا هي بُتَ پَجايان.
منصُوريءَ جي مَوجَ ۾، تو "اَناالحَقُ" اَلايان.
واديءَ ۾ وَحدتَ جي، گهوري سِرُ گهمايان.
"اعلىٰ اَعظم شانَ" جِي نوبتَ نِينهن وَجايان.
ظاهِرُ باطِن هِڪڙو، آءٌ تا حُڪم هَلايان.
"سچو" سارو سَچُ ٿِيو، حِڪمت هيءَ چَلايان.

ڪافي 15
اوهِين سَيئِي جوڻ جاٽو،
نانءُ مَتِم آهي ڪهڙو!

اِسم اصلَ ڪـُـٿون وِرهَ وَڌايو، صورتَ هيءَ سُجاٽو.
پاڻِيءَ منجَهون پارو ٿيو پيدا، واهُ عجب ڪوئي واٽو.
شاهُ جهانِ جو پانهو ٿِي، ڪَرَ وائيءَ هِنَ وِڪاٽو.
ڏِسِي تماشو اِهو سو سارو، وَتي تان پاڻَ ويگاٽو.
نانءَ وارو، سُٹو ري سَرتيون، ٿيو هِتِ ڪِيئَن نماڻو؛
مَستيءَ واري ساکَ نہ سلجي، "سَچُو" تون ٿِيءُ سِياڻو.

ڪافي 16
آهي بي نام و نشان،
سِر اِنهيءَ جو ناهي امڪان.

طرحِين طَرح پوشاڪون پهريئين، ڪُلَّ يَوْمٍ هُوَ فِىْ شَان.
ظاهر ذاتِ صفات سهي ڪَر، سِري سِرهُ الانسان.
منصوري آهي راهُ اِهو ئِي، جوشَ تنهين ۾ آ جولان.
غَرض گداگر يارَ اچي تو، نا تہ "سَچُو" سارو ئي سلطان.

ڪافي 17
پاڻَ پرين اُهو آهي،
متان پينر پولو پانيو.

جَنهن تي آهي تَنهن تي آهي، نانءُ پئي تي ناهي.
پاڻُ پنهنجو سَهي ڪَيو سين، ڪيچ وَجُون ڪِيئَن ڪاهي؟
هِيئَن تَنهن جو اَوهِين نہ جاٽو، ڇَوَ تَڏهِن پئو ڇا هي؟
"سَچو" سارِي صورت اُهائِي، لوڏا لَڪَن جا لاهي.

ڪافي 18
تاڏي مُنهُن نہ پيو ڙِي مُنهنجو،
جاڏي لوڪُ لَڙي تو.

جيڪو هُتَڙس جيڏيون، ساڳو آءٌ ٿيو.
پاڻَ ئِي پُنهلُ آهيان، ڄاڻو ڪونہ پيو.
ظاهِرُ مُنهنجي ذاتِ کي، ڪيڇن پاڻَ ڪِيو.
"سچو" سارو سَچُ ٿيو، وِڇوٗن وِرهُ وِيو.

ڪافي 19
اُتي پيو وَڃي خيال منهنجو، جِتي دَمَ قَدمَ جي جاءِ نہ آءِ.

لامَڪانَ مَٿون لَهر لڙهِي، جَنهن مَٿي سَبِ هوءِ هاءِ.
وحدتَ جي درياءَ مَنجهارؤن، تون پِي وجين موجَ مَناءِ.
بِرهَ توتي بادَلُ آندو، "اَنا الحق" جِي هڪل سٹاءِ.
قَطرو پاڻُ نہ پانئِج عاشِقَ، ساروئِي تون بَحر سَڏاءِ.
بَئي جهان هِڪو ڪَرجاٽين، جلوَو تنهنجو جاءِ بجاءِ.
"سچو" آهين سِرُ سُبحاني، ظاهِر جو تون نانءُ وِڃاءِ.

ڪافي 20
پاڻ کي يارُ نہ ڄاتوم، پينر پُلِي آهيان.

ٻُڌِيَس ٻيائِيءَ ۾، جو پاڻ نہ سُڃاتوم.
موڳائِيءَ جي مونجهَ ۾، ٿي ورهُ وسايوم.
اَٿئُ ويهَڻ پانهنجو، هِي پينَر ٿي پانيوم.
خاص مُناري خاڪ جي، سوسرتيُون سمايوم.
ڏِسَڻ ٻُڌَڻ هِڪڙو، هي ڪاڏنهُن الايوم.
"يَنطِقُ" واريءَ رمز ۾، هي سِرُ سَلايوم.
نالو آدَمَ جو رکي، هِن حيرت هلايوم.
نانءُ مَنجَهؤن نانهِ ٿِي، هِت "سچو" تي آيوم.

ڪافي 21
ڪجو اوهين ويساه،
سَرتيون، مُنهنجي ڳالهه سچيءَ تي!

آيو ڪنهن تا ڳالهه ڪـُـٿون، شهود ۾ شاه.
لَتم هِهڙو هوتَ جو، ريجهائي مون راه.
جوئي هدايت ۾، سوئِي آهي گُمراهُ.
اَحد اَحمد هِڪڙو، آهي پاڻَ الله.
ساڳيون اَتوَ پاڻ سو، چئو جو اَرواح.
"سچو" سچيءَ ڳالهه ۾، ڪَهڙو ڪَيَم گُناه؟

ڪافي 22
سڀ ڪنهن ويڙهي تون وسين، ڪونہ آهي ٻيو تو ري!

ڄاڻي هِيئن ڄاتوم، توکي سانوَل سڃاتوم،
هر جا آهين تون حاطي.
هَر جا حاضر ”تون“، موتي کهڙي آهي ”مُون“،
هادِي ڳُڻ حِجاب کي.
ڪاٿئين قاضِي ٿئين، ويهِي ناحق فتوىٰ ڏئين،
سوريءَ تي منصور جي.
موتِي ٿئين منصور، ڪَيئي مُلَن جو مذڪور،
شاهد تي ٻيهين، شَرَع تي.
”اَنا الحَق“ آواز هِي، تا سارو تنهنجو راز،
ظاهِرڪَيُئِي ٻيهي زمين تي.
سرمد تي اَسرارَ، ڪَيءِ عالم تي اِظهار،
وري وڌءِ شور شهرَ کي.
هي سَڀُ ڪَم سنداءِ، آهن ڄاڻي ڄاءِ ٻجاءِ،
جيڪي ڪرين تون سو ٺي.
حاضر ناظر تون، باطن ظاهِر تون،
تُنهنجو هُل هَنگام هي.
اُڀريو آفتابُ، جهَليو تارَن هَڏِ نہ تابُ،
گوشا ويا تِي گُم سي.
”سچو“ پَڄُ گُمانُ، تي حيرتَ ۾ حيرانُ،
جو مولا مَڻُون ٻانهون ٿي.

ڪافي 23
اَحوال عشق لائي،
”سِرُسِرهُ“ ٻُلائي.

سِسِي شيخ عطار جِي، تو چوٽئين چَلائي.
ڏنُوَ تماشو تيغُ جو، ڪُوپَن ڪَنڌ ڪَپائي.
دينَ ڪُفرَ مَٿُون نِڪري، تو ”اَنا الحَق“ اَلائي.
واديءِ ۾ وحدتَ جي، ڪوڙيين سِرَ گنوائي.
”سچوءَ“ کي تنهِن صِفَت ۾، سائين مانَ سڏائي!

ڪافي 24
رانجهو چاڪَ تي آيو،
نہ ڄاڻان کهڙيءَ ڳالِهِ ڪڻُون.

ٻَڌر وِجهِي پاڻ کي، لالَن پاڻ لِڪايو.
ٻَنگلي ۾ آدمَ جي، ساڄَنُ پاڻ سَمايو.

سوئِي چَوندڙ، سوئِي ٻڌندڙ، ڪيائِين ڪونہ ڪِنايو.
”مَاراءيتُ شيَئاً اِلا ورايتُ اللهَ فِيهِ“ فائِقِ اِئين فرمايو.
”لَوڪفاالغِطاء مَازتَ يَقِيناً“، حيدر هِي رنگُ لايو.
مَاٺهوءَ جي مَظهَر ۾، آڻي سو نِينهَنَ نِوايو.
”سچوءَ“ جي صِفَت ۾، الله اِئين الايو.

ڪافي 25
نانوَن حَق چپايو، پلو جيڏيون، وو...هوءِ، هوءِ، هوءِ!

هِنيَڙي کي حيرتَ، يار وي، آهي اُهائِي.
لُهرن بحرُ لِڪايو.
هِنيَڙي سان لائين، يار وي، رمز اِهائي.
هاديءَ هِيئن سمجهايو.
جان جسم جِي، يار وي، ڏيئي ڏيکاري.
لِڪ لِڪوٽي تي آيو.
رنگ بيرنگَ ۾، يار وي، طرحين طرحين.
يار ”سچوءَ“ رنگ لايو.

## داستان ٻيو

1
اَول گُمراهي، آهي رباني راه ۾؛
تِنهان پوءِ هَمراهِي، آهي هيءَ هدايت جِي.
2
جي اول هِدايَتَ، تَحقِيقاً ڄاڻيج تون؛
زياده ضَلالتَ، آهي اُنهينءَ وچَ ۾.
3
قَدرُ هِدايتَ جو، آهي ۾ ضَلالتَ؛
جي ضَلالت نہ هُئِي، تا ڪاتي هِدايت؟
4
جي تو نہ تَجريدَ، تا آئين نہ تَفريدَ ۾؛
ڪاتي تِي توحيدَ، ڪاتي ٻيهَڻ تانهِنجو!
5
جِتي ماڻُهن ميڙ آهِ، آءٌ تِتي ناهيان؛
سِسِي سَنباهِيان، پُنِيءَ شاهَ حلاجَ جي.
6
جي مَجِن تا آدمِي، سي نہ مَڃان مان؛
ڪوئي آهيان اَن، جو ٻانهو ڪَنهِن جو نہ ٿيان.
7
پَسِي پَت پُليوس، تا آءٌ آدمِي آهيان؛

وچان جان ويوس، تہ ساڃيو سائين آهيان.

8

بيائِي بانهَپ ڇڏِ، آءُ تون اَحديَت ۾؛
لَحمُڪون دَمُڪون لَڏِ، تا پاڪائِي پاڪُ ٿِئي.

9

آڇيا اَول آهِ، پوءِ ٽِڪُن جو پنڌڙو؛
جڏهن ٽِڪن جاءِ، وَڏُ تڏهن اُن حَد ڪي.

10

فِراقاءُ فَرقُ، شالَ نہ پوي جيڏيون؛
مون ڪي آهِ مَرَڪُ، سَدا سوزُ پِرين جو.

11

جهڙويانيُم پاڻ ڪي، تهڙو آهيان آءٌ؛
باقِي رهيو نانءُ، "سَچو" مون صاحِبَ جو.

ڪافي 1

ذاتِيءَ مَنجهہ ذاتِ ڇُپائي،
بازي جا يارَ بنائِي!

هاديءَ حقيقت حالَ جي، مون ڪي ساري سُڻائِي.
سَڀ ڪَنهن ۾ سَڄڻِ، نوبت نينهن وڄائِي.
ڪاٿئين "أنا الحق" جي، تن چوٽ تہ چَلائِي.
"انا أحمد بلا مِيم"، اِها معنىٰ مڙيائِي.
ڪاٿئين مَسِيتن ۾، ٿيو خاصو خدائي.
موٽي مَڙهين وِچ ۾، تَنهِن مالهان قيرائِي.
ڪاٿئين وٿِ نہ وارَ جي، ٿِي ڪاٿئين جُدائِي.
ڪاٿئين مَتي تَخت جي، ڪاٿئين گدائِي.
اندر باهر هڪڙو، آهي صورتَ سَيائِي.
ڳالِهِ نہ سَمجهڻ جهڙِي، پر سيا سَمجهائِي.
ڪافِر مومِن هڪڙو، "سچو" بوڙ ج، پيائِي.

ڪافي 2

سڀَ ڪَنهِن پارِ پِرينءَ جو پَر تو، خوابون عينُ ڪلايو.

وحدتَ مَڻُون، وو، ڪَثرتَ ڪِيائين، رَنگيءَ رنگُ رَچايو؛
تو مان جي پَردي مَڻُون باهر، سرتيُون جو نہ سِڃايو؛
طرحين طَرح پوشاڪان پهري، لالَن پاڻُ لِڪايو؛
هِي سَڀ حُسن هاديءَ جو آهي، پيئڙ ڪِيمَ پُلايو؛
پاڻ ڳُجهو ڪِيائين پَڌرائِيءَ ۾، هِيءُ تَنهِن هُنر هَلايو؛
"سَچيڏني" جي صورتَ ۾ تَنهِن، اِهڙي رمز رلايو.

ڪافي 3

هيڏي هوڏي نہ نهار، تنهنجي ويڙهي سو تان يار وَسي ٿو.

ساڻُ سدا آهي تان تنهنجي، پِرين نہ آهي ٻي پارِ.
قولهي لَهِج پاڻَ مَڻُون، چوٿو وَجين وٽڪارِ.
پِرينءَ نہ پُڇج پَندڙا، تون "سَچو" پاڻَ سَنيارِ.

ڪافي 4

ناهي پاروچو ڪو ٻيو، آهي اُهو جو مان روز ڏِسان ٿي!

وينِي هُيَڙَس وَاٽَ تي، اَچي وسيلو ٿيو؛
ماڙيءَ مَنجهہ معشوقُ ڏنوسِين، لالَن پائي لِيو؛
دريءَ مَنجهون ديدَ ڏنيسُون، لالَن پاتو لِيو؛
جَتَن ڪَج جَتَن جو، سَڱ سَبب سان ٿِيو؛
صحِي سُڃاتَم سُپُرين، يار يقينئون ٿيو؛
"خَلَق الأشياء وَهُوَ عَينُها"، شڪ وڃئون ٻيو ويو؛
ڪٺِي وڃان آءٌ خوشِيءَ سان، سَرتيُون جي سُنهن ڏيو؛
سَير ساروئِي صُورَتين، پاڻ قريبَن ڪيو؛
يارَ "سچل" تون صحيح ڪر جاڻج، ڪيو خمارن ڪيو.

ڪافي 5

حاجي حَجُ اَڄُ ڪيوسي، ڪعبو مُنهُن محبوبَ جو.

هاڻ حاصل سَرتيون، اَڪبر حَج ٿيوسي.
ٿِيو قَبوليت مُنهنجو، جيڪو عرضُ ڇيوسي.
هِيءُ تَنُ طَوافي ٿيو، وڃوُن غيرُ ويوسي.
هاريون ڙي حَرمين ڏي، سَندن نامُ نِيوسي.
اُنهيءَ باجُهون ناه ڪو، اِهو احرامُ بَڌوسي.
اُهو ڪَعبو اُهو قبلو، "سچو" ڏَسُ ڏيوسي.

ڪافي 6

تو ڪِيئن وڃايو پاڻُ، ڳولي لَهج پاڻ ڪي!

پاڻ وڃايو نہ لَهين، پَڃي شڪ گمان!
آخر ڳُڏيُئي ڳهرَ ۾، ميان سوئِي ڳهرُ سُڃاڻ.
مَڪُڻُ اڪر هِيڪڙو، ميان سوئِي ڪِيرُ سنياڻ.
آهين ناهين آهِ سَيوئي، آهِ نڪو اُهڃاڻ.
ڇا جي ٿيندو، ڇا جي لِيندو، صورت وِچ سُڃاڻ.
"سچو" تي سَچُ آئيو، ماڳ اِنهِيءَ مِهمان.

ڪافي 7
سَڀ ڪنهن صورتَ ۾ سُپرين، سَرتيون ڙي، ساري ڳالهِ سَليائون.

ڏيو ڀاري سِڄَ ڪي، ڪاتي ڪِينَ ڏِنائُون.
ساڻُ روشِنيءَ سِڄَ جي، پُرجهي سِڄُ پسيائون.
وحدتَ ڪثرتَ هِڪڙي، جيئن مِينهَن ڦُڙيون موراٿُون.
”سچوءَ“ سندي ناٺءَ ۾، اِهڙيءَ طرح اُتائون.

ڪافي 8
جيئن سِڄُ آهي پريشان، سوئي ڳولي سِجَ ڪي.
مَڇلي جيئي آبَ سان، آب پڇي طغيان.
تارو پُڇي نجَم ڪي، موجَ پُڇي مِهراڻ.
ڦُڙي پُڇي مِينهَن ڪي، شاهُ ڳولي سلطان.
هو مڙيئِي پاڻَ ٿيو، ڪير ٿيا حيران!
”سچوءَ“ جي صفت ۾، اِهو ڀاريءَ ڪيو بيان.

ڪافي 9
صورتَ سَڀ سلطان، پاڻَ ڏسَڻ آيو پَنهنجو تَماشو!

ڪاٿئين حَنبل، شافِعي، ڪاٿئين مالِڪ، نعمان:
ڪاٿِئين پَٽي پوٿيون، ڪاٿئين پڙهي قرآن:
ڪاٿئين اَناالحق چَوي، ڪاٿِئين قيرائي فرمان:
ڪاٿئين طفوليَت ۾، ڪاٿئين پيرُ جوان:
ڪاٿِئين مِير وزير ٿيو، ڪاٿِئين هَنومان:
”سچُو“ پيو صَبرَ ۾، هوءِ حَيرتَ ۾ حَيران!

ڪافي 10
بانهون پاڻِءِ مَ پاڻَ،
تو هِين مالِڪ مُلڪَ جو!

”لاَ خَير فِي عَبدِي“ اِهو اَٿئي اُهڃاڻ:
پاڻ پنهنجو پاڻُهين، صورت مَنجِهه سُڃاڻ:
تون ئِي جاڻندڙ سَيَڪِي ميان، تِئين ڪِين اَجاڻ:
اللّٰهُ اللّٰهُ جو چَوين، پاڻ ئي اللّٰهُ جاڻ:
”سچو“ سائِين هِڪڙو، ناهي شَڪ گمان.

ڪافي 11
آءٌ پُنهون پاڻ آهيان،
ڪاڪِيون مُنجان قاصِد ڪاڏي!

اِها صورتَ سَمجهي ڏِنيَم، ساٿي ڀيا ڪيئَن سَنباهِيان.
ڳالِهِ پَري هُئي، ٿي پَئِي اوري، ڪيڏي سي ڪانگَ اُڏايان.
مُدعا مَطلب هو مِڙيوئِي، پوٿيون سي ڪيهُون پَٽايان.
سُڌِ پَئِي مون سِرِ انهيءَ جي، ڪيچ پنيور ڪي پايان.
”سچوءَ“ مَنجهَون ٿيو سِڄُ پيدا، ڪيهون ڪوڙيون ڳالهيون ڳايان!

ڪافي 12
مون سان تون آهين آهين،
ڪَڏهن ڪِيئَن ڪَڏهِن ڪِيئَن!

اسان نماڻن ٿُون سُهڻا سائين ، هَت هَٿئون متان لاهِين.
آءٌ ڪَنِيزڪ، تون تان سائين، سگُّ نَہ تَنهِن سان ڪو ساهِين
ساهِين.
ڪَڏهن آرامِي ڪَرين اسان ڪي، ڪَڏهن بَچين تو باهِين باهِين.
ڪَڏهن مَنصُوري دمُ اَناالحق، ڪَڏهن ڏسين تو قاهِين قاهِين.
حاظر ناظر آهين اسان سان، ڪِيئَن چوان تان ناهِين ناهِين.
اَستَغفِرُالله ڳالِهِ اِهائِي، جو ڪُجهه مُون سان تون ناهِين ناهِين.
”سچو“ جي عاشِقُ آهِين اسان جو، تَہ ڇ نہ دردَ جون دانهِين دانهِين.

ڪافي 13

تو ۾ تَندُ تنوار،
ٻُڌين نٿي ٻوڙي، الا!

ڳالِهِ اِهائِي ناهي سَلَڻَ جي، خَرچين سَو لک هزارَ.
ساٿِيَڙن، ميان، ڪيا هي سَڏڙا، لاهي سَڀ ميارَ.
دم غنيمَت جا هِت آهِن، ڏينهَن دنيا ۾ چار.
”سَچلُ“ آڪي عِشق مَنجهارؤن، تڳان تُنهنجِيءَ تار.

ڪافي 14
مَحبوب ڳولي ڏسُ مَنَ ۾،
مَنَ ۾ تون، ڏسُ دل ۾ تون.

واهَ ڪاريگر ساز بَنايُئي، ”ڪُن فَيڪُون“ جي ڪُنَ ۾.
بي فائدو بازارگُهمين تو، گُلَ ڦُلَ باغ بَدنَ ۾.
چوريءَ چوريءَ سَير ڪَرين تو، تُنهنجو چاند چَمَنَ ۾.
”سَچلَ“، سائين صَحي ڪَر جاڻُم، يار گَڏيو ڪَک پَنَ ۾.

ڪافي 15
مون ساري سُجاتِي، بازي بازيگر جِي!

مَستيءِ مَتُون مَنصورَ جو، ڦِئين جي جَماعِتي؛
سورهيہ باسِجِ سِرَ تي، تون ڪُسَڻ جي ڪَاتِي؛
غيرُ نہ آڇج وچَ ۾، آهين ظاهِر تون ذاتِي؛
مَتان پائِين پاڻ کي، تون "سَچُو" صفاتِي.

ڪافي 16
پاڻُ سُڃاڻڻ آيو، ڙي، سچَل پاڻ سڃاڻڻ آيو.
ڪَم نہ هُيَڙس ڪو ٻيو!

پاڻُون جاڻِي پاڻ سان، هِت لَوُن تان لائِڻ آيو.
عَرش مَنجهاروُن ألَهِي، هِت ورہُ وسائِڻ آيو.
سولِيءِ تِي مَنصُورتِي، هِت سِر سَلائِڻ آيو.
مِصر جي بازار ۾، هتِ مُلهِ وڪامَڻ آيو.
"سچو" ري سنسارَ ۾، هِت پير گهمائڻ آيو.

ڪافي 17
توڙي پُنيءِ لِڳي سارو جَڳُ، تان ٻي چا ٿيو؟
ناهي مَڃتا ۾ مَطلبُ.

نفِي، سِري، خفي، اخفا، توڙي جاري ٿِيئي قلب.
ڳالهيَن ڪِئي ڪِين ٿِئِي، مَنصُوري منصَب.
ڪاڻ تماشي ڪِيتَرا، پُڄن پار عَرب.
کَري ڏيکارين ڪيترو، عالَمَ کي ہ عَجب.
نفلَ نمازان وردَ وَظِيفا، اِهو کوڙ کَسَب.
دائرا دَعوتَ جا قِرين، کَرين تَسخِيرات طَلب.
ٻاجهَون عشقَ اللهَ جي، "سچو" ٿِئي نہ سَبب.

ڪافي 18

ڇئون ميان عشقا ڪِيئَن، تُون سَوين سيلَ بنائِين تو!
يا تُون آهِين ذاتِ ديوانو، جو ڪيڏا ناھ نهائين تو.

ڪاٿئين مُلا قاضِي تُون، ڪاٿئِين سَيد سڏائين تو.
ڪاٿئِين مُغ برهمڻ تون، ڪاٿئِين بانگ ٻڌائين تو.
ڪاٿئِين مُنهن ۾ محراب، ڪَاٿئين تِلڪ لائِين تو.
ڪاٿئين تسبيحان تون سورين، ڪاٿئِين جٽيان پائِين تو.
ڪاٿئين پيرين آهِين پيادو، ڪاٿئِين بور ٻَڃائِين تو.
ڪاٿِئين منبر واعِظي، ڪاٿئين پوٿيون پَڻائِين تو.
ڪاٿئِين زربفت قبائون، ڪاٿئِين لِيڙا لڙڪائين تو.
ڪاٿئِين ڏيئِي شرعي فتوىٰ، ڪاٿئِين مَنصُور مارائين تو.
ڪاٿئِين هَنومان ڪونائِين، ڪاٿئِين ڏهيسر سڏائين تو.
ڪاٿئِين ٿئين رام يا سيتا، ڪاٿئِين لَڇمڻ لَڪائِين تو.
ڪاٿِئين نمرود ابراهيم ٿي، ڪيئي ٻيڪ بنائين تو.
ڪاٿئِين ٿي فرعون يا موسىٰ، سڀ صورت ۾ سَمائين تو.
ڪاٿئِين ٿي بادشاھ مُلڪ جو، سارو ديس دٻائين تو.
ڪاٿئِين ٿئين غرض گداگر، ڪاٿئِين ٽوليون ٽڪائين تو.
ڪاٿِئين مفتي تون "خدائي"، ڪاٿئين "أناالحق" فرمائين تو.

## حقيقت

### داستان پهريون

1

هُو پي ڪِينَ اَچِڻو، هِي پي ڪِينَ وِيو؛
نفيءَ ۽ اثبات ڪَڻُون، پَري خيال پيو؛
”سچو“ سَچُ ٿِيو، بي بائهپ بولِي ناهِ ڪا.

2

”سَچُو“ سَارو سَچُ ٿِيو، مَنجهان ڪَثرتَ ڪُلُ؛
الَف مَٿُون آدَم ٿِيو، ڪَري هنگامون هُلُ؛
هِندو مؤمِن سو ٿِيو، پول نَہ پئي ڪَنهن پِلُ؛
”خَلَقَ الاشيآء فَهُوَ عينُهَا“ اِهو آڻ عمَلُ؛
ٿِج گلابِي گُلُ، مَرُ مارِنئِي مَنصُورَ جان.

3

قلبِيءَ ۾ نہ قرارُ، آهي عاشِقَن کي؛
روحيءَ لک رُلايا، نہ نفِيءَ نفع دارُ؛
سِريءَ سَوَ وِجايا، خَفِيءَ ڪيا خوارُ؛
اِپَرَ اِخفا ناهِ ڪو، طالِبَ کي تَڪرارُ؛
رِيءَ پَروڙڻ پانهنجي، آهِ شيطانن شِڪارُ؛
”سچو“ هِي سَنسار، سارو پاڻُ سَهِي ڪرين.

4

سائرَ مَنجهہ سَهسَ، گهيڙا گهڙڻ آئِيا؛
ڪو سِرُ سِيٽاهيو ڪَدِي، ماني ڪَڻُون مَسَ؛
”سچو“ لَنگهي لَس، شرط وَڃي پيو شهہ ۾.

5

اَچِي اَوَ تڙياءُ، گهڙِيس گهوري جِندڙِي؛
چڙهِيَس ڏاڍي چاهَ مَٿُون، مَستِي مَوجَ مٿاءُ؛
تَڙَ لَهِي ترِياءُ، شرط لنگهي پِيِس شهہ ۾.

6

جي وَڃِي شهہ پيا، مُشڪل موٽڻ تن جو؛
جا تانگهي جا تارِ ۾، بڏي پَوَن بيا؛
جي وِڃؤن پاڻ ويا، سي پاڻ ئي پاڻِي ٿِيا.

7

گهڙَڻ جي گهيڙاءُ، تانگهو عِشقُ تَن جو؛
جن کي عشق عَلِيل ڪيو، سي ايندِيون اَوَتڙاءُ؛
جي سُورَ چڪنديُون ساءُ، ميهَرُ سي ماڻِينديُون.

8

اسان پرِين وِچَ ۾، وَهي تو دَرياهُ؛
آهي ڪونہ اسانجو، هاديءَ ري هَمراهُ؛
سُپيريان تَڻُون سَاهُ، ”سچوءَ“ تان صَدقي ڪِيو.

9

ڏاها ڏورِيون پنڌ، متان پائين پرِيَن جو؛
حَبِيباڻو هَندَ، وچِي ڏِسِجِ اکڙِيَن سان.

10

پرين مُنهنجا پَارِ، تون ڪِيئن هِتِ ويلا ڪَرِين؟
قاصِد قَرِيبَن ڏي، دوڙَڻُ تو درڪارِ؛
ڏِسِي وَرِج سِگهڙو، دوساڻِي دَربارِ؛
لِڳِي اَٿم لَونءَ جي، عَجِيبن سان عَارِ؛
ڏاترَ مُون ڏيکار، صورتَ سانگِيَڙن جي!

11

اَسان پرِيَن وِچَ ۾، دور وهي دَرياءُ؛
جوليُون جَران ٿِي ڪري، پيو وِڇُني واءُ؛
سُٺي آهان آءُ، ميان هِن مُشتاقَ جُون!

12

اسان پرين وچَ ۾، جَرُ وهي جاري؛
هِڪُ ڪَڙڪو ڪُنَن جو پَوي، ٻيون وِيرِيُون ڏي واري؛
هُتَ ساجَن جا ساري، سا دهلي ڪِينَ درياءَ کَنڌُون.

13

مُون تان توڏي موڪلِي، لِکِي ڪِتابَتَ؛
ڏُکن جي هِنَ ڳالَهڙيءَ، مُنجهائِي مَصلحتَ؛
ڪِيو فَنا فرض سُنتَ، سِڪَ توهان جيءَ سپريَم.

14

جَري جَري مَر جِئو، جَريو آهي لوڪُ؛
جو جَرئي لَڌو توڪُ، سو ”سَچُو“ آهِ نہ سپ ڪنهن.

### ڪافي 1

سالِڪ راهَ سُجاڻِي، پاڻُ نَظر ۾ آڻِين.

جاءِ نَظرجي آهِين اَصلَ ڪَڻُون، يارَ يَقِيناً جاڻِي؛
پاڻُ وجائج نُور نَظرِ ۾، نَہ وسرئِي پِي آڪاڻِي؛
فنا ڪَڻُون اڳي بَقا نَہ ٿِيندين، جِيئن پاروءِ پاڻِي؛
صورتَ مَنجهان ٿِي بي صورتَ، وِڃُون گرد اُڏاڻي؛
هادِيءَ حقيقَتَ هيءَ سَمجهائِي، ”سَچو“ ساهَ سِيبَاڻِي.

### ڪافي 2

لَئون اَچي پاڻ لاَ يَوَ، ناتہ مون کي ڪَل نہ هوئِي.

اصلَ لاڪُون عِشق لائِڻ جِي، ڳالِهہ اِها خوش آيَوَ؛
دَردَ فِراقَ جي ڏِنيو اَمانت، اِها سانوَلَ سيبايوَ؛
عَرشَ ڪَرسيءِ جا ڪِين قبولِي، اُها اسان ڏي هوت هَلاَيَوَ؛
ڳالِهہ پُرجهڻ جهڙي نا هُئي، پاڻَ سَجڻَ سَمجهايَوَ؛
ڏينهَن اُنهيءِ جي، يارَ "سَچوءَ" ڪـُئُون، سچي ڳالِهہ سَلايَوَ.

### ڪافي 3

تُنهنجو دَردُ اصلَ ڪـُئُون، اِختيار ڪـيوسين ميان؛
تُنهنجي سُخنن سَچَن اُتي، اِعتبار ڪـيوسين ميان.

ڪِي تا پُچَن پرينءَ کي، ڪُرسِيءَ يَا عَرشَ اُتي؛
تُنهنجي اکين مَنجهان سُهڻا، اِسرار ڏِنوسين ميان.

ڪي تا تابع تجليّ، يا شُعلِي نوري يارو؛
اسان صورَتَ هِن ۾ تا، دِيدار ڏِنوسين ميان.

تنهنجو حُسن ہِنهي جهانين، يار سَجڻ سَهِي ڪيوسين ميان؛
تُنهنجي سچيءَ ڳالِهہ هِنَ تي، اِقرار ڪيوسين ميان.

هو جو ڪـَيَڙوَ مون سان، سو پانهنجو وعدو پاڙيو؛
سِر ساهُ صدقي، صدبار ڪـيوسين، ميان؛

"سچو" سَگ دروازه، آهي روز اَزلَ ڪـُئُون ميان؛
تو پِيرَ عبدالحَق جو، پيزار ڪـيوسين ميان.

### ڪافي 4

وڃي اکيون ڪاتي لائِئي،
حالَ حقِيقت جي سان.

فِڪرانِهيءَ ۾ ميان ٿِي فنا تون، پاڻُ پَنهنجو پايُئي؛
اِهڙيون ڳالهيون سُڻ ري عاشِقَ، سارو سو عشق وڃايُئي؛
محبت وارو دل جي اندر، ڏاڍو ڪو مَچُ مَچايُئي؛
گنيئي پَلڪ ۾ پاٽَهي، پولي ڪَنهن نہ پُلايُئي؛
جي ٿِئين عاشِق يار "سچو" ري، اِئين سو عِشقُ ڪَمايُئي.

### ڪافي 5

ڪَلَ نہ پَوندي ڪائِي، عَجب جيهي اسرار اُنهِي جي.

هُئي حَلاجَ ذرو سڌ سِرَ جِي، تَنهِن سِسِي ڪوڏ ڪَپائي؛
لاهي حِجابُ حجابُ وڃائين، هِيءَ حِرفَتَ يارَ هَلائِي؛
"سَچو" سو ئي صاحب آهِين، پر سڀ ۾ ذات سَمائِي.

### ڪافي 6

جِهڙو هيءُ عجائب آهِ،
ناهي عجب ٻيو ڪو اِهڙو؛

هيڏي هوڏي نہ ڏسين، مُنهُن پاٽيءَ ۾ پاءِ؛
پوءِ تصور هن ۾، ٻي بازي ڪا نہ بناءِ؛
اکيون پَٽي جي ڏسين، هادِي آهي هَر جاءِ؛
"سَچوءَ" سارو سڄُ چيو، هيءَ رمز دل ئي سان لاءِ.

### ڪافي 7

اِهو ڏاهيون ڏس آهِ،
سانول اِتي وسي ٿو.

قولهي لَهج پاڻ مَٿُون، پَري نہ پيرا پاءِ؛
دائِم آهي دوستَ جي، تُنهنجي جيءَ ۾ جاءِ؛
ڪَنهِن جي ڪارڻ ٿِي ڪَرين، هاري ڙي هاءِ هاءِ؛
سوئِي ڏسندڙ، سوئِي سُڻندڙ، پاڻَ ئي ڳالهيون ڳاءِ؛
سارا ڏونگر ڏورئين، ڪاڪِي ڙي ڪَنهِن لاءِ؟
"سَچو" ويڙو ساهَ ڪنئُون، ڪير چَوي تا ناءِ!

### ڪافي 8

هِي چَڏيج هو وڻيج،
متان ڪا ٻِي ڳالِهہ پُڇيج.

دُوئِيءَ واري دامَ ڪـُئون، پهريون طالِبُ پاڻ ڪَڍيج؛
مُرشِدَ جيئن فُرمائِيو، واقف سو تان ڏَسُ وَٺيج؛
سِر سَهِي ڪَرِ پانهنجو، ٻئا آڏاٽا ڪِيم آڏيج؛
لاري لِڳُ نہ ڪَنهن ٻئي، عاشِقَ اِنهيءَ پنڌ پئيج؛
ويسَهُ واريءَ واٽ تي، "سچو" ڙي ٿُون سِر سَٽيج.

## ڪافي 9

پاڻهين پارؤن يارَ، قاصِدُ مون ڏي اَچُ آيو!

اَچَڻ سَندي اُن جي، اُتِي ويا آزارَ،
تورو ڪيڏو تَن لايو.
ڏنا دلاسا دل کي، رهبر راتِ هزار،
سَندن روحَ جو رايو.
هيڏي هوڏي نہ وڃي، اَچج ۾ اِعتبار،
محبت مِڙيوئِي مايو.
اَچڻ جا مَحبوبَ ڪَيا، پَڪا قولَ قرارَ،
”سچو“ توڏي هُتُن سَعيو.

## ڪافي 10

يَلي ڪَري آئين، هِت تون گُهرجين يار!

هِت تُنهنجِي گُهرَ گهڻِي هُئِي، دوست مِنا دلدارَ!
جاڏي تاڏي جَلوو تُنهنجو، عَجب تُنهنجا چَمڪارَ.
هِي پِي هو پِي هِڪُ، ديسُ تُنهنجو چَئِين ڪُندين چوڌار.
اَچِي ٿئين هِڪُ ”سَچوءَ“ سان، لاهي بيائِيءَ بارُ.

## ڪافي 11

عاشِق مَرندا ڪِينڪِي، رهندا ڪِينَ مَڪانَ ۾.

ديواني درياءَ جو، پِيتئون پيالو پُر ڪَري،
اَجرمَنجهه اَمر ٿيا، اُهي گَڏيا ڪِينَ جهانَ ۾.
غيبَ ۾ جي غَرق ٿِيا، تَن گهاءَ گَردَنَ ۾ لَڳا،
بولِي بولن تا بِي نڪا، اُهي رَهن ”اَلامانَ“ ۾.
ڪيئِي پَڙهندي سالَ ٿيا، روزا نمازون نَفل نِي،
تَن ڪُنَن ڪَلَ ڪانہ ڪا، باطونَ جي بيانَ ۾.
چِين ولايت گهر ڪَري، گهڙِي گهارن ڪِينڪِي،
پَسَن هادِي حَق کي، رهن تا بئبانَ ۾.
هَر دم آهي دم دوستَ ڏي، اهي سُونهَن تا سَر انجام ۾،
سو ”سچوءَ“ کي ئي مليو، هي گُر اچي تہ گِيانَ ۾.

## ڪافي 12

ڪِيئن وساري تو ويهون ويهون،
پِريان سَندي پارَ جِي، وومِيان.

ساهَ سَنيون تان يادِ ڪَيُون،
سي آهِن عجائبَ جيهون جيهون.
کهڙيين ڳالهيين عاشِقِ اَسان کي،
ڏُکَ ڏوراپا تو ڏيهون ڏيهون.
اِهي عتابَ تون رکين ٿو ڪيها،
پَکي اسان جڙي پيهون پيهون.
هِنَ پچاٽؤن مَتان اَسان تي،
ڳالهيُون رکين تون ايهون ايهون.
”سچو“ اسان جو تون، اسين تنهنجا،
ڳالهيون ڪرين تون ڪيهون ڪيهون.

## ڪافي 13

آءُ ڪانگا ڪَرڳالِ،
آهِن ڪيهيون اَسان جيون ڳالهيون.

مون سان ڪري جي ڪالَهه وئين، اُهي تان وعدا پال.
هِنَ غريب سان پرين گَڏائج، بِرهَ ڪِيَس بيحال.
هيڏي اچڻ جي هُئِي اُنهن کي، ڪا تان قيل مقال.
باجهه پَويئي وي باروچا، نَج نِماڻي ناَل.
ياد ڪَرن تا هُتِ توئي کي، وڃُهه نہ جيءُ جَنجال.
”فَاذكُرونِي اذكُرڪُم“، پَئين ٿُون ڪيهي خيال.
قولَ پرينءَ ڪَيا جي توسان، سي تان سَبِ بَحال.
دل بَدل آهي توءِ پِرينَ جِي، ”سچو“ ٿُون پاڻُ سَنيال.

## ڪافي 14

پاڻَ پُنهون آءٌ آهِيان،
اڙي پيئر پُلي ناهِيان.

ٿِيو ٿِيون مُنڪِرڳالهِ اِنهيءَ ڪٿُون، جَو تَڏهِن بيو چاهِيان؟
ڪيچ پنيورپِي وسَنوَ اسانجي، ڪَهڙي طَرف آءٌ ڪاهيان؟
هَر ڪو جَوي تا سَهسِين عاشق، نانءُ پاڻَ ئِي تَئُون لاهِيان،
هِت هُت آهي صورتَ منهنجِي، ناهَ نہ ڪو بيوناهِين،
پَنهنجو پاڻَ ئِي سان يارَ ”سچو“ ڙي نِينهُن اِهوئي لايان.

ڪافي 15

مَحبوبُ مِنو آهي مَنَ ۾،
معشوق مِنو آهي مَنَ ۾!

بيفائِدو بازار گهمين چو، اَتَئي بُلبُل باغ بَدَن ۾؛
بِيائِيءَ سان تو باهر ڳولين، نہ تِئِي بَر بَحرَ ۽ بَنَ ۾؛
چِهرا چوريءَ چليو ڏسئين چو، اَتئي سو چاند چَمَنَ ۾؛
زلفَ زنجيرَ ڪٺون زاهِدَ پَڳا، اُهي ظاهِرپَرَستَ ظن ۾؛
عاشِق سَوين اَحوالَ ۾، آڪِن اَنا الحَق اُنَ ۾؛
سَت زيورَ سينگارَ ڪري نِي، دوست آيو درسَنَ ۾؛
”ڪُل يَومٍ هُوَ فِي شانٍ“ آيو ورنهَ هر ڪنهن ون ۾؛
دلبَرَ ديرو دائم دل تي، چو ديکين دريَن ۾؛
ڪري تو آهُون ڪِينَ سُڃي تو، اَتَئي قُدسِي ڪلام ڪنَ ۾؛
مُرشد ڪامِل سانولُ سُپرين، آيو صاف صحن ۾؛
فيض ”فاروقِي“ فائِق بَخشيو، فهمائي هِن فَنَ ۾.

ڪافي 16

سِگهَڙي لهج سَنيالِ،
هادي هِنَ جي حالَ جي.

ڪوٺهِ ڪَريو ڦال ڪي، آڻي ۾ اَحوالَ؛
سگهو موٽِج سُپرين، تو ريءَ ڪَيَم ڪَشالَ؛
ڦنا ڪَريو فِراق ڪي، ويجهو ڪريو وِصال؛
گهڻا لايوَ ڏينهڙا، ماريَس هِنَ مِثالَ؛
اَوهان باجهون سُپرين، هِهڙا ٿِيڙم حال؛
اَگهُ هِنَ جي آءُ تون، ”سچوءَ“ مَج سوال.

ڪافي 17

زاري پيئڙ زاري،
اِڳيؤن عَجيبَن جي، آهي اسان جي!

روز اَزل ڪٺون عاشقَن جِي، سُوريءَ تي هسوارِي،
شاهِ مَنصور حلاج حُسَينِي، سُوري ڪِيئن سينگاري،
هِيءُ ٿئي گُم اُهو ٿئي ظاهِر، چُپ چُپان چوڏاري،
”سچو“ ساهِ سِري ڪر صدقي، سَرسُ وٺين سَرداري.

ڪافي 18

ٿو دوستِيءَ جو دَمُ هَڻين، پَر ڪِيئن ڪُسِي قُربان ٿئين.

مَهَند مَنصُوريءَ جي ٿُون، مَنجھ مَعرڪي مَردان ٿئين.
وري صحِي ”اَنَا سِرهٗ“، تَنهِن اسم مَڻون انسان ٿئين.
جي تو پوري سُڌ سِر جي، حيرتَ انهيءَ حيران ٿئين.
نعرو ”اَنَا الحَقُ“ جو هڻِي، تِي مرد سر ميدان ٿئين.
جي دم سُڄاڻين پانهنجو، ٿُون دين، تون ايمان ٿئين.
هِي پَند سو پُرزا ٿئي، جي نينهن جو نيشان ٿئين.
”سچو“ يَڪايَڪ، يَڪ ٿئين، تون شمع، تون پروانو ٿئين.

ڪافي 19

مين ماهي دي لڳِ ماري،
ماري آئون قِر جياري.

جَونديَس پيش پرينءَ جي، حال حَقِيقت ساري.
جا نالو وٺندي نِينهَن جو، تَنهن ڪي اِيندي شَهَر نِڪاري.
دم نہ رهندي دوستَ ري، شَوقُ سَندو شِڪاري.
مَستَن ڪي محبَتَ جي، آهي ڳِچيءَ ۾ ڳاري.
جي اَول ماريو پوءِ جيارن، تَنين ڳَڏ قطاري.
چڱي تِيَڙس چت ۾، دوستَ ڏني دلداري.
”سچيڏني“ ڪي عِشق جِي، صاحِب ڏي سَرداري.

ڪافي 20

عاشِق ڪَيَئِي اُداسِي،
وهُ واهُ ڳالِهِ خاصي.

لَوَن لَوَن مَنجهه روز ازل ڪنؤن، آهي وِرهِ اَوهان جي واسِي.
”عشق نار احِتَرق“ سُڄِي اشارت، هيءَ دل تا ڪِينَ هِراسي.
هيڏي هوڏي ڪين وياسي، بات اهِا اسان باسِي.
برهَ اوهان جي ڪِيو بيراڳِي، ”سچو“ رنگ سَناسِي.

ڪافي 21

هُت تا ڪير هُياس، پَلو ميان، تِي آيس ڪير، نہ جاڻان.

نانءُ ٻيو هُت هو منهنجو، سائين الاہ،
هِت ٻِئي نانءَ ٿياس.
اچڻ نہ هو هِت مُنهنجو، سائين الاہ،
پَرَ ڪَنهِن تا خواهش ڪنياس.
هُت هُيَس مَعشوقيءَ ۾، سائين الاہ،
هِت عاشِق ٿِي آياس.
هَي هَي هُئِي ڪانہ ڪاہ سائين الاہ،
هِت مَنجھ پَروڙ پياس.
”سَچو“ سارو سَچ ٿيو، سائين الاہ،
وِڃُئُون ”آءٌ“ وياس.

## داستان ٻيو

1
جي اچين تان اَڄُ، نہ تہ هِت پُورَن پَچاڙيو؛
محبَتَ ٻاريو مَچُ، سِيني مَنجھ ”سچوءَ“ جي.
2
ڪِيم مَهِينا لاءِ، آءٌ ٻَلا ٻُلِي آهِيان؛
اَڃِي اڪڙيُون ڪَٽِي، ”سچوءَ“ ڪي سَرچاءِ؛
جانِي جوڙيَم جاءِ، تو لِڳ اَڪڙيُن ۾.
3
چَشمَن جِيءَ چمَڪارَ، ساھ مُنهنجو سوگھو ڪِيو؛
ويهي واٽڙيُن تي، رُئان زارو زار؛
هوت اَڃج هيڪار، اَڱڻ آسروند جي.
4
ماٺ ڪريان تہ مُشرڪ ٿيان، ڪُڇان تہ ڪافِر؛
اِنِهيءَ وائيءَ وَرُ، ڪو سَمجھي ”سَچيڏنو“ چوي.
5
روئڻ ڪان نہ رهن، آيَل اِهي اکِيُون؛
سيڪنهن ويل وَهن، اَٿن اَٿر اوهِيرن جا.
6
لَحظو نہ لاهِين، بارَ مَٿَن بَرسات جا؛
اکين ڪي آهِين، اَٿر اوهِيرن جا.
7
بادلَ وارا بارَ، چشمَن تي چڙهيا؛
رئن زارو زار، اَٿن اثر اوهيرن.
8
آئي نِي مُند مِينهَن، آهي اَڪڙين ڪي؛
رُئن راتو ڏينهن، اَٿن اَٿر اوهيرن جا.
9
آهِ اِها ئِي تاتِ، آڱر اَڪڙين ڪي؛
ڏينهنَ اَئُون رات، اَٿن اَٿر اوهيرن جا.
10
آڱر اَڪڙين ڪي، سدائين آهِين؛
سي ڪِيئن اوٻَائِين، جن ڪي اَٿر اوهيرن جا.
11
اَڪِين ڪي آڱرَ، هِن سَدائين سَرتيون؛
ڳُوندر ڳڏيون غَمَ، اٿن اٿر اوهيرن جا.
12
لايون پِرت پَسن، آئون آڱر اَڪين ميڙيا؛
سي تان ڪِيئن نہ وسَن، جن ڪي اٿر اوهيرن جا.
13
ڏسن ۽ رئَن، اِها عادت اَڪين ڪي؛
سي سرِهُون شالَ هُئن، جن ڪي اٿر اوهِيرن جا.
14
آهي ريجھ رئڻ، آيَل اَڪڙين ڪي؛
هُئي تَن هُئڻ، جن ڪي اَٿر اوهِيرن جا.

### ڪافي 1

آءُ تہ ”مان“ ”تون“ وَجي، يارَ،
ٻِي ڳالھ ڪَر مَ ڪائِي.

ڳُجِهي ڳالھ هاديءَ واري دل تي دائم،
فراموش ٿِي ٻي ورونهن وائِي.
بَحَر تي جا لَهَرلِڳي ٿي،
اَسان پاڻ بازي اصل ڪَئُون بَنائِي.
آهي هُوءَ حيرَت هُو جي جِسمَ تي،
حَرفُ حَقَ جو آهي صورتَ سَيائي.
لَٿو جُهڙ جو هو نَظَرَ ۾، ظاهر ٿيو سِڄُ،
ٿِي اَڄُ سراسر سهائِي.
آهي ”سچو“ سَچُ تحقيقَ ڄاڻِين،
جَنهن مَست ماريو دم خدائِي.

### ڪافي 2

سچا سي سخن هاديءَ جاہ يارو، اڄ ياد آيا سي؛
تَنهِن ڏينهَن لاڪُون اڄ تائين، اُهي بَرچشمِ چايا سي.

ڪَيوَ تان قولُ سائِين هي، مِڙن آڏو پَڪو مون سان؛
هونداسين دَم بَدم توسان، اِنهيءَ وعدي وناياسي.

ڏيو هِي تن طَاعَت ۾، گڏيو هِي جان جانان سان؛
پَري ڄاڻيجو پاڻِيءَ کي، لاڙي هِن يارَ لاياسي.

روزا ڪيئي، نفل نِمازان، توڙي سَو ورد وظيفا؛
سَپيئِي لِڳَ ظاهِر آهن، سبق ساڄن پَڙهَاياسي.

پَئو جي خيال خاصي ۾، سڄاڻو پانهنجِي صورتَ؛
ٻڌي، ٻولي، ڏسي تو ڪير، فڪرَ ٻيا سڀ ڦُلاياسي.

وينو مَنجه بادشه محلي، ٻولي تو ڪِيئن اُهي ٻولِيُون؛
اُهو بادشاه اُهو بنگلو، نہ ٻي پولي پُلاياسي.

جيڪي ڪيا دوستن مون سان، اُهي ڳڻ تان نہ وسرَن تا؛
هُئا گڏ جي حبيبن سان، چڱا سي دمَ لَنگهياسي.

شڪر اَلحمدللهِ تو پڙهان لکَ بار شڪرانا؛
اُهي پيهي پَکي آيا، جَنِين لءِ پَنڌَ پُڇَاياسي.

”سچو“ سگ آهي دروازي، ازل جي روز سائِين جو؛
پَنهنجو سي ڪِيئن ڇڏيندا هي، توڙي عَيبن اُناياسي.

ڪافي 3

ڇو ڪَرين تو اَرمان،
جيڪي آهين، سوئِي ٿيندين!

اُتر، اُيَر، اولَهه، ڏکڻ، سَر زمِين ڇا اُهو آسمان.
پاڻُون ڄاڻِي پيرَ گُهمايَئِي، ٿي صورتَ ۾ انسان.
اُتَڻ ويهَڻ ڄاڻِ اِهو ئِي آهي، ”ڪُلَّ يَوۡمٍ هُوَ فِي شَاۡنٍ“.
”ڪُلُّ شَيۡءٍ يَرجَعُ اِلىٰ اَصلِهٖ“، قادرَ ٿيو فرمان.
هاديءَ حقيقَتَ هِيءَ پُرجهائِي، ”سَچو“ تون سُلطان.

ڪافي 4

بِرهه جي بازار،
جيڪا ڏسَڻ اِيندي.
جيڪا جو ڏسَندي تجلو تُنهنجو، وهَندي سا ڪِينَ قَرار؛

سودو جا ڪندي سِرَ جو، وهَندي سا ڪِينَ قَرار؛
ڇَوسُولَ اَندر، سُرخِيءَ مائِل، تيز گُهمي تلوار؛
جي ڪَنهن ڇَمڪو ڏٺو تُنهنجو، سا سِرُ ڏيندي سَردار؛
”سچو“ اِنهيءَ سيرَ ۾، آهي ڪُسَڻَ جي ڪَار.

ڪافي 5

پانهنجا وعدا پاڙيا، سانولَ سائِينءَ!

هو جي ڪِيائون اصل اسان سان، سي قولَ نہ يار وساريا؛
ڏينهن اُهي مون گَئون تا نہ وسِرن، جي مون گڏ گُذاريا؛
سُخن سَچائِيءَ يارَ سَڄَڻ جا، سي هِنَ ساهَ سنپاريا؛
اُنهن ڪارڻ شَهر بحر هي، مون تان نِتُ نِهاريا؛
دوستَ ”سَچوءَ“ جا دور هئا جي، سي واليءَ هِت ورايا.

ڪافي 6

جو تو ڳولين يار، سو تان تو ۾ آهي!

ڏونگرَ ڪيڏا ڏورئين، ڇَوَ تون ڪَنِي لاءِ؟
هيڏي هوڏي نہ وجين، پاڻَ ئِي ۾ مُنهن پاءِ؛
دل واري خاني ۾، سَندي جانِبَ جاءِ؛
اِهڙيءَ اوڏائِيءَ جي، ”سچو“ ڪَلَ نَہ ڪَاءِ.

ڪافي 7

سَل سوداگرَ يارَ ڙي مِيان،
ڪَهڙي ديسؤن آئين آئين؟

ظاهِر ٿِئين ٿُون وو اَچِي زمِينَ تي، ڳَڻِي گَٿوريءَ بارَ؛
هَلِي اُتاهُون وو اَچِي اِتاهِين، هَنجين سو پُوتَئي هَارَ؛
طَرحين طَرحين وو اَچِي ڪَيَئي هِت، صورتَ جا سِينگَارَ؛
شاهه آهين وو يا تہ گُماشتو، لايَئِي ڪَڍِ قَطَارَ؛
اَچِي پِياسي وو سُڻُ ”سَچو“ ڙي، شوقؤن مَنجه شُمارَ.

ڪافي 8

جهُليو جَن تي حالُ،
اُنَهن کي آءٌ ڪِيئن نہ سُڃاڻا!

مَجِن ماضِي ڪِينَڪِي، نَڪو اِستقبال:
لِکو ناهي لوڪَ ڪـُٺون، اُنهن جو اَحوال:
جي مُون پُڇيو جيڏيُون، آهي ورهه وصال:
ووءِ ووءِ باجُهون تن کي نڪو قيل نہ قال:
"سچوءِ" سُجاتو تن کي، جن کي عِشقُ ڪَمال.

ڪافي 9

مُون کي عِبرتَ آهي، اَهڙي حالَ جي،
هاريون حيرتَ آهي، اِنهيءَ ڳالِھ جِي.

ڪاٿِئين ڏاڍو، ڪاٿِئين هِيٺو، ڪاٿِئين جوڙ جٽيا تو پائي:
ڪاٿِئين ڪوري، ڪاٿِئين موچِي، ڪاٿِئين سيد سَڏائي:
ڪاٿِئين تارڪ، ڪاٿِئين سارڦ، ڪاٿِئين مُک مِلائي:
ڪاٿِئين شاهِي، ڪاٿِئين سِپاهي، ڪاٿِئين حُڪم هَلائي:
ڪاٿِئين ڪافِر، ڪاٿِئين مومِن، ڪاٿِئين سوريءَ سِرُ هَلائي:
ڪاٿِئين گُسائي، ڪاٿِئين سَنياسِي، ڪاٿِئين بُتَ بَنائي:
ڪاٿِئين سامِي، ڪاٿِئين اِنعامِي، ڪاٿِئين تِلڪ لڳائي:
ڪاٿِئين قادر، ڪاٿِئين نادر، ڪاٿِئين "سَچو" نانءُ سُڏائي.

ڪافي 10

پِرِيَن سان پَتِ پَري، ڙي جيڏيون، منهنجي!

دعا ڪَريجو جيڏيون، وري سو هوتُ وري:
ڏونگر مُون ڏورائِيو، سَندي ذوق ذري:
صحي سُجاتم پاڻُ ڪـُٺون، پُنهون ناهي پَري:
تو ڪِئن سَري سُپرين، تو ريءَ مون نا سَري.

ڪافي 11

ونِي خَبَر خاطو آيو، خَير صَلاحَ جي مون ڏي.

پارِ پنيورَ جي اَڄُ صُبحاڻي، تان هو ڏٺِن ڪي سَعيو.
طرف تنهنجي آهِ اصَلَ ڪـُٺون، روحَ سندن جو رايو.
نِينهَن جي نياپَن جَڻُ اسان کي، محبَن ساڻ ملايو.
ٿيان قربانِي آءٌ تَنِين تـُٺون، جَن تان نِينهُن نِباهيو.
اِيندِئِي اُهي جن جي ڪارڻ، ويني تو ورهه وسايو.
پيو پِرينءَ وٽِ هاڻي تُنهنجو، "سچو" ڙي پَنڌُ سَجايو.

ڪافي 12

جَن لائي توڙِ نِباهِي، آءٌ صَدقي وڃان تَن تـُٺون!

شابس آهي اڱڙين کي، جن وِئِي دل ورائي.
ڀِلي ڀاڄِي پِرِيَن ڏنهُن، اَڄُ اَسان ڏي آئِي.
راتو ڏينهان آهي ئي، واتِ اُنهن جي وائِي.
ڏيهاڙِي ڏسَڻ سان، مَحبت آگ مَچائِي.
ووءِ ووءِ وائِي واتِ ۾، "سچوءَ" آهي سَدائِي.

ڪافي 13

سُهڻي سَجَڻَ سان نِينهڙو لايوسي!

وردَ پَڙهِيَم تي وڃَ ۾، اَديون ڙي، آڏو عَشق آيو سي.
سَڀِ وساريئين ڳالِهيون ڏسڻ سان، اديون ڙي، ڏاڍو پُور پرايوسي.
بَن وڃهي بيون ڳالِهڙيون، اديون ڙي، ڳليءَ ڳليءَ يارُ ڳايوسي.
اول وقت عجيب جي، اديون ڙي، اِنهيءَ ڳُهورَ گهايوسي.
"سَچوءَ" سَوَ مبارڪان، اديون ڙي، چاهَوُن سِرَ تي چايوسي.

ڪافي 14

شوريدن ڪـُٺون حال،
پيچ وڃِي پوءِ هوءِ ۾.

مجلس وڃج اُن جي، تان ڏسني خاص خيال.
اَگهه لَهج اُن جي، تان تو وڃُ ٺَڻ آهي وصال.
ورقَ وسارج وڃَ جا، تا فارغ ٿئين في الحال.
عقل اُڇلج آبَ ۾، تا بِرهُ ڪَرئِي بيحال.
جي تون وسهين وسيلا، هي "سچو" سَچ سوال.

ڪافي 15

ساري ڏيهُ نہ ڏي ڙي،
پانهنجي دل سَمجهه سَنيالين.

ڳالِھ پُڇين جي پرينءَ جي، حَرف حالَئي جا هِي ڙي.
اُچِل نہ نِڪر پِتَر جان، نِينهُن پاڻُ ئِي سان ني ڙي.
هاريُون، انهيءَ حالَ جو، قُرب سُجاڻن ڪي ڙي.
پاٺهين آهِن پَدرا، "سچو" سالِڪ سي ڙي.

## ڪافي 16

ٿنهنجي حُسن ماريا، سوريءَ سي سنپاريا،
اِنهيءَ ڳالھ ڳاريا، هزارين هزار!

اُهي يارَ آيا، نيزن جي نِوايا،
نِيئي سِر سلايا، تنهين تو اگهار.
جَنهِين موج آئي، تَنهِين سُڌِ سَيائِي،
ڪيهي ڳالھ ڪائي، لنگهيا شهسوار.
ڪَمر جا بَڌائون، وري نا چوڙيائون،
نُئِي سِر ڏنائون، لاٿائون مَيار.
مَچَڻ هَٿ هَٿي سي، اِها ڳالھ ڳٽي سي،
تريءَ سِر ڪٽي سي، ڪيائون نِثار.
جن موجن چڙهيا سي، لَهرن لُڙهيا سي،
"اَنا الحقُ" پڙهياسي، ڪنيا هِن خُمار.
هِي نعرو هنيائون، "اَنا الحَقُ" پَڙهيائون،
نُئِي سِر سَليائون، ٿيا گَم غبار.
مَئي جا پيتائون، هي سهرا ڳُتائون،
وڏي وڪ وڌائون، پاڙيائون قَرار.
پهلوانَ پاسي، نہ ٿيندا ڪَڏهان سي،
اِها باتِ پاسي، هَليا حُڪمدار.
مُلڪان مُلڪَ ۾، مَلڪَ ۽ فَلڪَ ۾،
سڀو سڀ خلَق ۾، پَئِي هِيءَ پَچارَ.
منجهئُون حُبَ هلياسي، مَاري چوٽَ چلياسي،
وجي رنگ رلياسي، تَنهِين هِي تَنوار.
اِها اعتباري، سُوري جَن سواري،
عجب خوشي خُماري، ڪُنن جي قَطارَ.
نِشانا ڪوڙيائون، مُنهن نا مُوڙيائون،
بِئِي هَٿَ بڌائون، ڪُنا قُربدار.
ٿي مَنصورَ مَستِي، ڪَيئِين گُم هَستِي،
هَنيائِين دو دسَتي، تيش جِي تَرار.
ٿي شِبليءَ شابس آءِ، سُورن جي سَراپاءِ،
ڍِڪيائين لِڱن لاءِ، وجودئُون وسار.
مُلا سو قاضي، ڪڙي ڪيائون بازي،
منجهن گنؤ غازي، ڪڙا ها جونجهار.
هنيئين پير جَنهن تي، ڏنئين سِرُپي تنهن تي،
نہ سُڌ هي سين تي، ٿِئين سَچُ سچار.
"سچو" سِڪَ تَنهِين جي، جذب جاءِ جَنهِين جي،
نہ پرواھ ڪنهين جي، رکي نِي سنيار.
وڏي سِر پچاڻون، "اَنا الحَق" واٽون،
اهو سِر سُجاڻون، آڻيو اِعتبار.
هنيائين هَڪل هِيءَ، وئي تان شڪل هيءَ،
نہ حاجت عقل هيءَ، جَليا جلوه دار.
ڏنئون مُنهن مَتاري، نہ ڪاڏي نهاري،
سٽيو سِر سچاري، دليون دوستدار.
سچي ڳالھ ڪيائين، نہ ڪوڙي چيائين،
نِباهي نينهن نيائين، ڪارڻ هڪ نظار.
باهِن ۾ وڌائون، پوءِ لهرين لوڙهيائون،
"اَنا الحق" بڌائون، تي هَي هي هونگار.
پِي بغداد سارو، مڙيو بَهت پارو،
منجهن نَر نعرو، هٽي هوشدار.
"سچو" عشق ايندئي، اچي ڏاڻ ڏيندئي،
"مَن وَ مَا" نِيندُئِي، ڪَندُئِي گل بهار.

## ڪافي 17

هٽئون پيتو مون تان پير مُغان جي، جام شرابون شوري.

دَور ڪارائي دل کي تو، چشمان ڪيف ڪَڪوري؛
اصل ڪُئُون منصور جو اُنهيءَ، ڪاٽيو ڪنڌ ڪوري؛
نشي منجھ نواز تي، گهوريون هي سر گهوري؛
جنهن ساقيءَ سُرڪُ پياريو، آءٌ ڪيئن پُجان تنهنجي ٿوري؛
پِنهان ڪيائين پاڻ کي، چِت "سچوءَ" جو چوري.

## ڪافي 18

مونکي آهن ياد، مِنيون تنهنجون ڳالهيون ڳالهيون!

هي نماڻي ڏوهن هاڻِي، دوست پهچائين داد؛
پرين پنهنجي پار جو، عشق ڪرين امداد؛
"سچو" آهي اوهان جو، تنهن جي دوست ڪريو دل شاد.

## ڪافي 19

مين ماري، محبت تنهنجي ميان!

ورتم ڏڳ درد جو، تنهن سڀ ڪا واٽ وساري؛
ڳلا ۽ غيبت جي، سِر تي ڪنيم ڪاري؛
چند اُبري آئيو، ويئي سڀ اَنڌاري؛
مڙني مِٽياڻ ۾، نِينهن ڪئي نِرواري.

## ڪافي 20

جا چوڻ جيهي ناهہ سائي ڪيئن چوان؟

ڳجهي آهي ڳالهڙي، ڪنهن ڪَل نہ آهي ڪاءِ؛
اوڏي ناهہ پَروڙ ڪي، ويجهي نہ ويساهہ؛
هُئڙي سُڌ حلاج کي، تنهن سِسي ڪوڏ ڪپاءِ؛
پوڻ آهي اونهن ۾، جتي هوءِ هواءِ؛
”سچو“ سِر نہ سَلڻ جو، سو تان سڀ منجهاءِ.

## ڪافي 21

جنهن دل تي آهي جوش،
سا دل سورن سان سنري.

آءٌ هڏ گهوري اُن تَئُون، جنهن تي جوش خروش؛
ڳالھ ڳرهڻ ڪهڙي، خلق اڳُئون خاموش؛
اثر اُهي عشق جاہ اول وڃائي هوش؛
سالڪ سُڪ نہ سرهاہ گوندر ڏي ڪن گوش؛
”خَلَقَ الْاِنسَانَ عَلٰی صُورتِهٖ“ پادشاهي پوش؛
”سچوءَ“ سوريءَ وڃاڻا جي، مَي ۾ ٿيا مدهوش.

## سسئي

### داستان پهريون

1

ناهي ويچاريءَ وَسُ، جو ڪَري ماٺ پـَئِي رَهي؛
ڪَنهين چَن نه ڇڏيوم، سندو گورَنِ گَسُ؛
ڏونگر منجهان ڏَسُ، پوندم هوت پُنهونءَ جو.

2

وَيُم لالَنُ لوءِ، هِيءَ اَٽاسِي ننڊ ۾؛
پُلِيءَ هيئن نه ڄاڻيو، پيو پروڙڻُ پوءِ؛
هوتُ وَتِم جي هوءِ، تا سُک گذاريون ڏينهڙا.

3

منهن ڏيئي آيام، جبل جهاڳڻ ڪيچ جا؛
طعنا تهمتَ لوڪ جا، سِر ڇگا چايام؛
پَت پَلِيءَ پايام، سِهرا سُور پريَن جا.

4

هيءَ نماڻِي نال، سنگت نِجو ساٿيو!
ايندي پُنيءَ آن جي، جيهي تيهي حال؛
هِن ڳوليندڙ جي ڳالهه، ڪا هئي هوتياڻِن ۾؟

5

رُئڻ زارو زار، راتو ڏينهان آهه مون؛
ڪوڙي ڪان قريبُ ويو، هِنيڙي مَنجهه هزار؛
هن گوليءَ جي گُفتار، ڪا ٻُڌيَوَ ٻاروچن ۾؟

6

وڃڻ ذوق ضرور، هِن ڪاهِل آهي ڪيچ ڏي؛
ڏسان شال اکين سان، هوتاڻو حُضور؛
منهنجو ڪو مَذڪور، ٻُڌوَ ٻاروچن ۾؟

7

سرتيون سڪ سِبيلَ، اَندر منجهه عجيب جِي؛
راتو ڏينهان ٿي ڪريان، زاريون منجهان زِيلَ،
هن ڪمينيءَ جي قِيلَ، ڪا هئي هوتياڻن ۾؟

8

پرين ڏيئي پُور، ويا ويچاريءَ ڪي؛
تنهن دنيا جو دُور ڪيو، سيو شوق شعُور؛
هن مُئيءَ جو مذڪُور، ڪو ٻُڌوَ ٻاروچن ۾؟

9

ريءَ ڪر تنهن گولي، آهيان آرياڻي ءَ جي؛
جو ڏنائون ڏِيل ڪي، سو جهليم ۾ جهولي؛
هن ٻانهيءَ جي ٻولي، ڪا ٻُڌيوَ ٻاروچن ۾؟

10

ساريون پيچي ساٿ، سنديون ڪيچن خبرون؛
هيڏي اچڻ جي هئي، ڪيچِيڙن ڪي ڪا تہ؛
منهنجي پيي مَصلحات، ڪا ٻُڌيَوَ ٻاروچن ۾؟

11

لَڪين ڏيئي لَت، پاڻ ئي ڪريان پڌرو؛
سارو وندر وُوڙيان، جيڏيون ڪارڻ جت؛
منهنجي ڪا مَصلِحَتَ، هئي هوتياڻِن ۾؟

12

ڪري ساٿ سوال، تہ ڪيچن جي ڪا ڪَل ڏيو؛
جا ڇڏيائون ڇپرين، موٽڻ تنهن مجال؛
هَي هَي آرياڻيءَ ري، ههڙا ٿيڙم حال؛
سندي هِن سنيال، ڪا هئي هوتياڻين ۾؟

13

راتو ڏينهان رَت، اوتڻ آيم اُن ري؛
آيل عشق عليل ۾، شال نہ پوي قَطُ؛
جبل سڀ جهاڳِي وڃي، جيڏيون ڏسان جَتُ؛
هِن مُئيءَ جو مَتُ، پوي مذڪور پِرين ۾.

14

اَثر ڪيو اَفسوس، مُئيءَ جي مِرُن ڪي؛
جُودَ تنهين جي جوش، سارو روح رتيون ڪيون.

15

گوندر گذاريام، سي تان پلا ڏينهڙا؛
سي ڪنهن ساعت سپرين، ٿي صحي ساريام؛
هي ڪشالا ڪاريام، ساعت هڪ سمهڻ جي.

### ڪافي 1

ڏونگر آهي ني ڏَسُ، ميان، هاريون منهنجي هوت جو.

هلان تہ هلڻ نہ ٿئي، ناهه ويچاريءَ جو وَسُ؛
راتيون رهڻ روهَ ۾، ڪاڪِيون آهي ڪَسُ؛
ڪِيَڙو عشق عجيب جي، هِنيَڙي منجهه هَنبَسُ؛
آهي عجيبن جي، ”سچو“ سِڪ سَرسُ.

### ڪافي 2

منهنجو، پانڌيئڙا، پرينءَ کي ڏيج هي نياپو.

ڏيئي باهه پنيور کي، هيءَ ڪيچ ڪندي ڪاپو؛
اَصل لاڳُون آهي، منهنجو ساڻن سياپو؛
آهي اوهان جو سپرين، هن چوريءَ تي چاپو؛
منهنجو محبوبن کي، بيو ڏيج نہ ڏوراپو؛
سدا آهين ”سچوءَ“ کي، تون جيءَ جو جياپو.

### ڪافي 3

پري ٿين نہ شال، پرين پاڙيچا پرڏيهي!

ساڻن ٿيس نہ سنگتي، هَي هَي هھڙي حال؛
جَتن ڪِيڙم جيڏيون، جتنِ سان مون جال؛
دوستن بنا ديس ۾، جيئڻ منجھ جنجال؛
ڪنهن در ڏيان دانهڙِي، هو جي ڪُهي ويڙم ڪال؛
ڪوڙين ڪَيَڙم ڪيترا، اُنهن ڪاڻ ڪشال؛
سي ئي "سچو" آئيا، جن لَڳ وجهايم فال.

### ڪافي 4

پينر هي پنيور، اَسين چڏي ويندا سون!

وس نہ آهيان پانهنجي، پلو ميان،
پورن ڪِيَڙو پور، هِت رتي نہ رهنداسون.
جاءِ عقل جي ناهہ ڪا، پلو ميان،
عشق ڏيڪاريو هت زور، اُهي وني ويندا سون.
پورهيو ڪَنديَس پِرَ جو، پلو ميان،
چڏي ٻيو تَڪَ تورُ، اَسين جا ڪي جِينداسون.
ڪاڪِيُون وَجي ڪيچَ ۾، پلو ميان،
لاهي هِنئين جو هورُ، ڏُکَ ڏوراپا ڏينداسُون.
"سچو" ڏني سَڄَڻَن، پلو ميان،
شوقَ مَچايو شورُ، تَن جي پکي پَهنداسُون.

### ڪافي 5

آهي ويچاري ڪا وَسِ، ميان، توکي معلوم مِڙيوئي!

وينِي آهيان واٽ تي، گولِي ڪَجو گسِ، ميان.
سارو وِندُر ووڙيان، ڏاها تُنهنجي ڏَسِ، ميان.
ماڻهو شَهر پَنيورَ جا، رُوحَ نہ اَچَن رَسِ، ميان.
"سَچو" پوءِ پِريَن ڳـڻُون، آهي پَنيوران بَسِ، ميان.

### ڪافي 6

ڳوٺَ ساري جون ڳليُون ڳليُون،
وو، نِتُ ڏِسَڻ مون کي آئيون.

رَت روئڻ ڪـڻُون اُهي اَکِڙيُون،
ڪين سي جَهلجَن جَهليون جهليون.
ڪيچئڙن جُون وَري قَطارون،
هيڏي ٻُڌيونسين هَلِيون هَلِيون.
سي نہ وسرَن ڳالهيون اُهي،
يارَ سَڄَڻ جي تو سَلِيُون سَلِيُون.
چاڙهيئي اَسان تي دردَ فِراقَ جون،
چُوهہ ڏاڍي مَٺُون چَلِيون چَلِيون.
روز اَزل ڪـڻُون ڪَيوَ "سچوءَ" سان،
يارَ يَلا، ڪيئِي يَلِيون يَلِيون.

### ڪافي 7

هوت اچج هت هاڻين، پنهنجا ڏک ڏَسينديس، ميان.

دوست اوهانجِڙي آهيان، ميان، سائين لِڳ سُجاڻين،
پاڻ ڳولِيَن گڏينديس، ميان.
تون تان صاحب سُپرين، ميان، هيءَ ناڻءَ نماڻي،
توکي سائين سڏينديس ميان.
پَکا پَکن سامهان، ميان، آرياڻي مون آڻي،
توکي اوڏا اڏينديس، ميان.
پُنيءَ لڳس تانهنجي، ميان، حُبَ مَنجهؤن هوتياڻي،
آءٌ ڪا پاندُ ڇڏينديس، ميان!
سچو اُوتي سپرين، ميان، پِنبڻن مان پاڻي،
ڏک ڏوراپا ڏينديس ميان.

### ڪافي 8

هوتَ پِرين هڪواري، مُونکي اچي مِلج، ميان!

ڏونگر ڏورَڻُ مون نہ ٿئي، ميان الا، آءُ اوري تون آري.
ڳِچيءَ پائي ڪپڙو، ميان الا، زور ڪريندس زاري.
جا اوهانجڙي ڪونجي، ميان الا، سا تو ڪيئن وساري؟
هيجؤن ڪنيم سر تي، ميان الا، بارُ برهہ جو باري.
ويني ڏسان واٽڙي، ميان الا، مونجهہ اَوهان جي ماري.
"سچوءَ" سندو سڄڻا، ميان الا، ٿيو فراقُ فراري.

### ڪافي 9

آيَس آءٌ ڪي اوڏي، جهاڳيا مون تان جبل جالَ!

جي مون وِسهَو جيڏيون، آهيان ڪيچن جي آءٌ ڪوڏِي.
حُبَ جنهن جي هوت ڪي، درد نہ ٻئي ڪَنهِن ڏوڏِي.
ڪيئن ڪريان آءٌ ڪاڪيون، هوتُ منهنجو سو هوڏِي.
دَردُ جنهين ڪي دوست جو، لَڪَن سَا نا لوڏِي.
سيڻن خاطر سُڻ "سچو" ڙي، ڳاهُ ڪنديس ٻَڌي ڳوڏِي.

ڪافي 01

وِيَڙا جي وڻڪار، اجا وري ايندا سي!

ڪي ڏينهن پهچڻ ڪيچ ۾، قصد ڪندا ڪوهيار،
اَسين ڪاڏي نہ ويندا‌سي.
پوءِ منهن رکي جيڏيون، پاڻُون جاڻِي هِن پار،
اَسين ڪاڏي نہ ٿيندا‌سي.
آيا جاڻي سپرين، جيءَ نِي پيڙو جار،
نينهن نيبَهُ نيندا‌سي.
هاڻي ”سچو“ مون ڪـُـون وسري، ڪَتڻ واري ڪار،
اسين جا ڪِي جيندا‌سي.

ڪافي 11

اُهي کهڙي طرف ويام، آءٌ ڳوٺ رَهِيس سَپ ڳولي!

عشق تہ عاشقن جا، ميان، اَڳهين ٿي ٻڌام،
هاڻي ٽوليءَ مَون سو ٽولي.
ڪوڪان چڙهي ڪوهَ تي، ميان ڪيچئڙن ڪيام،
هاڻي چوليءَ مَون سو چولي.
ڏوريندي مون ڏونگرين، ميان، سرتيون سال ٿيام،
هاڻي رمز لڌي مون رولي.
”سچل“ آءٌ تان ناهيان، ميان، ساري سُڌ پُيام،
اِتي پاڻ ٻاروچل ٻولي.

ڪافي 12

واٽ وندر جي ڪو ڏسي، وو ڏسي، مون ڪي جيڏيون!

سپريان جي ساٿ جا، آهيون سو عاشق اَسي، وو اَسي.
سُڌ تنهن ڪي سُور جي، جام پُنهون جا پَسي، وو پَسي.
وهان ڪيئن پنيور ۾، خانُ ويو دل ڪسي، وو ڪسي.
پريان سندي پار ڏهون، مانَ ڪو رهبر رَسي، وو رَسي.
هيڪند ٿيان جي هوت سان، هينئڙو منهنجو هَسي، وو هَسي.
سِر ”سچوءَ“ جي سانوڻ وانگر، بِرهِ جو بادل وَسي، وو وَسي.

ڪافي 31

ناهہ ويچاريءَ جو وس نِي، توکي معلوم مڙيوئي، ميان!

آهي هِن ڪميٽيءَ ڪي، ميان، ڏونگر سندو ڏس نِي.
جِڏي ڏونگر ڏاڪڙو، ميان، ويڙهي اسان جي وَس، نِي.
حالُ هِن جو هِيٺو، ميان، پاڻ پنهون اَچي پَس، نِي.
ٻاروچاڻِي جاتِ ۾، ميان، تون سانول آهين سَرس، نِي.

ڪافي 41

مون وٽ هو مهمان، پلو جيڏيون، اَجا ڪالهہ قافلو!

اُٺم اوناڙن جو، ميان، آيل ڙي اَرمان.
ڏِئِي ڏُکيءَ کي ويا، سورن جو سامان.
جتن سندي جات لءِ، هَي هَي هيءَ حيران.
ڪندي وجي ڪيچ ۾، هيءَ برهہ جو بہ بيان.

ڪافي 15

صدقي صدقي هي سِر، ميان، آهي ڪوهيارل تُئُون صدقي!

ڪافَ ڪشالا ڪيچ جا، ظاهر پُجهَن تا زِر، ميان.
جبل ڳهايا جوش مَٿُون، ڳهائي ڪِيَڙُو ڳهرُ، ميان.
محبت جي ميدان ۾، ڳهيڙ ڏسي وجي ڳهِڙ، ميان.
ويهڻ مون کي وِهُ ٿيو، ترسان هَڏِ نہ تِرُ، ميان.
جيڏيون جانب جت لءِ، يَئِي يَئِي وٺي هِيءَ ٻِرُ، ميان.
حبيباڻِي هنج ۾، ڪِيهَ ڪري وجي ڪِرُ، ميان.
”سچو“ سچيءَ سک مَٿُون، فاقو ڏِسِي نا ڦِرُ، ميان.

ڪافي 16

يار توسان منهنجي زاري، آهي سَوَ لَک واري، ميان!

وندر جي وڻن ۾، واجھ وجهي ويچاري،
سا تان محبت ماري.
هي تان حال حقير جو، اَچي ڏس آري،
ڳنيُم برهہ باري.
اَزل لاڳُون آهي ئي، يار توسان منهنجي ياري،
پاتم ڳچيءَ ڳاري.
سور تنهنجا سپرين، چُڪِيءَ کي چوڌاري،
وجهج ڳهوٽ نہ ڳهاري.
آهي هَتِ حبيب جي، ڳالھ ”سچوءَ“ جي ساري،
ڪندا نِي پوئواري.

ڪافي 17

پورهيت پاڻيءَ ڊوئي، خان ٻاروچا تُنهنجي!

حاضر خدمت اَچِي اوهان جي، حال چونديس روئي؛
ساٿي اسان جي سُد لهڻ لءِ، ڪڏهن نہ مُڪو ڪوئي؛
قولُ ڪيو هوءِ هوت اسان سان، سائين پورو ڪر سوئي؛
ڪيئن وساري وهان اوهان کي، ڪَئِي تا ههڙي توئي؛
طوطي جي ڳچيءَ سَوَ سَلامن، ”سچوءَ“ مُڪا پڻ پوئي.

كافي 18

هوت ڏهون هاٽي آيُون، مان ڏي خوشخبران جي!

اَچِي اڏيون اوڏڙيون، جاءِ ٺُنهِنجَڙيءَ جايون؛
ڇڏي شهر پنيور کي، پير وري ايڏنهن پايون؛
ٿيون جِيارن جيڏيون، اِهي ويچاريءَ کي وايون؛
"سچوءَ" سَنديون دانهڙيون، دوست وري ورنايون.

كافي 19

ڙي جيڏيون، هاٽي هوت ويا جي، وو، سي موٽي مانَ اچن!

دعا ڪريجو جيڏيون، پَري نہ هوتَ وڃن؛
سِگها موٽَن پوئتي، اچي ويڙهي هِن وسن؛
وجي ڪيچ وٽن ۾، پورهيائِت پُڇَن؛
ڪيچي ڪميٽيءَ جي هُت، ڪَچي شالَ نہ ڪَن؛
"سچو" اَصلئون آهي، سرتيون سَگ سندن.

كافي 02

يارَ ساٿيو، ڙي ميان، يار پانڌيو ڙي ميان...

پلو ڙي ميان، ڪيچن جي، وو، ڪَلَ مونکي ڪائي ڏيجو.
هيءَ نماڻي، وو، وَر وڪاڻي ميان، نال نباهي نيجو.
ڪيم وساريو مُئي نہ ماريو، ميان، چوري تان مَ ڇڏيجو.
ڏيو دلاسا ڪڏهن ايندا، ميان، لوڪئون تان نہ لڏيجو.
آءُ اوهانجِڙي اصل آهيان، گولي ساڻ گڏيجو.
جنهن ويلي، وو، هلو اِتاهون، "سچو" نانءُ سَڏيجو.

## داستان ٻيو

1
ڪوڙيين قرباني، ٿيان هوت پنهونءَ تان؛
ساه سِري صدقي ڪريان، سندن مهماني؛
هي جوين جواني، ٿي اَجائي گذري.
٢
جبل جالون جال، سو مون ڏورڻ نہ ٿئي؛
وڏا وڻ وٽڪار جا، ڪافن ڪوهَ ڪشال؛
هي مون ڏسي حال، ٻاروچو ٻاجهه ڪري.
3
ٻاجهه ٻاروچا ڪر، مون ٿُرُ ٿيليو نہ ٿئي؛
ويچاريءَ جي ور، ڪر بلوچا ٻَئبان ۾.
4
اَچج آري جام، ڪو مُنهن موڙهيءَ جو ڪرين؛
مون ڪٺُون مير مُدامَ، هي ٿر ٿيليو نہ ٿئي.
5
آءُ تون پنهون يار، ڏسي حال حقير جو؛
هن نماڻيءَ نِڪار، هي ٿر ٿيليو نہ ٿئي.
6
هن دم آري آءُ، ناهيم حال هلڻ جو؛
مون نماڻيءَ ڪانءُ، هي ٿر ٿيليو نہ ٿئي.
7
ڏيهه سندو ٿيو ڏور، رهبر ٿيءُ رُڃُن ۾؛
مون ويچاريءَ مُور، هي ٿر ٿيليو نہ ٿئي.
8
چپر تان مَ ڇڏين، آءُ هوتياڻي جَتَ ۾؛
هن ڪميٽيءَ ڪَڏين، هي ٿر ٿيليو نہ ٿئي.
9
هَتان ويل ويام، ڪاڪِيون هاٽي ڪيئن ڪيان؟
ٿيلَڻ ٿر ٿِيام، هاٽي هوتياڻِن لاءِ.
10
جي هئي ڪميٽيءَ ڪَل، تا صبح ويندو ساٿڙو؛
تان مون تنهن مهل، پُرزا پُرزا پاڻُ ڪيو.
11
هَي هَي ڪارڻ هوت، ڏونگر ڏورڻ آئيا؛
ميان تائين موٽَ، ووءِ ووءِ تان نہ وساريان.
١٢
ووءِ ووءِ تان مَ وسار، متان ماٺ ڪري وهين؛
ٿيو پرُ تنهين پار، جاتي پِيو ناهِ ڪي.
13
ڪيم وساري ويهُ، ووءِ ووءِ ڪر وندر ۾؛
پڇڻ ڪارڻ پرينءَ جي، پاڙي پاڙي پيهُ؛
ڏيهه- ڏٽيءَ جو ڏيهه، حاصل ٿئي جَت سين.
14
متان وهين ماٺ ۾، منجهه جلديءَ جُل؛
هتي ويهه نہ، هل، تان ڪِي پڄين پنڌ کي.
15
ويهه نہ وساريج، متان ماٺ ڪري وهين؛
قولُ اهو پاڙيج، هو جو ڪِيڙئي هوت سان.

ڪافي 1
ويجها شال رهن، ميان، ڏور لايا جن ڏينهڙا!

سگها منهنجي سپرين، پکي مان پهن،
وڏا طالع ٿن جا، جَن جي راج رهن،
هِن منهنجي حال جي، سِگهَڙي سُڌ لهن،
طعنا ڏيو ٿن جا، ڏاهيون سڀ ڏهن،
”سچو“ صدقي تن ٿئُون، جي تا ڪيچ ڪهن.

ڪافي 2
ڙِي جيڏيون، آءٌ تان بيو نه ڪندي،
منهنجو پيچ پُنهل سان آهي!

آءٌ جنهين جي آهيان، سو تان مِهَر نه لاهي!
ڪيو ڪميٽيءَ هوت سجڻ سان، سگُ سِياپو ساهي.
هٿ وجي پَئِي هوت جي، وَس نماڻيءَ ناهي.
سوال ”سچوءَ“ جو اهو آهي، نِينهُن سَندن نيباهي.

ڪافي 3
هوندي سڀ پَرسائِن ساڻ، جيڏيون،
هِيءَ پورهيو بَندِي وجي ڪيچ ڪندي.

ڪالهه ڪالهوٽي سپرين، اجا مون وٽ مهمان.
لِڳي ڪاڻن ڪيچ جي، پُرزا ڪنديس پاڻ.
اُنن، اوناڻ ٿئُون، آءٌ ڪاڪيون ڙي قربان.
هٽي ويَڙو نڪري، باروچو مون ٻاڻ.
ويهڻ مون کي وِهُ ٿيو، چيٽڪ ڪيڙس چاڻ.
”سچو“ سوز فراق جو، ڏئي ويَڙم ڏاڻ.

ڪافي 4
پينر هيئن نه پايون، ته هوت ڪندا هِهڙي!

عشق تا آتش جهڙو، لالن وجي لايُون.
ڏينديس باروچن ريءَ، پنيور کي باهيُون.
سَرتِن سُڌ نه سور جي، هي ٿن وجن تا تايُون.
ڏِئون ڏين تيون ڏِيلَ کي، سنديون جتن جايُون.
”سچو“ وجن سائڙو، چُپ چُپاتِيون چايُون.

ڪافي 5
آءُ اڱڻ منهنجي آري، توکي صاحب سارِيان ٿي!

وندر جي نِي وٽن ۾، ميان اَلا، هوتَ مِلِج هڪ واري،
توکي گهڻو نهاريان ٿي.
پرين وَڙڏ، وو، پانهنجي، ميان الا، دوست ڏيو دلداري،
سارو ڏينهن سَنياريان ٿي.
دوست اوهانجي، وو، درد سان، ميان الا، ڳِچيءَ پائي ڳِاري،
سارو روھ رئاريان ٿي.
ڪڏهن ايندين، وو، تون پرين، ميان اَلا، ”سچوءَ“ ڪج ستاري،
هت هنجون ني هاريان ٿي.

ڪافي 6
مون کي هوتن هاٽي، ڪوتي پنهنجو ڪيو!

جَت گهڻا بيا جڳ ۾ سائين، مُنهنجو هوت آرياٽي،
ڪنديس ڪو نه بيو.
لکين پُجن پرينءَ کي، آءٌ تان ڪير نماڻي،
سندن نينهن نيو.
جيهِي تيهِي در دوستن جي، عاشق هيءَ اگهاٽي،
سارو ڪم ٿيو.
ڪيائون ڪناري پانهنجي، هيءَ تان پاڻون ڄاڻي،
جڏو جيءُ جِيو.
پرين ڪيو پنهنجو، سچو سگُ سڃاڻي،
وڃئون ورھُ ويو.

ڪافي 7
پرين نه چِڏج ٻئي پار، ساري تنهنجون ڳالهيون رُئان آءٌ!

اڱڻ آسَروندَ جي، والي ايندين ڪهڙي وار؟
ماري هِن مشتاق کي، ڪانڌ نه وج ڪوهيار.
آهين جنهين تون آسرو، سا ويچاري تون نه وسار.
نماڻيءَ جي نِجهري، آءٌ گهڙي هڪ گهار،
ڪيئي ”سچو“ سان واعدا، سي پروَر لِءِ تون پار.

ڪافي 8
شال اوڏاهون ايندا، وني خاصيون خبران، خبران!

مون هن نماڻيءَ کي، اجا دلاسا ڏيندا،
پرين پاٽهين پاڻ سان، هيءَ گولِي گڏيندا.
محبت مون مسڪين سان، شال نباهي نيندا،
ڏک سک پائي سپرين، هن ڏکيءَ سان ٿيندا.

ڪيچي ڪڏهن ڪينڪي، هيءَ ڇپَر ڇڏيندا،
جيڪي اڳيون پويون، بديون سڀ بخشيندا.
پَڪا پَڪن سامهون، آڻي اوڏا اَڏيندا،
ٻاجھ پريا ٻاجھ مَئُون، ڪري ”سچو“ سڏيندا.

ڪافي 9
نتي وٽي ڳالھ ڪا ٻي، ڙِي جيڏيون، مون ڪي نتي وٽي!

آءٌ نہ ڪنديس، وي، اهڙي، پلو ميان،
ڪيچن جا مون سان ڪي.
اَوهان مِڙن ۾، وي، مست جو ٽيڙس،
پيالو عشق جو پي.
اوهين مڙيئي، وي، عقل واريون،
آءٌ جو بيراڳڻ ٿي.
”سچوءَ“ پڄاڻا، وي، سپرين، پلو ميان،
ڪوھ ڪنديس هِت ڪي.

ڪافي 10

اصل اسانجِڙو آهي، ننگ ٻاروچل توتي!
ڇڏڻ مناسب ناهي، ننگ ٻاروچل توتي.

هيءَ ڪنيزڪ ملھ خريدڻ، سڱ نتي ڪو ساهي.
ذرڙو جنهنکي ذوق تنهنجي جو، ڇپَر تنهن کي چاهي.
جيئن هلائين تيئن هلان ٿي، ڏور وڏي تو ڏاهي.
هيءَ پاڄاڻي پرين سان پرتيوَ، باب سنديو توڙي ناهي.
جيهي تيهي يار اوهان جي، ڇڏڻ لائق ناهي.
ٿرين برين يار ٽڪيءَ کي، رس ڪوهيارل ڪاهي.
ساھ ”سچوءَ“ جو در تنهنجي ڏانهن، هَڏ نہ آسرو لاهي.

ڪافي 11
حال هلڻ جو مون ناهي، آءٌ تان ڪيچ پهچان ڪيئن؟

ناتو نماڻيءَ جو، اَصل توسان آهي،
هيءَ هوت نہ ڇڏِج هيئن.
تون تان صاحب سپرين، سڱ نتي ڪو ساهي،
ڪر جاني وٽيئي جيئن.
پسي حال حقير جو، آءُ ڪوهيارل ڪاهي،
ڪر ”سچو“ پنهنجي سيئن.

ڪافي 12
متان ڏوراپو ڪو ڏيو، ڙي ساٿيو!

هيءَ ڪنيزڪ مُلھ خريدڻ، ڪين هٿئون مون ٿيو.
حرف اسان تي آھ اصل جو، وقت ويسرَ ۾ ويو.
پلئي پائي مَديون، پيش پُنهونءَ جي هي پيو.
”سچو“ ڪوني پانهنجو، پاڻ قريبن ڪيو.

ڪافي 13
اديون ڙي آهيان، ٻانهي سا ٻاروچل جي!

ڏکيا سکيا ڏينهڙا، شال لالن ساڻ لنگهايان.
هِنيَڙي ڪي هن جيڏيون، ڪهڙا سور سلايان.
وندر سنديءَ واٽ تي، چاهَؤن سِر چَلايان.
ويهان آءٌ ڪيئن ويسَلِي، ويندا ڇو نہ ورارِيان.
ڪيهي پئي تان ڪيچ ڏٽن ڏي، ”سچو“ ميڙ سنپايان!

ڪافي 14
ويهي آءٌ ڪوھُ ڪندي، جيڏيون ڙي پنيور ۾!

چونديس حال حبيب کي، ڳچيءَ پائي ڳندي.
ڪُني سا ڪيڏي وجي، جا برھ تنهنجي بندي.
جيهي تيهي حال آهيان، ”سچو“ صاحب سندي.

ڪافي 15
ڇڏي هوتَ حجتَ، ميان ڙي، ٽيس آءٌ نانءِ نماڻي!

اچي مون کي ڪينڪي، ڇڏي لوڪ لذت، ميان.
وڏو آهي مامري، مون کي تان محبت، ميان.
ويا نِدر ڪان نڪري، اونِي رات اُڇٿ، ميان.
سُورَ تُنهنجا سپرين، رُڳا ئِي راحَت، ميان.
مون کي ٽيلَڻ آئيا، پيرن سان پَربَت، ميان.
”سچو“ سڪ اوهان جي، واڳيو ۾ وحدت، ميان.

ڪافي 16
ٻانهي ٻاروچل جي آهيان، وي آهيان!

پريان سندي پار ڏانهُن، آسرو هڏ نہ لاهيان، وي لاهيان.
صورت وارا سُپرين، آءٌ نِماڻي ڇا هيان، وي ڇا هيان.
هُو تان سائين، آءٌ تان گولِي،

سڳُ نہ ساٽن ساهيان، وي ساهيان.
ڏينهن لنگهيم هِت ڪيترا،
ڪيچ وٽن ڏي ڪاهيان، وي ڪاهيان.
هُئڻ "سچوءَ" جو آهي، تنهين سان،
اُنهن پاجهون ناهيان، وي ناهيان.

ڪافي 17

ڙِي جيڏيون هاٽي شال ٿئي، منهنجو پاڙو پرينءَ سان!

مان مُئِي تان گهوري، جاني شال جِئي.
هِنَ تان پُورُ پرائيو، هاريون هوت وئي.
پاروچي ڪا پاجهه پَئي، هِيءَ تا نالِ نِئي.
سارو مطلب مون ٿِئو، پُنِيءَ هوت پِئي.
شال "سچوءَ" کي سُپرين، ڏوراپو نہ ڏئي.

ڪافي 18

آءٌ ڪيچ ڪندِي، وڃي پورهيو پرينءَ سان، ڙي جيڏيون!

جيهِي تيهِي يارَ سڄڻ جي، چڱِي توڙي مَندِي.
آءٌ تَنين جِي آهيان، پرهَ جَنين جِي بَندي.
چوندِيَس حالُ حبيب کي، ڳِچيءَ پائي گندي.
اَڻ مُلِهِ پانهي آهي، سڀَ پَر سائِن سَندي.
"سچو" سارِيائِي دلڙي، رَمزَ تَنين جي رندي.

ڪافي 19

ڙِي جيڏيون، آءٌ تان حال پُنهل سان ڪندي!

اصل لاڪون آهيان سائين، بَلوچاڻي بَندي.
وَسُ ناهم وارَ جو سائين، آهيان سائِن سَندي.
ڪَندي وڃِي ڪيچ ۾، دانهون سي درد مَندِي.
سُڌ لهندا سي وري، پرهَ جَنين جي نِي بَندي.
"سچو" اڳِئُون سڄڻين، ڳچيءَ پائي گندي.

ڪافي 20

سارو ڏينهن روان ري، هيس جيڪِي هوت پنهونءَ سان وعده!

پُٺڻ وارو ناهه ڪو، جنهن کي حال چوان، ري.
قاصد اچي ڪو اوڏانهون، پيرين ٿنهن پَوان، ري.
ڏکايو تان ڏيل کي، اَڏيون اچ اوهان، ري.
اُنهن پاجهون سَرتيون، نِت نِت سورَ نوان، ري.
ماريُون محبوبن جي، طلب ناهي توهان، ري.
غرض نہ رڪان لوڪ جو، هِڪُ سائين هُئڻ سَوان، ري.
"سچو" پاجهون سوزَ جي، پيون لاتيون ڪين لَوان، ري.:.

## داستان ٿيون

1
ڏکن مَنجهان سُک، مُون تا لَڌا جيڏيون؛
ڏوريندي کي ڏُک، سُونهان تيڙا سَڄڻان.
2
هَنِ سَهانگا سُک، جي ساري عالم آئيا؛
ڏور مهانگا ڏک، جي ورتا وِرهه وارئين.
3
سينڌيون جي سُکن، تنين گوندر گهوريا؛
ڏنم ڪاڻ ڏکن، هي سِرُ سارو سَٿِ ۾.
4
سُکِيون ڪوهه پُڇن، سنديون ڏکن خبران؟
سي هِن وهاڻءِ وجن، ڏِيل ڏکايل جن جا.
5
ڏکيون پُڇن ڏک، سُکيون پچن سکڙا؛
هن کي حاصل جو ٿيو، جيڪي منجهان جُکَ؛
نينهن وارن جي نُکَ، لڳي لوريءَ وارئين.
6
گوندر ڪيئن گهوريان، جنهن ڪيَس سينڌي سڄڻين؛
جان تِڪ پئي توريان، تان ڏک موچارا سُک ڪئُون.
7
جي گوندر گوش نہ ڪن، ڪُهه پيون سي سرتيون؛
جَن سنگت ساڻ سُکن، سي پاٽئون هوتَ پري ڪيون.
8
گوندر گهمي جي لهان، تان سُک سَوين ساڙيان؛
آءٌ پُڻ ڪيئن پاڙيان، ڏک سکن سان سرتيون.
9
جنين گوندر گوشُ، آءٌ گهٽو تَنِ نهاريان؛
جال انهن ۾ جوش، سدا آهي سرتيون.
10
جي سارو پُڇان لوڪ، تا گوندر وارو نہ لهان؛
ههڙو پَلو توڪُ، کهين پاڳ پرائيو.
11
گوندر ڏينهن گذار، جان تون جئين جِندڙا؛
سو ئي عهد پار، جو ئي ڪَيُئِي پرينءَ سان.

12

سُکن واريون سَوَ، ڪا ڪا ورهُ وارئي؛
ترت انهيءَ ڪان تَوَ، پڳيون آتڻ واريون.

13

آتڻ واريون آئيون، ٿيون آتڻُ اُجارين؛
جي گوندر گذارين، آتڻُ تن اوڪ ٿيو.

14

سارو لوڪ سُکن، پوءِ رهايو پرينءَ ڪٿون؛
ڏسو واهَ ڏکن، هوتُ وهاريو هنج ۾!

ڪافي 1

سرتيون منهنجو ساهہ، هاڙهي سي هوت وني ويا!

ڪونہ ڪميٽيءَ جو تئي، هاديءَ ري همراهہ.
پينر هن پنيور ۾، آٿيندن الله.
هَنڌُون جنهين هوت ويا، روئي چمان سو راهہ.
پرڏيهين تي ناهہ ڪو، وريتيون ويساهہ.
آهي رفيق رُجن ۾، سندو سوزِ سپاهہ.
ناهيم ٻئي ڪنهن لوڪ جو، پاڙيچون پرواهہ.
معاف "سچوءَ" کي سي ڪندا، جيڪو ڏوهہ گناهہ.

ڪافي 2

اَچي ڪونہ ايڏاهون، ماٺهو شهر پنيور ۾!

منهن ڪري اُنهينءَ پار ڏي، ميان، ويني ڪيم اَلاهُون.
ڏسي حال حقير جو، ميان، اَچن منَ اڳاهُون.
ڪو پَلُ پاڄاڻيءَ ڪٿون، پَري تي نہ پَراهُون.
ٿر ٺڪائِي آهيان، ميان، پَڪا اَڏِج اوراهُون.
سُٺِي موٽ "سچوءَ" جون، ميان، آرياڻي آهُون.

ڪافي 3

وٺي ٻاروچي ٻولي، سدا تان ساهہ منهنجي کي.

هُئي پناهہ ۾ يار سجڻ جي، ٻاروچي جي ٽولي.
ٻاروچاڻي ذات جي، ڳولن جي آهيان ڳولي.
ڪاڪيون وينديس ڪيچ ڏي، ڏونگر پايان ڏولِي.
"سچو" سامَ اُنهيءَ جي، آهيان عيبن اولِي.

ڪافي 4

ڪي ايندا، هيڏي ايندا، اَلو، وهنيان ٻاروچا!

ساٿي مون کي سچ چئو، دوست دلاسو ڪو ڏيندا؛
هوندا ڪي مون وٽ هميشه، وري ڪي پوئتي ويندا؛
هيڪَندَ شهر پنيور ۾، ساڻُ ٺڪِي اچي ٿيندا؛
ٻاروچا سي ٻاجهہ ٻَئِي، آءٌ چڱي کي چِيندا؛
سُور "سچوءَ" جا، سرتيون، نال پنهنجي کي نِيندا؟

ڪافي 5

اڙِي جيڏيون، مون کي چو ٿيون پرينءَ ڏنهُن جهليو!

ويهان ڪيئن پنيور ۾، جو روحُ اُنهن سان رليو.
ساٿُن ٿيندس سنگتي، جو هوت هاڙي ڏي هليو.
پِريان سندي پارَ ڏنهن، پاڙيچُون نا پَليو.
سجڻ سارو پانهنجو، سِر "سچوءَ" کي سَليو.

ڪافي 6

پانڌي، دلاسو ڏي مون، ايندا آرياڻي ڪي اوڏا!

آڏيءَ رات جو، وو، ڪيائون سانپاهو،
حال ڪيا تَن هي مون، ويا تا تِرڪي توڏا.
ڪيو قبول، وو، پُنهونءَ ڪارڻ،
ڏک سوين نِي سي مون، لَڪ ڏئي لک لوڏا.
محبت ڪٿُون تان مُنهُن نہ موڙيان،
پرزا ٿيان هِت جي مون، گسي وجن توڙي گوڏا.
سر تان صدقي، وو، آهہ "سچوءَ" جو،
ڪاڪيون چَون هِت ڪي مون، درد ڏيندو سو ڏوڏا.

ڪافي 7

آءٌ وجان تو تڏُون گهوري گهوري، ميان!

ڏونگر رهيس ڏاڪڙا، تنهنجي ڪارڻ ڏوري ڏوري.
تو ٺڪائِي، وي، آهيان، اَچج آرياڻيءَ تون اوري اوري.
پلا هن پنيور ۾، تِر نہ رهنديس توري توري.
مون کي وڏو مون پرين، جهٽڪ اوهانجڙيءَ جهوري جهوري.
"سچوءَ" جو ني سُپرين، هِنيَڙو نيو هي هوري هوري.

ڪافي 8
بيو ڪير حامي منهنجو ٿيندو، لکي پاروچَل پاجهون!

درد منديءَ جي دل انهيءَ کي، پاٽڻون دلاسو ڏيندو.
ڪين ڇڏيندو ڇپرين، سوئي نال نِماڻِي نيندو.
اَڪرين سان سَپيئي ڏسنديون، اگڻ آرياڻيءَ سو ايندو.
پاڻ پنهنجو يار پيارل، ساڻ غريبِ گڏيندو.
ڏنگاين ڏي ڪين ڏسندو، بديون تان بخشيندو.
مِهرَ پنهنجيءَ ساڻ ڪنهن ڏهاڙي، ”سچو“ سو نانءُ سَڏيندو.

ڪافي 9
آءٌ ويندي پُنهل جي پار، ميان، ٿڪِيس ڪِين ٿرن ۾!

مون مَن گڏي گوندرين، ڪيچي ٿِيَم قرار.
ذات جتن جي جيڏيون، جيءُ وڌو آهي جار.
ڪندي وجي ڪيچ ڏي، ڪِنيزاٽِي ڪار.
آهي ڪاڻ قريب جي، وجڻ مون وٽڪار.
پُرڻ اتم پند ۾، دوست پُنِيءَ دزڪار.
سارو ڪم ”سچوءَ“ جو آهي، اُنهن جي اِختيار.

ڪافي 10
اج اهو ساڳِي مون سجاتو، آهي ٻڙيون پاروچو!

اصل لاڪُون آهي اُنهن سان، هن نماڻيءَ جو ناتو.
اچي ڏنم اوچتو، پيچُ جَنهن مُون سان پاتو.
قِريس قيريدار جان، جاڻ نہ مون هيئن ڄاتو.
لتو لحظي هڪ ۾، اديون ڙي اوراتو.
صدقو ”سچو“ تَنهِن اُتون، عشق جَنهِن سان تو لاتو.

ڪافي 11
وجي ڏيهہ پرين، ڙي ساٿيو، منهنجو ڏجو سنيهو!

اوهان پاجهون سُپرين، ڏکيا ڏينهن لنگهن.
وينا ڏسون واٽڙيُن، اگڻ مانَ اچن.
ڪونہ ورندي تو ڏئي، وندر جي ٻي وجن.
ڏکيا اُهي ڏينهڙا، جي پاسي ڪان پرين.
پينر شهر پنيور ۾، شال پيرو ڪن.
ويچاريءَ نہ وساريو، جا لڳي ساڻ لَڪن.
جيهو تيهو آهي ئي، ”سچو“ سگ سندن.

ڪافي 12
ڪيچن جي ڪَڏَ ڪاهِ، متان ويهين ڪِين وساري!

ڏسندينءَ ڏونگر چوٽِئين، بَلوچاڻي باهہ.
قولچ پاڻ فقير ٿي، وندر جي وٽراهہ.
ساري شهر پنيور جا، لاڳاپا سڀ لاهِ.
متان ويهين ماٺ ڪري، ڏونگر ڏورج ڏاهِ.
عرض وجي ڪر روبرو، بيا ساٿي ڪِيم سَنياهِ.
ٻانهي ٿج ٻروچ جي، ڪو تون سَگ نہ ساهہ.
روح رهي هِت هوت ريءَ، ”سچو“ ڪنهن نہ صَلاح.

ڪافي 13
بيو ڪير پڇي تو حال منهنجو، خان ٻاروچل پاجهون!

تو ريءَ آهيان يار سجڻ، ميان، اُداسي اَهنجو.
جَنهين ڪَهين سان پيچ پاتوسين، غرض رکي سو نہ ڪنهنجو.
خيال اسان ڏي آهي جنهن جو، آءٌ ٻي سو آهيان تنهنجو.
اَسان ڄاتو صحيح سڃاتو، عاشق آهين ٿون اَسانجو.
دروُن پيهِي پاڻ پُڇَندو، آهين ”سچو“ ٿون ڪِي سَهنجو.

ڪافي 14
اَڪرُيُن اِسرارُ، مون ڪي ڪو جو ڪيو، ميان!

اُنهن تان ڏيکاريو، ڪاڪيون ڙي ڪوهيار.
تِنهين ڏهاڙي ڪيو، ٻرهَ ٻي اختيار.
ڏونگر تو ڏورائي، چشمن جو چمڪار.
ناز نيڻن جو سَرتيون، ووڙائي وٽڪار.
سوز سڄڻ جو سَرتيون، ”سچوءَ“ کي سينگار.

ڪافي 15
يار پُنهلَ پيغامي، ڪڏهن مُڪو ڪونہ مون ڏي!

روز اَزل ڪوُن يارَ اوهان کي، منهنجو ساهہ سلامِي.
اوهين نہ ايندؤ، اَسين ايندا‌سي، اِها اَسانجي اَنجامي.
پرين ڏسِجو وَڙَ پنهنجي ڏي، آهن عيب اسان ۾.
جان جُٺي، جان ڪِي، ٿيندي نہ طلب تمامي.
ڳالهيون اوهان جون ٻارڻُ ٻارن، ويندءُن سي ڪين وسامي.
ڏيئِي اسانکي ڦَٽ فراق جا، ٿئين تون يار آرامي.
دَرَ اوهانجي جِي يارَ ”سچوءَ“ تان، مَجِي آهي غلامي.

ڪافي 16
پوءِ هت ڪيئن ڪندي، پاڄهون يار جي آءٌ!

پيرين پَوندي پرينءَ جي، ڳچيءَ پائي ڳندي.
وَهي ٿي واڪا ڪيون، نيڻن مَنجهؤن نَدي.
سَڀ پَر سَندين آهيان، چَڱي توڙي مَندي.
دل ”سچوءَ“ جي سَرتيون، بِرهَ تَهين جي بِندي.

ڪافي 17
آءُ وري تون تان ويهُ، سڄڻ آءٌ تان تنهنجڙي آهيان!

آهون عاشق جون سُٽي، ڇڏ پرين پَرڏيهُ.
پڪي پاڄياٽين جي ميان، آءُ پرين تون پيهُ.
اَصل لاڪون آهي ٿي، هِي ڏاها تنهنجڙو ڏيهُ.
”سچو“ جوني سپرين، آءُ ساري ساٽيهُ.

ڪافي 18
ڳولن جي آءٌ ڳولي،
خان ٻاروچا، تنهنجي!

آءٌ نہ ڪنديس ڪڏهين، ٻانهپ ريءَ ٻولِي.
سُڌ اچي لهه سِگهَڙي، آهيان سا عيبن اولِي.
هِن ڏهاڙ جهڙي ڪا، لهندين ڳوڻن مون مس ڳولِي.
نانءُ سائينءَ جي يار سڄڻ ڙي، ڪر ”سچوءَ“ سان سولِي.

ڪافي 19
ساٿ سلامت آيو، پڪي ٻاروچَل جو.

ڏينهن فراق جا لنگهيا اسان ٿون، مولِيٰ سو محب ملايو.
ميلاپي جو مِهر پيئي تان، واليءَ ورق ورايو.
وَڙ پنهنجي ڏي پاڻ ڏنائون، ويڙهو هي يار وسايو.
ميرا لاهي اچا ڪياسي، هوتن تان نيهن نباهيو.
ڏيو مبارڪان سيئي ”سچوءَ“ کي، جو سورن اچ سِڏايو.

## داستان چوٿون

1
متان وسارين، ووءِ ووءِ ڪَر وندرَ ۾؛
جي ڳوندر ڳذارين، سي تو چڱا ڏينهڙا.

2
چڱو ڳوندر غَمُ، جي مون پچيو جيڏيون؛
مَنجهه ڪشالي ڪَمُ، آهي وِرهَ وارئين.

3
ڳوندر آهي غُرضُ، جي مُون سُٽو سَرتيون؛
فنا سڀ فَرضُ، ڪري سو سُنتَ سين.

4
ڳوندر جن ڳُذاريو، ڪاٿُون سي لَهان؟
هڪڙي رات رهان، وجي وِرهِ وارئين.

5
ڳوندر جَن ڳذاريو، ڪاٿُون لهان سي؟
حال پنهنجو هي، وجي ڏسيان ڏکن وارئين.

6
ڳوندر جن ڳذاريو، آءٌ تَنِين ڳولي؛
هِنيَڙي ۾ هولي، هوندي ڏکن وارئين.

7
ڳوندر جن ڳذاريو، سُورَ پُڇَن سي ئي؛
پِرهه جِي پيئِي، تَنين مَتي مائڙي.

8
ڳوندر جن ڳذاريو، پيهي سي پُچان؛
اُنهن لَڳ لُڇان، ڳهٽو آءٌ اُباٽِڪِي.

9
ڳوندر جن ڳذاريو، آءٌ پکي تن پيهِي؛
وتانئُن ويهي، وٺان واسُ وِرهِ جو.

10
ڳوندر جن ڳذاريو، آءٌ تَنين ڳهوري؛
سدا مون جهوري، آهي ورهه وارئين.

11
ڳوندر جن ڳذاريو، مُنهن تَنِين مَشعَلَ؛
ڪا مون پوي ڪِل، اُنهن جِي افسوس جي.

12
ڳوندر جن ڳذاريو، مُنهن تَنِين مَهتاب؛
سنديون نِينهَن نواب، آهن ورهه واريون.

ڪافي 1
آڏو مانَ اَچن، وو، ڏسي منهنجو حال، پَلو!

هو جي ڪيڙم ڪاف ۾، ڪوڪان پَونِ ڪَن.
ڪيچڙن جا ڪاڪِيون، تان رهبر واٺ رَسَن.
خبران ڏکن سنديون، اڳيون پاڻ پُڇَن.

ٻاروچان ٻاجھ پئي، چڳي آءٌ چوَن.
پنڌَ ڪريندي پرينءَ ڏي، مَرُ پُرزا پيرَ ٿِيَن.
”سچو“ پنهنجي ساٿ سان، نماڻِي ٻہ نِيَن.

## ڪافي 2

آءٌ ٻانِهن جي سا ٻانهي، آهيان عيبدار، ميان!

عمر سڄيائي ڪوڙ ڪمايَم، بخش اُهو مونکي جاني.
روز ازل ڪـُون اَبد تائين، آهي ڳچيءَ منهنجي ڳاني.
ڏوھ ڏِنگايون ڏِس نہ منهنجون، محب ڪرين مهرباني.
ڪيئن ”سچوءَ“ جي دل سا دلبر، دوست ڪَيوَ ديواني.

## ڪافي 3

مون ڪي نال نئين، نِي، اِهو ڪيچِڙَن جو قافلو، ميان!
اڱڻ شال اچي، نِي، اهو سپرينءَ جو ساٿڙو، ميان!

پنيءَ هوت پنهونءَ جي، ميان، هلڻ سان هِنئين، ني.
پُڄاڻان پرين جي، ميان، جِند ڪيئن جِئين، ني.
وڏي ٻاجھ ٻروچ ڪي، ميان، اُتي چوَن اِئين، ني.
”سچو“ چون سُڌير ٿي، پلو، پوندي مَهِر مِئين، ني.

## ڪافي 4

مانَ اچن اُهي ڪاٿُون، مُئي ويا جي ماري!

سپريان ريءَ سرتيون، آهيان اُٻاٽي آئُون،
ويهان سي ڪيئن وساري.
پِرين ڏِس، وو، پاڻ ڏي، ميان، آهيان ڏُهارڻ آئون،
نيندا سي نال قطاري.
اچي اسان وٽ سپرين، ميان، اديون ڙي شال اوڏاهون،
مانَ ڪو ڏينهن گذاري.
آيا قاصد ڪيچ جا، ميان، اِئين سو مونکان اُتاهون،
يارُ سڄڻ توڪي ساري.
آڌيءَ رات اُتي ڪري، ميان، جَتَ ويا هُئم جائون،
تائون سا نِتُ نهاري.
هاري توسان هوءِ جي، ميان، ڪي جي قول ڪيائون،
پرين اُهي سڀ پاري.
ويهين وساري وو اِتهين، ميان، هيءَ نِڪار چَيائون،
”سچو“ دوست سَنپاري.

## ڪافي 5

ڏاڍو جُدائيءَ جَلُ، ميان، ووءِ، ووءِ، ووءِ،
مون وٺـُون هوتَ مَ هَلُ.

اَچي ويهُ اَڪِن ۾، پاسي ٿيءُ نہ پَلُ.
ڪيچ وٽن ڪم ڪهڙو، ڳالھ سانول اِها سَلُ.
مُئِي ڪان منهنجا پرين، چوريءَ يارَ نہ چَلُ.
ڪري ڪَشالا ڪاف ۾، لٽم ڪوهيارَلُ.
”سچوءَ“ جي ني ساھ سان، هُيا سي رلـمَلُ.

## ڪافي 6

ڪندي سا ڪيئن قرار جيڏيون،
جنهن جو جيئڙو جَتَن سان!

وِره وارن ڪي سرتيون، ويجهو آهي وٽڪار.
ٻڙيون، ٻاروچَل جو، نينهُن لڳم نروار.
محبت ڳِڌي نہ لَيي، خرچين لک هزار.
ڏسنديس اکڙين سان، ڪاڪيون ڙي ڪوهيار.
چِڏي لاڳاپا لوڪ جا، عشق ڪيم اِختيار.
سدا آهي ”سچوءَ“ ڪي، پينر بره بهار.

## ڪافي 7

هلان پنهل تو ساڻ،
ساڻ هلي تنهنجي گولي گذاريندس.

چُلي پِيَس چَپرين، سَگ تہ توئي ساڻ.
ڪوجهي ڪاري هان تنهنجي، پنهل پاڻ سڄاڻ.
توري توريندؤ ڪيترو، محبت وارو ماڻ.
توڙ نباهج تون ڏٽي، سهٽا ”سچل“ ساڻ.

## ڪافي 8

ڳالهيون ڳُڻَ تنهنجا يار سَڄڻ، مون ڪي روز رئارن ٿا!

سِرَ تي سوز فراق جا، باري چاڙهيئي بار سڄڻ،
ايڏانهن نيڻ نهارن ٿا.
منهنجو اندر اَڌُ ڪيو، جانب تنهنجي جارَ سڄڻ،
مونکي ماٽا تنهنجا مارن ٿا.
پرين پاڙج پانهنجا، جي ڪَيَڙءِ قول قرار سڄڻ،
منهنجو جيءُ جيارن ٿا.
ماٺهو شهر پنيور جا، مِهٽا لک هزار سڄڻ،

مون کي ڏيهَ ڪڍُّون ڏيارن تا.
قاصد چون، وڃ، ڪيچ جا، تو هُت سار سنيار سڄڻ،
توکي "سچو" پاڻ سنيارن تا.

ڪافي 9
ڪنهن کي حال چوان هي،
اَديون ڙي، واويلا، ووو!

ڏيرن ڏيئي ڇڏيا، موتي سور نوان هي.
مهٽا محبوبن جا، ڏنا پاڻ اوهان هي.
سُکن اُتي سرتيون، ڏيان نہ سور سنوان هي.

ڪافي 10
مون کي دوست ڏنيون دلداريون،
جِيَس آءٌ تان، ني، وو جيڏيون!

باجھ باروچا تو پوي، سُٺي ضعيفِ جون زاريون.
سئيون سپيئي سڄڻن، عاجز جون آريون.
لٿا فلڪ فراق جا، آءُ تا ڳڏ گذاريون.
توکي تان ترَ جيترو، وار نہ وساريون.
سي ئي "سچو" آئيا، جن لءِ جھُونگاريون.

ڪافي 11
مون کي محب ويو ماري،
ڪنهن در ڏيان هيءَ دانهڙي!

سوزُ تُنهنجو سُپرين، ڪوڪان تو ڪاري.
هوت نماڻيءَ هِنَ کي، ويهُ نہ وساري.
نيو پورهيت پاڻ سان، پنهنجي ڪَڍَ قطاري.
ويو باروچو نڪري، عاشق هيءَ آزاري.
راتو ڏينهان سُپرين، "سچو" سَڳ سنياري.

ڪافي 12
مون کي آڏر ڏي، ميان، سُهٽا ساٿيڙا، ڙي!

وڃي چئج پرينءَ کي، حال منهنجو هي.
پريان سنڌي پار ڏهُون، قاصد اُڃن کي.
وعدا پاڙج پانهنجا، جاني ڪيڙءِ جي.
هو جي ڪَيَو ڳالهڙيون، ساھ نہ وسرن سي.
"سچو" سنگت پانهنجي، نانوَ ڏٺيءَ جي ني.

ڪافي 13
ڏونگر چو تو ڏڪائين، پير پياديُن جا، ميان!

پنڌ ڪَرن جي هوت پنهونءَ ڏي، تَن چو روھَ رهائين.
اِهو ڏوراپو ڏيندءِ اوڏاهين، چو طالِبُ تو ترسائين.
هيئن تو گھرجي عاشقن سان، ميان ڪا مدد ڪرائين.
ڪَر ڪو تورو سڳَ "سچوءَ" سان، مُحبَن ساڻُ ملائين.

## داستان پنجون

1
ڪيچَڙُون آيو قافلو، مون ڪَر پُڇيائون:
ڪَرم ڪيائون، هن مون نِماڻِيءَ تي.
2
ڪيچَڙُون اچي قافلو، مون وٽ ٿيو مِهمان:
"سچل" ساري ساٿ جو، هو آرياڻي اڳوان:
مولیٰ مهربان، نِتر نماڻيءَ تي ٿيو.
3
ڪيچَڙُون آيو قافلو، رات موچاريءَ رُوءِ:
مڙيوئي خوشبوءِ، ٿيو سارو شهر پنيور جو.
4
ڪيچَڙُون آيو قافلو، ڪٽي ڪتوري بار:
هر ڪَنهِن هَنڌ هُبڪارَ، ڪَيَئِين سارو شهر پنيور جو.
5
ڪيچَڙُون آيو قافلو، رُوءِ موچاريءَ رات:
سنديءَ جَتَن جاتِ، واسيو شهر پنيور کي.
6
ڪيچَڙُون آيو قافلو، ڪٽي عطر عنبيرُ:
تنهن سَرهائيءَ تاثير، ڪيو ساري شهر پنيور کي.
7
ڪيچَڙُون آيو قافلو، ڪتوري ڪٽي:
تنهن جي هُبِ هٽي، واسيو شهر پنيور کي.
8
ڪيچَڙُون آيو قافلو، خوب ٿيس خوشحال:
چڱو ٿِيَڙُم حالَ، پَسَڻ ساڻ پرينءَ جي.
9
ڪيچَڙُون آيو قافلو، پيئڙُ منجھ پنيور:
هيءَ ڪميٽي ڪمزور، پر پرينءَ پنهنجو وڙُ ڪيو.
10
ڪيچيڙن مون ڪالھ، دم دم دلاسا ڏنا:
هَي هَي منهنجي حال، جي ويهي هِت وساريان.

11

شال نہ وسرين هوتَ، ٻيو سڀ مون وسري:
مون کي تائين موت، هئين اکڙين ۾.

12

ويُم نڪري قافلو، آءٌ متي راهہ رهي:
ٻاروچا ٻَهي، هِت تي ورهُ وسائيان.

13

ويم نڪري قافلو، هاڻي ڪيئن ڪريان؟
ويني ڏک ڏريان، پرين ريءَ پرڏيهہ ۾.

14

ويم نڪري قافلو، ڏاڍو ڏيئي ڏُک:
ويني ساريان سُک، جو هيڪَند هُيس هوت سان.

15

ويم نڪري قافلو، ڪائي نہ پيئي ڪَل:
سيني اَندر سَل، اُٿم آريءَ جام جا.

16

ويم نڪري قافلو، اُديون آڏيءَ رات:
ٻاروچاڻي ذات، ڏسان شال اکين سان.

17

ويم نڪري قافلو، ڪَل نہ مون پيئي:
حال سندم هيئي، مانَ ٻُڌي ٻاروچو وري.

18

ويم نڪري قافلو، آءٌ متي راهہ رهياس:
جيڏيون آءٌ جِياس، جي مُنهن ٻاروچي ڏسان.

19

ويم نڪري قافلو، آيل، چُپ چُپات:
ٻاروچاڻي ذات، مانَ مون سين ڪو وڙ ڪري.

20

ويم نڪري قافلو، آءٌ پيرين پيادي:
ٿئي مُون شادي، جي منهن ٻاروچي ڏسان.

21

ويم نڪري قافلو، آءٌ پُٺ ڪٽان پيرَ:
ڏک ڏيئي ويا ڏيرَ، مانَ ٻاروچو ٻاجھ ڪري.

22

ويني ورهہ وسايان، ڪانڌ، اچي لهہ ڪَل:
جانِي تنهنجي جَل، منهنجو اَندر اڌ ڪيو.

23

منهنجو اَندر اڌ ڪيو، ڦٽا هِن فراق:
مري تي مُشتاق، ڪا ڪر ور ولهيءَ جي.

ڪافي 1

مون ڏِي واڳِ ورائيندا، سرتيون، سِگھڙا ٻيلڙا ڪوهيارا!

پَڪا پَڪن سامهون، اوري آڻي اَڏائيندا.
پينر هن پنيور جا، وري پاڻ وسائيندا.
سيپئي ڏسنديون سرتيون، روندي هوت ڪلائيندا.
پاڄياڻيءَ جا پاڻهين، پَڪا پاڻ پُڄائيندا.
سور ”سچو“ ڙي، هوت سان، هِيءَ غريب گڏائيندا.

ڪافي 2

آءُ هَلي ڏس حال، منهنجو ٻاروچل ڙي، ميان!

راتو ڏينهان روح ۾، تنهنجو خاص خيالُ.
اوهان ٻاجهُون سُپرين، ساعت پايان سالُ.
مون تا نماڻيءَ سان، ڪر پلائي پالُ.
سارڻُ سِڪَڻُ اَن جو، مون کي مِلڪِ آئون مالُ.
مرشد سارو مَجيو، ”سچوءَ“ جو بہ سوالُ.

ڪافي 3

پڇُون ڪِينَ پرن، ميان، حال منهنجي جون خبران،
ساڻيو ڙي، پانڌيو ڙي!

آهي ٻاجھ بروچ کي، متي مَعذورن، ميان.
ساهہ سِڪي تو جن لءِ، سي مون کي سارن، ميان.
هِن دم دلاسا ڏنا، سرتيون مون ساڻِن، ميان.
تون هِت کهڙيءَ ڳالهہ ۾، تو هُت ياد ڪرن، ميان.
تون جنين جي آسري، سي تو ڪٽي چڏن، ميان.
”سچو“ سَنگت پانهنجي، مانَ غريبِ گڏن، ميان.

ڪافي 4

ڪيچي ويڙم ڪالهہَ، آءٌ تي ورهہ وسايان!

مانَ نماڻيءَ هِن جِي، سِگھِي لَهَن سنڀال.
پينر آهي پَنيورَ ۾، جيَڻ منجھ جنجال.
جَن لءِ ڏونگر ڏوريان، سي ئي ڏسان شالَ.
آءٌ پيادي نہ پُڄان، ڏاڍا ڪاڪَ ڪشالَ.
مون جِياريو جيڏيون، سَندن خوابَ خيالَ.
ساڻ ”سچوءَ“ ڪَن سُپرين، پَلائيءَ جا پالَ.

ڪافي 5

ٻاروچي لؤن لائِي، وو مِيان، ڪوهياري لؤن لائِي!

ڳالھ نہ ڳرهڻ جهڙي، ڏاڍي سُورَ سَلائي.
سرتيون مون سان سُورَ ۾، پينر ڪا نا پائِي.
هِيرَ وٽي سا هانوَ ڪي، ڏانهُن عَجِيبن آئِي.
سِر ڏيوڻ سڄڻ ڪي، ”سچو“ آهي سَچائِي.

ڪافي 6

اُهي ڪاڪيون ڪوهيارا،
اَڄُ اڱڻ منهنجي آيا!

پيهي پاڙهي آئيا، جَن ڏور تي ڏسايو؛
هَتـڻُون جَنِين هِنيَڙو، اَديون مون تي گسايو؛
جَن جي ڪارڻ جيڏيون، مون تي پانڌي پُڇايا.
هُيس جَنِين ڪاڻِ آءٌ، آيَل اُباڻون؛
دل ۾ دردمنديءَ جي، وڏو ورهُ وڌائون؛
پوٺيون پَٺايَم جَن لءِ، اُهي مولىٰ مِلايا.
وعدا پانهنجا سرتيون، اُهي پاڙهي پاڙيائون؛
نِماڻيءَ جي نجهري، اَچي پَڪا اَڏيائون؛
اُنهن ڪارڻ ڪاڪِيون، مون تي وِرھ وَسايا.
ڪَرم ڪيائون پانهنجو، هاڻي حال ڏسي هيئي؛
وائِي فلڪ فراق جي، هاڻي وڃؤن ئي ويئي؛
”سچو“ گڏيو سَڄَڻا، جنهن تي ڪانگ اُڏايا.

ڪافي 7

مُڪا دلاسا ڏيئي، ري سڄڻ مُون ڏي!

دوستن دلداريون ڏنيون، حال ڏسي تان هيئي.
پَسي عيب اسان جا، مِهَر پُنهونءَ ڪي پيئي.
وريو ورق وصال جو، وائي هِجر جي ويئي.
ماريون ملاقات جا، وس ڪيا هم ڪيئي.
”سچو“ سي ئي آئيا، جِيءَ گُهريا هَم جيئي.

ڪافي 8

آهي منهنجو سَڱ، تان پُنهَل توئي ساڻ!

آءُ اوري تون وج نہ پري، ساھ وني وج ساڻ.
هوت جي ني هلڻ جو، ڪو نہ پيم اُهجاڻ.
ڇُلي پِيس چيرين، سڱ پنهل تنهنجي ساڻ.
لڳو آهي دل ڪي، ٻاروچل تنهنجو ٻاڻ.
سِر ”سچوءَ“ جو يار اَوهان تَئُون، ڪوڙين ٿئي قُرباڻ.

ڪافي 9

جنهن جي آهيان عشق اندوهي، تنهن ٻاروچي ڪي ٻاجھ پوي!
آءٌ حال چونديس روئي، تَنهن ڪوهيارل ڪي ڪَهَل پوي!

سا نہ ڇڏيجو چيرين، جا لَعَلن تو سان لوئي.
پِريان سَندي پار ڏنهُن، قاصِد اچي ڪوئي.
سوئي ايندم سُپرين، جانب جيءَ جو جوئي.
پورهيو ڪنديس پرينءَ جو، ڳچيءَ پائي اوئي.
سَمَر ٿيڙم سُج جا، حُبَ توئي سان هوئي.
اڪيون عجيبن ڏي، بينيون جُهڙ جهوئي.
”سچو“ سگ اوهان جو، پور وڏا جنهن پوئي.

ڪافي 10

آءٌ اوهان تَون گهوري، اَڙي ڪيچيو، ساڻ نيجو!

راتو ڏينهان روح ڪي، آهي اوهان جي جهوري، اڙي ڪيچيو!
دائِم وڌيَوَ دل ڪي، هِن ڏکن جي ڏوري، اڙي ڪيچيو!
ويهان ويهَڻ نہ ٿئي، ڏاڍي سا لايَوَ لوري، اڙي ڪيچيو!
ڪرڻ مناسب ناهي تان، ساڻ ضَعِيفن زوري، اڙي ڪيچيو!

ڪافي 11

مون ڪي هيئن نہ ڇَپَر ڇَڏ، ميان، اڙي پلو پُنهَل يار!

پرين پاڄياڻي پانهنجي، گولِي گولِن گڏ، ميان.
تون تان صاحب سُپرين، هِيءَ ڏُهارڻ ڏڏ، ميان.
آءٌ اوهان جي آهيان، هُؤن هُؤن هڏ، ميان.
تُنهنجي صاحب سُپرين، شال نہ سِڪان سڏ، ميان.
جايون جانَب پانهنجيون، اڱڙين ۾ اَڏِ، ميان.

ڪافي 12

ڪندي، آءٌ ڪوهُ رهِي رهِي، جيڏيون هِت هوتَن ريءَ.

اَندر ورھ وٺاڻ ڪَيا، لؤن لؤن مَنجھ لَهِي لَهِي.
ڇڏي شَهر پنيورَ ڪي، ويندِيَس ڪيچ ڪَهِي ڪَهي.
ڪونهي مُنهنجو ڪوهيارلَ ريءَ، سرتيون هِت سَهِي سَهِي.
قول پاڙيندو نِي پانهنجا، ٻاروچَل ٻَهِي ٻَهِي.
”سچو“ گڏيم ساٿ جا، پنڌن منجھ پَهِي پَهِي.

ڪافي 13
آءٌ ڪِي تان اوڏي آئِي، جهاڳيا مون سي جَبل جالَ.

سَل ساتي ”ڪيچ ڪاتي تيو“، ڪَلَ الله لڳ تون ڏي ڪائِي.
اوني ادا ڙي ٻُڏيئي ڪا، وري ورڻ جِي هيڏي وائي.
شهر پنيور ڏي پيرو ڪندا ڪو، ڏاڍِي اسان سان هوتَ لائي.
اڱڻ تنهنجي، سڻ ”سچو“ ڙي، ميان، جانِي اَچي تو رات جائِي.

ڪافي 14
بائهڻ ڙي پَرڏيهِي، ناهي ايذائِڻُ توکي؛
ناهي واجب پَرڏيهي، ادا، اِيذائڻ توکي!

ڏينڊءِ ڏوراپو يار اسانجو، وٽ توئي جي ويهي.
پير ڦيهين تو نِتُ نماڻيءَ جا، ڳالهه ڪريان بي ڪيهي!
هيءُ اميد، وو، هئِي نہ تو ڏنهُن، جبل ڪيئي مون سان جيهي.
جيهي ڪندين ڪوهَ! اسان سان، ڳالهه ڪنديس هُت تيهي.
”سچو“ سجاتو سنگَ توئي کي، آهي عادت تو ايهي.

ڪافي 15
حيلا ڪيم هزارين، مانَ تِڪن مون وٽ رات.

ڪَرهه قطاري هليا، بودا پلاٽي پريات.
آءٌ سُتي هو هُليا، توڏن جي ڪيئُون تات.
سُور ڏنائون سوڪڙيون، ڏک ڏنائون ڏات.
پرين ساري موڪلِي، ڏانهن ”سچو“ سوغات.

## داستان چهون

1
مون ڪان تئي نہ پنڌ، آري جام اَچيج تون؛
هاٽي ڏي مون هنڌ، پاڻ ئي ڏاري سُپرين.
2
آريءَ جي اَچڻ جو، روز نهاريان راهُ؛
آٽيندس اللهُ، مون سِرُ صدقي ڪيو.
3
آري اَچين شالَ، نماڻيءَ جي نِجُهري؛
هِي مون ڏسي حالَ، ڪرين غور غريب جو.
4
گهٽا ڏينهن ٿيا، مون ڏوريندي ڏونگرين؛
جي مون سڏ ڪيا، سي ٻُڌي ٻاروچا ورين.
5
ٻڌي ٻاروچا ورين، هِنَ عاجز جون آهُون؛
درد پَري دانهُون، ڪري ٿِي، ڪافن ۾.
6
جي مُنهُن ٻاروچي ڏسان، تا سَيَئي ٿينئم سُکَ؛
ڏور ٿين مُون ڏکَ، پَسَڻ ساڻ پرينءَ جي.
7
ڪر ٻاروچا ٻاجهه، هِن مون نماڻيءَ تي؛
ويني وجهان واجهه، اوهان جي اَچڻ لءِ.
8
مون هَتان پيئي، ڏوهُ نہ متن ڪو ڏيان؛
حال چوان هيئِي، هَلي هوتياڻِين کي.
9
هن ڏکيءَ ڪان ڏيرَ، وجهي وِتِ وڏي ويا؛
ڏورڻ هاٽي آئيا، سرتيون سَڀ سُميرَ؛
پُڇِي لَهان پيرَ، آيَل اوٺارن جا.
10
اتي ويا اوٺارَ، ڪٽي ساٿ سويلَ جو؛
هاٽي اَديون آئِيا، ڏورڻ مون ڏونگارَ؛
بيا پي هوت هزارَ، منهنجو پيچ پُنهونءَ سان.
11
منهنجو پيچ پنهونءَ سان، اَزل لاڪون آهِ؛
هاٽي ويهڻ چاهه، پيئَرُ هن پنيور ۾؟
12
ڪريان ڪوه پنيور ۾، پنهونءَ پُڄاڻاءُ؛
سوز چَڪايو ساءُ، ويهَڻ مون وِهُ ٿيو.
13
ڪريان ڪوه پنيور ۾، وَرَ بنا ويهي؛
جيهي جي تيهي، آءٌ تان سندن آهيان.
14
ڪريان ڪوه پنيور ۾، پُڄاڻان پرين؛
وارُ نہ سي ويهَن، جَنِين مَتي مامرو.
15
ڪوهُ ڪريان پنيور، هاريُون بِنا هوت؛
مون تان تائين موت، ووءِ ووءِ هَڏِ نہ وِسري.
16
گولِن گڏ گذرانُ، ڪاڪِيون، ڪنديس ڪيچ ۾؛
آريءَ تئي اَرمانُ، مانَ ڏسي حالُ حقِير جو.

17

چڱي پنهونءَ چِت، سدا آهي سَرتيون؛
هوت بنا مون هِت، ڪريان ڪوهُ پنيور ڪي؟

18

شالَ نہ وسرين تون، لوڪ سَيوئي وسري؛
مطلب اِهو مون، جو پاڙئون پَري نہ ڪرين.

19

ورَ مَ وساريج، هيءَ تان سنديَوَ آهِ؛
وجي ڪيچ وٽن ۾، هيءَ سَنڌَ ساريج؛
تيڻَر مَ ماريج، جيتر توکي نہ مڙان.

20

ساري شهر پنيور جي، چڏي لوڪ لذت؛
تو ريءَ ڏئي ڪونہ ڪو، ماڻهو عام عِزت؛
تئي ساهه صِحَت، جي بيهَر ٻاروچا اَچين.

21

ڪيو ڪَميٽيءَ ڪَچُ، جو سُتِي سَويلي رهي؛
اُنهيءَ جي افسوس سين، ڪيو مَحبت مَچُ؛
پنهون جام پَرچُ، ناميا نِماڻيءَ سان.

22

تيون هِن هَتاءُ، ڪيئي مُورائون مَنديُون؛
پنهون ڏسي پاڻ ڏي، آسَڻ منهنجي آءُ؛
سانول توريءَ ساءُ، اَچي ماڻهن ڪِين پنيور جي.

23

پُنهون پُنهون تي ڪريان، آءٌ پڻ پنهون پاڻ؛
اَديون ٽِيس اَجاڻ، جو ڪين پروڙيم پاڻ کي.

24

جان پروڙيم پاڻ کي، تا آءٌ پنهون آهيان؛
ڪنهين طَرف ڪاهيان، جو طَرف مڙئي "تُم" ٿيا.

25

پيهي پروڙيوم، تان پنهون پاڻ ئي آهيان؛
پاڻ ئي منجهان پاڻ کي، هيءُ پَرَلاءُ پيوم؛
صحيح ڪن ڪيوم، تہ غير گمان اُتي ويا.

26

"سچو" ڪج صَبرُ، متي خيال ڪڙو رهين؛
ڪِينو ۽ ڪِبر، پري ڪرين پاڻ ڪُٺون.

27

جَٽَ ڏني جُٽڪي، سورن سَرسُ سُميرَ ۾؛
سا سَچلي "سِچيڏنو" چوي، جُوهه منجهون جُٽڪي؛
جا لڪَن منجهه لُٽڪي، تنهن سان حمايت هوت جي.

ڪافي 1

ڪيچيئڙن جي ڪاڻ، جيڏيون منهنجو جيئڙو جِهجي ٿو!

پريان سندي پار ڏنهُن، اَللهُ اوني آڻ.
چڏي شهر پنيور کي، هاڙهي ويندي هاڻ.
روئڻ ڪُٺون جهلن سي ئي، رئن اَڪڙيون اُڪاڻ.
جِيءَ وِڏائُون جار ۾، ٻاروچاڻي ٻاڻ.
سِڱهو ايندو سُپرين، پيئر منهنجي پاڻ.
"سچو" آءٌ تان آهيان، پريان جي پَرياڻ.

ڪافي 2

اوڏاهون جي اَچن، ڙي جيڏيون، اُنهن آءٌ ڪيئن نہ سجاڻان!

پريان سندي پار جيون، ڪيهون ڳالهيون ڪن.
مون هن نماڻيءَ کي، دلاسا تا ڏين.
ساهه منهنجو سرتيون، نيو نياپن.
هي بُت بيراڳي ڪيو، ڪاڪيون ڪيچيئڙن.
"سچو" چو نہ سُڌيرُ ٿين، تو هُت پاڻ پچن.

ڪافي 3

پجي پاهڻ تي پاسي، متان ڏاڍو ڏک پويئي!

پُنهونءَ سندي پار ڏي، اسين تان پنڌ پياسي،
ترس اهو مانَ ٿئيئي.
چو تو سمهين پير مُئيءَ جا، اڱهين نينهن نياسي،
ڏک ويا ڏير ڏيئي.
سڻ ڙي ڏونگر حال "سچوءَ" جو، وندر جي اسين وياسي،
چڱيان پاڻ ئي هوت چوي ٿو.

ڪافي4

دوست دلاسو ڏجي، ڏاها ڏکوين.

اَول لائي پوءِ نہ چنجي، پرت نباهي نِجي.
پُرجهي ڏسج پرين پانهنجو، هيئن نہ ڪا پُل ڪجي.
ڳالهيون تنهنجيون يار ٻاروچا، راتو ڏينهان هِن هِجي.
ورهَ وارن سان يار ڏهاڙي، ڏک پائِي اَچي تجي.
قاصد ايڏنهن جا چَون اِئين مون، هوت اِيندءِ اَج اِجهي.
ڏنگاين ڏي ڏس نہ منهنجي، سڀ اوهان ڪُٺون تو سِجهي.
اَچڻ ڪارڻ هوت اوهانجي، "سچو" فالان وينو وجهي.

### ڪافي 5

وندر آءٌ ويندياس، وٺي اهو سوز سڄڻ جو،
وٺي اهو پور پرينءَ جو!

پيرن اُتي پِرَجي، ڳوڙها ڳاڙيندياس.
ڪاڻ ڪوهيارلَ ڪاڪيون، جهولا جهليندياس.
آهُن ۽ دانهُن سان، ڪَرڳل ڳاڙيندياس.
ٻاجهون ٻاروچل جي، ساٽيهُ ساريندياس.
پنهون وٺي تان پاڻ سان، اَديون آٽيندياس.
پاڻ پنهنجو پورَ مؤن، چُنجن چاڙهيندياس.
سِر پنهنجو سرتيون، گهوريون گهوريندياس.
وٺي مَهار مَيَن جِي، لوءِ ڏي لاڙيندياس.
”سچو“ ٻاجهون سوز جي، ٻيا ورق واريندياس.

### ڪافي 6

مون کي ميڙين اَللهُ، سِگهو آٽي اَللهُ،
وو ميان ٻاروچا!

اُنهن ڪارڻ ڪاڪيون، وجهان وچاٽان؛
سانول پنهنجو سرتيون، سَوَ ۾ سُجاٽان.

ٻيهر شهر پنڀور ۾، آٽين الٰهِي؛
پيرين پئي تن کي ٿيون، پاڻ ئي صلاحي.

اوڏنهُن آڏيءَ رات جا ڪانگل اڏايان؛
جي پَري آهيان تن ڳئُون، تان پي سَندِيَن سڏايان.

ڪڏهن مُڪو ڪونہ ڪو پرين پيغامي؛
اَصل لاڪؤن اُن جو آهي ساهُ تہ سلامي.

ڪڏهن ايندم سُپرين، ٿي پوٿيون پٿايان،
”سَچو“ سوالن سان اُهي ويندا ورايان.

### ڪافي 7

جي وٺي حُب وجن، ڙي، انهن کي ڪيئن نہ سُجاڻا!

ڇڏي لاڳاپا لوڪ جا، پِريان پنڌ پوَن.
ڏونگر سي ڏورينديون، محبت جن کي مَن.
آيل عاشقن جون، ڪوڪان پِيَڙَم ڪَن.
اَديون هن ارواح کي، تاسِف ڏنو تَن.
”سچو“ صدقي اُن تان، جي وٺي درد وجَن.

### ڪافي 8

متان ڏوراپو ڪو ڏيو، ڙي ساٿيو، مون کي!

هيءَ ڪنيزڪُ مُلهہ خريدڻ، ڪيئن مَٽئون مون ٿيو.
حَرف اسان تي آهي اَصل ڳئُون، ويسر ۾ ويو.
”سچو“ ڪوٺي پانهنجو، پاڻ قريبَن ڪيو.

### ڪافي 9

منهنجو سڳ نہ سِياپو، ڪاڪيون ڪيچ ڏٽين سان!

هِتَؤن هَلي اُتَهين، آءٌ نہ ڪنديس، ڙي، ڪاپو.
ٻانهي خان ٻروچ جِي، ٽِيسِ لاهي لاڳاپو.
شال نہ ڏکيءَ کي ڏين، ڪنهن ڏوهؤن ڏوراپو.
جيڏيون هِنَ مُئيءَ جو، آهي جانب جياپو.
”سچو“ سڄڻ سان ڪندو، منهنجو مولىٰ ميلاپو.

### ڪافي 10

يا ٻيلي ڙي، متان مون کي هِت ڇڏين!

هِيءَ نماڻي عشق اوهان سان،
هِيءَ محب ٻيلي ڙي، پاڻُ غريب سان گڏين.
ڪنهن در ڏينديَس دانهڙي،
پيارا پرين ٻيلي ڙي، آٽي پَڪا اوري اَڏين.
لَهہ ”سچوءَ“ جي، وو، سُڌ سڄڻ سائين،
ساجهر سويلي ڙي، يار تون ايندين ڪَڏين.

### ڪافي 11

ڪنهن لَڳ ڏُونگر ڏوريان، جيڏيون ڙي؛
محب آهي منهنجي مَن، ميان.

”وَ فِي اَنفُسِكُمۡ اَفَلاَ تُبۡصِرُوۡنَ“، ڪاڪيون ڪَجو هي ڪن.
اسين توسان، پَري تون ڦولين، اولانيا هي اچن.
پاڻ سنيالج پانهنجو، پرين اِئين چَون.
اِهڙيءَ اوڏائيءَ ۾، ورهِي مِينهن وَسن.
”سچو“ سي ئي پَري پِيا، جُدا ڄاتو جَن.

### ڪافي 12

مون کي ماريو مونجهاري، ووءِ ووءِ؛
سانگِي مون سي ئي ڪيا.

سوزُ تنهنجو سُپرين، هِت ڪوڪان تو ڪاري.
اُنهيءَ ٻاجهون سرتيون، هيءَ گوندرَ گُذاري.
ڏاڍي ذات جتن جِي، جي عاشق ويا آزاري.
وندر جي وٽن ۾، ٿي ڪيچي نهاري.
”سچو“ سپرينءَ ڪي، تون ويهه نه وساري.

ڪافي 13
گولِي مانَ سڏين، اُنهن جي نِي آهيان، جيڏيون ڙي!

پڪا پکن سامهون، اوري مانَ نه اڏين.
آريجا عاجِز ڪي، ڇپَر تان نه ڇڏين.
ٻاروچان تا ٻاجهه پئي، گولي ساڻ گڏين.
هُونِ هميشه مون پرين، لحظي تان نه لڏين.
اَصل لاڪون آهيان، هِنئين آئون هَڏين.
اڻ مُلهِ ٻانهي آهيان، ”سچو“ پاڻ سَندين.

ڪافي 14
هِتِوَن اُتي تنهنجا هوتَ ويا، تون تان پيِ نه ڪوشش ڪَرين!

پيرَ پُنِن تون نه ڪٽي، ٻُتيون سي ڳالهيون ڪرين.
توڪي تان نه ترسائِيو، پاجياڻي، پَنڌ پَرئين.
اُتي ڪر پند پهاڙ جا، متان تون پوئتي ورين.
”سچو“ پُڇج سُپرين، ميان، متان تون تان نرين.

ڪافي 15
پنهنجو ڪيو، هي تان پنهنجو ڪيو، مون ڪي يار پنهل ڪُوٺي!

دوست گڏيو دلجاءِ ٿي، وچؤن سارو وڇوڙو ويو.
آذر ٿي ارواح ڪي، جيڏيون ڙي، منهنجو جيئڙو جيو.
رهجي اچي يار سان، ڏاهيون ڙي، اهو ڏسڙو ڏيو.
اڱڻ آسَروند جي اچي، ميان، لالن پاتو لِيو.
ساهه ”سچوءَ“ جو سرتيون، نيٽن سندي ناز نِيو.

ڪافي 16
ٻانهن جي آءٌ ٻانهي آهيان،
ٻاروچي جي ذات جي!

ڪِيم جهليو مون جيڏيون، دوسَن جي ديوانِي آهيان.
آءٌ ڪنيزڪ مُلهه خريدڻ، شاهَن جي ڪا شانِي آهيان؟
اُنن اونارن تؤن، ڪوڙين آءٌ قُربانِي آهيان.
جي مون پُڇيو جيڏيون، سورن ۾ ساماني آهيان.
پُڇو ”سچوءَ“ ڪٺُون سرتيون، مُحبن جي مستانِي آهيان.

ڪافي 17
تو ريءَ ڳالهڙيون ڪنهن سان ڪنديس، آءٌ ورَ واڳ ورائي!

واٽ نه وندر جي لهان، وڏيس مونجهه مُنجهائي.
سِڪ تنهنجي سپرين، ڏونگر ٿي ڏورائي.
هيڪاندي هيءَ حب ۾، ويني ورهه وسائي.
طعنن شهر ڀنيور جي، وڏم تَنُ تپائي.
جيهو تيهو سُپرين، ”سچو“ سَندوَ سڏائي.

ڪافي 18
ٻاروچا پَئيوَ ٻاجهه، ڇپَر مون ڪي هيئن نه ڇڏيجو!

مِهر نه لاهيو مون پرين، مَتان هِن محتاجَ.
آهي هن عاجِز جي، تو تي لالَن لاجَ.
هِيءَ پُنِيءَ پئي تنهنجي، مَنجهؤن ساري راجَ.
ڳچيءَ پائي ڪَپڙو، اُت ڪريان ايلاجَ.
پورهيو ڪنديَس پرت جو، هَتين ڪنديس هاجَ.
گهوريان گهوٽ اوهان تان، سڀ مَڏيون ءِ ماجَ.
اوهان جي نه اچڻ لءِ، ”سچو“ وجهي تو واجهه.

ڪافي 19
هِيءَ نماڻِي نالِ نِجو، ادا ڙي، اونيو!

هيءَ ڪميٽي ڪُوڙي، ٻِرهَ ڪئِي بيحال.
پُنيءَ اِيندي آنهن جي، جيهي تيهي حال.
پرين نيندا پاڻ سان، ڀَلا پنهنجي ڀال.
اوهان ٻاجهون سپرين، جيئڻ آهي جنجال.
ٻاروچا تان ٻاجهه پَئي، ”سچو“ سگ سنيال.

ڪافي 20
ٻاروچا ميان، هيئن نه ڇڏجو، هيءَ نِيو نِماڻِي ساڻ!

سُڌِ تهين ڪي سوز انهِيءَ جي، جنهن لڳو ٻاروچاڻو ٻاڻ.
ٻانهي گولي تانهن جِي، پنهون پاڻُ سڄاڻُ.
پرين ڏسج پاڻ ڏي، آهيان آءٌ اَجاڻ.
بخش ”سچوءَ“ ڪي سپرين، سندو نِينهَن نياڻ.

## داستان ستون

1

توڙي ماڙِ نہ مُون، سُڻ منهنجا سُپرِم؛
مون کي گُهرجين تون، لوڪُ رُنو ئِي گهوريو.

2

عُمر اجائِي گذري، وهِي آيَم هِيءَ؛
آءُ سَباجها سُپرين، پَروَرَ ڪارڻ پِي؛
جِيئڻُ ڪونهي جِي، ڪا وَرَ ويچاريءَ وَرِ ڪيو.

3

عُمر اَجائِي گُذري، اَچا تيا اِظهار؛
زاريون ڪَيو سُپرِم، رُئان زارو زار؛
مَتِم آهي مَيارَ، هوتَنِ حَرَف نہ هيڪڙو.

4

عُمر اَجائِي گُذري، ڪارن مَتيو رنگُ؛
مون نهارڻ نہ تئي، سانوَلَ سارو سَنگُ؛
هِن نِماڻِيءَ جو نَنگُ، آهِ اُوهان تي سُپرين.

5

عمراَجائي گذري، ڪَئِي جوبَنَ جاڙَ؛
بالا هِنِ بِلورَ جا، چَئني طرفين چاڙَ؛
باروچَل جي باڙَ، مون کي روهين روليو.

6

عمر اَجائِي گُذري، هوتَ نہ گَڏيَس آن؛
اَهڙي ئِي احوال جي، ووءِ ووءِ آهي مان؛
تئي نہ ميلو جان، تان ساهُ نہ وجي سَرَتيون.

7

عمر اَجائي گذري، ههڙو ٿِيَڙُم حالُ؛
ڪَنهن سُٽايان سرتيون، اندر جو اَحوالُ؛
آرياڻِي الحالُ، ڪندو غور غريبِ جو.

8

مَتي راهَ رَنجُور، ويچاري واڪا ڪَري؛
سِگهِي ويندي نِڪري، هوتياڻين حضور؛
موتي هَڏِ نہ مُور، پَسَڻ ريءَ پِرينءَ جي.

9

جان مون مِلان هوتَ، تيسين تائين نہ مَران؛
مادر تائين موتَ، اِهو اَتَمَ آسرو.

10

وندر جي وڻن ۾، ڪَري واڪا ويچاري؛
جا مَحبوبن ماري، تَنهِنجو موٽڻ مَسَ ٿئي.

11

وندر جي ئِي وڻن ۾، زور ڪَري زاري؛
ڇڏي ويا ڇپَرين، ڏوبِڻ هيءَ ڏاري؛
هِڪ واڇوڙا واٿ تي، بِي وسي ٿِي واري؛
بِرهُ آهي باري، هَي هَي هوتياڻِنِ جو.

12

وندر جي ئي وڻن ۾، زور ڪَري زاريُون؛
نِيلا نيرَ اکين مان، هاڙهي ويس هاريُون؛
اديون آريءَ جام جا، ويا روڏا رئاريون؛
هِنَ مُئِيءَ کي ماريون، هوت وجن تا نِڪريا.

13

وچِي ڪيچ وڻن ۾، تئين ڪوهيارَل قرارِ؛
يا ڪٽِي مُئِيءَ کي مارِ، يا پرين ني تون پاڻ سان.

14

وچِي ڪيچ وڻن ۾، تِئين سانوَل سُک؛
هِيءَ ڏکوئي ڏک، وجهِي گوندر ۾ وَئين.

15

وچِي ڪيچ وڻن ۾، تون خاصا تِئين خوشحالُ؛
هِتِ هِيءَ نماڻيءَ حالُ، مانَ وَري ڪو وَڙُ ڪَرين.

16

وچِي ڪيچَ وڻن ۾، ڪامل تِئين قرارِ؛
ويچارِي مَ وسارِ، جا اَجهي آهي اَنهِنجي.

17

وچي ڪيچ وڻن ۾، تِئين جانب جاءِ؛
هُو جي اوري ڪيچَ ڪٿُون، سي مون لَڪَ لنگهاءِ؛
پنهنجو پاڻ پساءِ، نا تہ تي دوست دمُ ڏيان.

18

ڪاڪيون ڪيچ وڻن مَٿُون، هِيرَ اچي جا هِي؛
پاڙيچون! سا پِي، هِنَ مونکي اَچ ملائيو.

19

ڪاڪيون ڪيچ وَڻن ڏنهُن، هي جو واءُ وريو؛
سندو ساهَ سَريو، مطلب سارو مَنَ جو.

20

ڪاڪيون ڪيچ وڻن ڏنهُن، وري واءُ وريوم؛
سارو ڪاڄُ سَريوم، جڻ هاٿي گَڏيَس هوت کي.

21

هو جا ڪيچ وڻن کي، وجي لڳي واءِ؛
سا وري شهر پنيور ۾، اچي سرد هواءِ؛
جانب تنهين جاءِ، سا جيءَ اُنهيءَ سان هلي.

22
هو جو ڪيچ وٽن مَٿُون، اَچي واءُ وري؛
سو مونکي محبوبن جِي، ڏئي خبر ڪِري؛
وجان تا مَ مَري، جان ٻاروچي مُنهُن ڏسان.
23
هو جو ڪيچ وٽن مَٿُون، وَريو اَچِي واءُ؛
ماريون تَنهن مٿاءُ، هِيءُ سِرُ ڪيان صدقي.
24
هو جو ڪيچ وَٽن مَٿُون، واءُ نہ آٽي واسُ؛
هِيءُ سِرُ سارو ساسُ، ڪوڙين قرباني ڪَريان.
25
هُو جا ڪيچ وٽن مَٿُون، هاريون اَچي هيرَ؛
تئي صحت مَنجهہ سَريرَ، ڏور وجن مون ڏکڙا.
26
هو جا ڪيچ وٽن مَٿُون، هاريون هِير اَچي؛
تَنهِن سان مَنُ مَچي، محبت ۾ محبوب جي.
27
هو جا ڪيچ وَٽن مَٿُون، اَچي هِيرَ هَلِي؛
سا پيئر آهي پَلِي، جنهن سان ساهُ سُڌير تئي.
28
هو جا ڪيچ وٽن مَٿُون، تي هِير اَچي هاٽي؛
تَنهِن آرياٽي آٽي، جَڻُ مون سان اَچ ملائيو.
29
هو جا ڪيچ وٽن مَٿُون، اَچي هِيرَ هلِي؛
تَنهِن ساري ڳالهہ سَلِي، پِريان سندي پارَ جي.
30
هو جا ڪيچ وٽن مَٿُون، لڳي تيز تَنوارَ؛
سندي پِريان پارَ، تَنهن ڏنا دلاسا دل کي.

ڪافي 1
نِينهَن نِهوڙي آهيان،
هاٽي جيڏيون ڪاڏي وڃان!

پنڌ پري ٿيو پِرينءَ جو، عشق ألارو اجان.
ڪَتڻ وٽڻ نہ ٿئي، چرخو ڦيرائي پيچان.
پِريَن نايُون پَٽ ۾، عشق سنديون سي چجان.
موٽڻ واري ڪڏهين، ”سچو“ نہ مَصلحت مَجان.

ڪافي 2
هئان ٻاروچي نال، وو نال،
پَلڪُ نہ پري پِرينءَ ڪَٿُون!

وَرهيہ وِيَڙم گذري، هَي هَي ههڙي حال، وو حال.
ساجنَ تنهنجي سوز جي، ڪريان ڪنهن سان ڳالهہ، وو ڳالهہ.
تي گذاريان ڏينهڙا، تنهنجي خاص خيال، وو خيال.
پُنيءَ لڱل پانهنجي، پنهون سائي پال، وو پال.
ساھ ”سچوءَ“ جو صدقي، آهي اُتون آل، وو آل.

ڪافي 3
گوليءَ جي گفتار، ٻُڌيَوَ ٻاروچَن ۾ ڪا!

ڪُتا ڪانَ قريب جا، هِنيَڙي منجهہ هزار.
آءٌ پيادي نا پُجان، سارو ساٿ سُوار.
اُنهن ڪارڻ آئيو، رئڻ زارو زار.
لڏم پير پنهونءَ جو، منجهئُون گرد غبار.
اچي شال پنيور ۾، ٻاروچو بيهار.
پاٽؤن ٻانهي پانهنجي، دوست نہ ڪجو ڏار.
ڪَن ”سچوءَ“ ڏي سچَ جي، مَنجَهئُون، نِينهَن نهار.

ڪافي 4
يار لڳي آءٌ هَلندي توسان، وو،
رهنديس ڪِيئن پنيور ۾.

پاءِ رڪاب پرينءَ جي، هَي هَي هاريون هوسان.
پائي مَندڙا پورَ مَٿُون، راهن تي روسان.
اُوهان ٻاجهون سپرين، چاهي مُنهنجو لوءِ سان.
سورن سهرا سِرَ تي، پارئون تنهنجي پوسان.
”سچو“ ساعَتَ نہ رهي، دم ٻَاجهون دوسان.

ڪافي 5
گولَن جي آءٌ گولي، ٻاروچاٽي ذات جي!

سمجهي سگهان ڪينڪي، ٻاروچي جي ٻولِي.
عبث آءٌ پي ناهيان، ڳالهہ ڪَيَس ڪنهن ڳولي.
ڪري ڪوهيارل ويو، هِنيَڙي اندر هولي.
روئي اُنهن واسطي، چِڪَ ڪيم هيءَ چولي.
”سچو“ صدقي ٿَن تَـٿُون، جِندُ جَنهِين هِت گهولي.

ڪافي 6

اڙي اَلو اَلو، منهنجي يار سَجَڻ جو، ساٿ سلامت آئيو!

اَڄُ سي اڱڻ آئِيا، مون جن لءِ وِرھ وسايو.
اُھي گَڏ مسافر هِنِ گَڏيا، مون جن لءِ پَنڌِ پُڇايو.
ڏيئي دلاسا دل کي، تن ريھي روح رچايو.
حال پائي اَچي سي ٿيا، جن تان چيتڪ لايو.
وريتيون وصالَ جو، هاڻ واليءَ ورق ورايو.
”سچوءَ“ کي ڙي سرتيون، اهو مولىٰ مُحِب مِلايو.

ڪافي 7

سنڌيوَ سار سنڀال، يار مون کي آھي، منهنجا ميان!

مون هُون ڏورڻ نہ ٿيا، الا، آھن ڪاف ڪَشال.
اَوھان ٻاجهون سُپرين، جيڻ منجھ جنجال.
ڪريو فنا فراق کي، وجهان واجھ وصال.
ٻاجھ ٻاروچا تو پوي، ھھڙا ٿيڙم حال.
راتو ڏينهان روح ۾، جَکان لاءِ جمال.
سِڪ ”سچوءَ“ کي سُپرين، آھي جِي ۾ تنهنجي جال.

ڪافي 8

تون آءُ ڙي قاصد آءُ، ميان،
ڪا خبر ڏيھوُن ڪِيئن جي!

پرين سندي پار جو، ڪو لهي اَڄ سماءُ، ميان.
منهنجو ٿئي هِت ڪينڪي، ٻاجهوُن هوت هلاءُ، ميان.
ملڻ ٻاجهون دوست جي، ڪندو ورھ وڏاءُ، ميان.
”سچو“ سمجهين ڪينڪي، اھو اَتئي ڪو لقاءُ، ميان.

ڪافي 9

آءٌ تان صدقي اُن تئُون، جي آيا پُنهل جي پار!

مُڪر نياپا نينهن جا، هوتن ڏنهن هزارَ.
محبت محبوبن جِي ڪئي، هِنيَڙي ۾ هُشڪار.
وجي ڏسنديس اڪڙين سان، وڻ سندا وٽڪار.
سِڪ ”سچوءَ“ کي سرتيون، ڪيا اندر ۾ الغار.

ڪافي 10

اوڏانهن آئين ڪانگل اَدا، لنؤ تون چَڱي اَڄ لات ڪا،
ڪِي هُت هئي محبوبن کي، مشتاق جي مصلحات ڪا؟

هيڏي اَچڻ جي ڪا هُين، ڏي تون مون کي تسلات ڪا،
مون هن نماڻيءَ وٽ اُتي، رهندا اَچي هِت رات ڪا؟
ٻي تان هوندي هيٺي ادا، ظاهر نہ جهڙيم ذات ڪا،
پيغام مون ڏنهن پرت جا، ساٿي آندوَ سوغات ڪا!
شب روز عاشق رئڻ ۾، جاڻن نہ هَڏ ٻي بات ڪا،
جاني جدائيءَ جيهڙي، آھي نہ ٻي آفات ڪا!
هيڪند هئڻ جي هوت سان، سائين ڪندم ساعات ڪا،
دلبر ٻاجهون هڪدم ”سچو“، ٻيهي اُها برسات ڪا؟

ڪافي 11

عشق اَول آزمائي، ڪاڪيون ڪيچن جو ميان!

سِر تي سهج، ووءِ، سور سٺاٺا، ٻاروچو ٻولائي.
صحيح ملندم هوت حقاني، رانولُ مون رولائي.
عاشق صادق سڻ ”سچيڏنا“، پول نہ ڪنهن پولائي.

ڪافي 12

سانول، سوين گُڻَ تنهنجا تي ساريان!

هُيا منهنجي هِنيَڙي اندر، سي تان ڪيئن وساريان.
واٽان اچڻ جون، ووءِ، تانهنجون ويني سي نت نهاريان.
اوھان ٻاجهون سُپرين، گوندر ڏينهن گذاريان.
جهُري جهوريءَ ۾ پيو، هِنيَڙو ني هاڪاريان.
”سچو“ سگ در تنهنجي جو، تنهنجي ڪدَ قطاريان.

ڪافي 13

ڪنهن کي هي حال چوان اَديون ڙي، واءِ ويلا جو!

ڏيرن ڏيئي چِڏيا، موتي سور نوان، هي حال چوان!
مهٽا محبوبن، ڏنا پاڻ اوهان، هي حال چوان!
”سچو“ سِرواٽن کي، وجي پيرين پوان، هي حال چوان!

ڪافي 14

عشق تنهنجي ماري آهيان،
آءُ اَچي ڏي دوست دلاسو دل کي!

سگهه نہ ساريان پنڌ ڪرڻ جي، پلو ميان،
ڪيچ وڃڻ ڏي ڪيئن ڪاهيان!
آءُ تان ٻانهي تون تان سائين،
سَڱ نہ ٻيو ڪو ساهيان!
ڪر اچي جي هي سر تنهنجي، ميان، تان ٻي نابِر ناهيان!
آءُ اَڻ سونهين سونهين ناهيان، ڪاڏي ڪرهَل ڪاهيان!
هوت ڪرين ٿو هيڙيون، ميان، اَسَر هَڏ نہ لاهيان!
اڳڻ آءُ تون يار پيارا، سپ پلايون ٿي پانيان!
ورهه اوهان جي ڪيئي ولوٽيا، "سچو" چوي آءُ چاهيان!

ڪافي 15

دل ناهي سا منهنجي وس، ڙي جيڏيون، ڪيئن ڪريان!

انهن اَکڙين کي، ناهي ڏسڻ ڪُٺون بس،
ڙي جيڏيون، ڪيئن ڪريان!
اصل لاڪون آهيان، پاڙيچون پروس،
ڙي جيڏيون، ڪيئن ڪريان!
ڪاڪيون آهي نہ عام سان، روح هنهنجڙو رس،
ڙي جيڏيون، ڪيئن ڪريان!
ٻاجهون ويڙهي دوست جي، ٻي ڳالهه نہ لڳي ڪس،
ڙي جيڏيون، ڪيئن ڪريان،
ساهہ "سچوءَ" جو سرتيون، دوست وٺي ڪيو وس،
ڙي جيڏيون، ڪيئن ڪريان!

## داستان انون

1
مارڳُ متاهون ٿيو، مارڳ چڙهي ڪيرَ؟
سا پُچي ساٿ سويرَ، جائِي مارڳَ ٿي مري.
2
جي تون مارڳَ ٿي مرين، وڏا طالع تو:
سانولُ ساڱِي سو، مٿان تو هٿ ڏئي.
3
مَلهِي مارڳ مرُ، تان تون تنين جي ٿئين:
جبل هار نہ جرُ، ارتو اَڳڙين مون.
4
مارڳ جي مُئينءَ، تان هُئينءَ هوتياڻين هنجَ ۾؛
وجي ڪيچ سُئينءَ، تان ويچاريءَ وسُ ڪيو.
5
مارڳ مرن جي، ور تنين کي ويجهڙو؛
هَي هَي هوتن کي، ٿئي ارمان انهن جو.
6
مارڳ مرڻ آهه، گهوريو جيڻ جيڏيون؛
پير نہ پوئيون پاءِ، عاشق مرُ اڳي ٿئين.
7
مارڳ آهه مرڻ، جيڏيون هن جيڻ ڪُٺون؛
وس ويچاريءَ ايترو، ڪوڪان ڪانڌ ڪرڻ؛
ٻاروچا ٻُرڻ، ٿيو ڪم ڪوهيار جو.
8
مارڳ مران شال، دعا ڪريجو جيڏيون؛
هوت هيڙي حال، مانَ مٿان مون هٿ ڏئي.
9
مٿي راهه رئان گهٽو، ڪا مون لهن ڪل؛
ماڙيون سپ محل، ويني ورهه وسائيان.
10
مٿي راهه رئان گهٽو، آءُ اونارن ڪاڻ؛
هاريون ايندم هاڻ، ڏک ڪيندم ڏيل مون.
11
مٿي راهه رئان گهٽو، آءُ تنهن لَعلَن لِڳِ؛
جَتَ ٻيا پِي جَڳِ، منهنجو پيچ پنهونءَ سان.
12
مٿي راهه رئان گهٽو، ڪارڻ ڪيچيڙن؛
سِگها شال اچن، ڪَرن غور غريب جو.
13
مٿي راهه رئان گهٽو، ڪارڻ ڪوهياري؛
مُئيءَ کي ماري، وج مَ منهنجا سُپرين.
14
سچو ٻَڌي سندرو، لَڪين ڪندي لوچَ؛
ٻَڙيون لڳ ٻروچ، مٿي راهه رئان گهٽو.
15
اديون آريچن جي، ڪافؤن پونديم ڪل؛
ڪارڻ ڪوهيارل، مٿي راهه رئان گهٽو.
16
هُو سياڻا سُپرين، عاجز هِيءَ اَجاڻ؛
آءُ ڪوهياري ڪاڻ، مٿي راهه رئان گهٽو.

17
هوندي هوتياڻن جي، هيءَ ويچاري وڳ؛
آءٌ تنهن لالَن لڳِ، متي راهه رئان گهڻو.
18
اندر آڳ عشق جي، ويو ٻاروچو ٻاري؛
ڪارڻ ڪوهياري، متي راهه رئان گهڻو.
19
ڪاف ڪشالا ڪيترا، ٿڪيءَ مون نه ٿِيَن؛
جيڏيون ڪاڻ جَتَن، متي راهه رئان گهڻو.
20
ڪاف ڪشالا ڪيترا، ڪڏهن مون نه ڪيا؛
وٺؤن هوت ويا، ڪٽي ساٿ سويل جو.
21
ڪاف ڪشالا ڪيترا، پچن مون نه هَتاءُ؛
اَڄ آرياڻي آءُ، تي وسيلو وٽڪار ۾.
22
ڪاف ڪشالا ڪيترا، پري آهن پَنڌ؛
رويون ڄُمان رَند، آيل اوٺارن جا.
23
ڪاف ڪشالا ڪيترا، مارڳ آهه منزل؛
آهه ڪوهيارل ڪل، نامِيا نماڻِن جي.
24
ڪاف ڪشالا ڪيترا، هزارين فرسنگ؛
نهاري ڏي ننگ، ڪر ور ويچاريءَ جي.
25
ڪاف ڪشالا ڪيترا، ڪوڙين آهن ڪوهه؛
مون ڪٿون جهاڳڻ نه ٿِيَن، رُڪؤن ڏاڍا روهه؛
تنهنجي پُڄان توهه، نا ته ناهه حال هلڻ جو.
26
ڪاف ڪشالا ڪيترا، آهن جال جبل؛
لهه ڪميڻِيءَ ڪل، ٻاروچا ٻاجهه ڪري.
27
ڪاف ڪشالا ڪيترا، دقت اُٺون تصديع؛
اَچي پهچج پِي، مون هن نماڻيءَ تي.
28
ڪاف ڪشالا ڪيترا، ڪڏهن ڪين ڪيام؛
سلهاڙي ساٿ سان، ڪٽي هوت ويام؛
ووڙڻ وڻ پيام، قسمت سانگي ڪيچ جا.

29
ڪاف ڪشالا ڪيترا، مارڳ مٿاهون؛
چوريءَ ڪي چيرين، چڙي وئين چاهون؟
توڪي ڪري سپرين، دردمند دانهون؛
تون اچج آڳاهون، نا ته تي دوست دم ڏيان!
30
ڪاف ڪشالا ڪيترا، جِتِ جانارن جايون؛
غفائن غارن ۾، اُت بيحد بلايون؛
مانديءَ ڪي مارڻ لءِ، نڪتيون نِنايون؛
مون سِر تي سهايون، سڀ آريءَ سندي عشق ۾.
31
ڪاف ڪشالا ڪيترا، بَر وڏا بيابان؛
لانگها هِڪُ لَڪَن جا، ٻيا ڪوهن ۾ ڪُهدان؛
اڳيان ڏيئَم ڪينڪي، هلڻ هي حيوان؛
آءُ آرياڻي اڳوان، تَرُ مون نه ٽيلهيو ٽئي.
32
ڪشالي مؤن ڪمُ، توري ڏينهن مؤن ٽئي؛
سوز گداز ۽ غمُ، رهبر ٽيندو راهه ۾.
33
قدر منجهه ڪشال، مون تان لٽو جيڏيون؛
وڏي وِٿ وصال، يڪسان يڪايڪ ڪٿون.
34
موٽي آيس ماٺ ۾، تان ڪيو شوق شڪار؛
هَي هن نماڻيءَ ڪي، ووڙڻ ٿيو وٽڪار؛
طلب سين تڪرار، ڪشالي مؤن ڪم ٿيو.

ڪافي 1
پارؤن تان پرِيَن، جيڏيون، اچن اُهي اولانيا.

ٽيلهان ترسين تار ۾، جيلهان محبت ناهي من.
ڪيئن چانگار چڙن جي، ڪوڙي پيڙءِ ڪن؟
سڪ سچي جن ساهه ڪي، سي تارؤن نا ترسن.
ڪين اسان ڪٿون اُنهنجون، ڳالهيون ٿيون وسرن.
آءُ اسانجي پار ڏي، پيون تان ڏيئي ٻَن.
عشق ”سچو“ جن آهيئي، سي تان روءِ رَسَن.

ڪافي 2
ڪاڪيون مون ڏي ڪالهه، دلبر لڪيا دلاسا!

اِيندا اڱڻ سي تانهنجي، جَن لءِ سِڪينءَ ٿي سال.

هاريون! هجر فراق جو، واريو ورق وصال.
سَرهو ٿيڙو ساھُ مون، لاٿؤن ڪُل ڪَشال.
ڪَرم ڪيائون پانهنجو، مُنهنجي ني ڇاهي مجال.
ترُ نہ ماندو تون ٿِئين، لَهندءِ "سَچو" سنڀال.

ڪافي 3
ديواني هِن دل ڪَيَوَ، ڪو دوست دلاسو ڏيو!

تو ٻاجهَون سانول سائين، ڇئو ڪير ڪو پُڇندو پيو؟
توهون الاجي ڪيئن سائين، سو واعدو وسري ويو؟
گُهرجي سعيو تَنهن جو گهٽو، جو پيش اوهان جي پيو.
ڪنهن کي ڏيان هِيءَ دانهڙي، هَي بِره بيراڳي ڪيو.
هَي هَي نِي ههڙو حالڙو، اَي يار تان تو ريءَ ٿيو.
هِيءُ ساھ منهنجي سَرير مؤن، هَي تان تنهنجي نازن نِيو.
نِجهري نِماٽيءَ جي اَچي، هڪ ڏينهن پاءِ لالن لِيو.
ڪيو ڪالھ هادي قول تو، مِڙني اڳيان مون سان اِهو.
هوندس "سچو" توساڻ آءٌ، تو پِيرُ 'عبدالحق' چيو.

ڪافي 4
عشق اَکين نيئي لايو، مَستانن سان!

سِر مٿي مون سَرتيون، وِرهي مينهن وسايو.
البت ويندس اوڏنهن، پَلُ پاڙيچون نہ پايو.
آءٌ ڪيئن ويهان ماٺ ڪري، سورن هٿ سِجهايو.
جا سيبايَوَ سَرتيون، ڳالھ اُهائي ڳايو.
حاصل آه حبيب جو، "سچوءَ" تي سپ سايو.

ڪافي 5
مون کي مِهٽا ڏئي، مَرُ ڪا پاروُن پِرينءَ جي!

هيءَ تا حبيبن ري، پيالا زهر ڀِي پئي.
ڏوڙو ڏک مون پرائيو، هَي دوست جي وئي.
روز پرينءَ جي پار ڏي، مون کي نينهن ٿو نئي.
سارو ئي ڪم "سچو" ٿيو، پُنيءَ دوست جي پئي.

ڪافي 6
پائي ڏوھ پنهنجي اندر ۾، آءٌ دوست تو در آئيان!

راتو ڏينهان پنهنجي روح ۾، تنهنجا سوين ڳڻ ڳائيان.
ڏٺ ڏوراپو ٻُڌي، آءٌ پلؤ توکي پائيان.

زاريون ضعيفيءَ مؤن ڪري، پرين توکي پرچايان.
جا تو پٽي پيزار جي، سا کھ لِڱن کي لائيان.
سپ ڳالھ پنهنجي سِرَ جي، توکي "سچو" سمجهائيان.

ڪافي 7
وجي شال ڏسان، پنهون، تنهنجو ڪيچ واليءَ وسايو!

اَديون اوٺارن کي، آيل، رتيءَ منجھ رسان.
ڪاڪيون ڪوهيارل کي، آيل، پُڄِي شال پسان.
وندر جي واٽن تي، آيل، گوڏن پر گسان.
هاريون هوتياڻن جي، آيل، ويڙهي منجھ وسان.
وجي ڪيچ وٽن ۾، آيل، هوتن ساڻ هسان.
"سچو" سپرين سان، آيل، ڪنديس چاھ چَسان.

ڪافي 8
ٿيون ورڻ جون وايون، يار سانگيڙي جون!

هٿ پانڌيءَ جي، پاروُن پرينءَ جي،
اهي سي خبران آيون.
ڪُونجان هزارين ڪيچ وٽن ڏهون،
اسان ڏي يار اُڏايون.
اڱڻ اُهوئي اسان پرين جو،
شل جدا نہ هونديون جايون.
ڪيئي ڪتابتان پنهنجي اَچڻ جون،
مون ڏي سي هوت هلايون.
ناهن ڳالهيون هي ڳرهَڻ جهڙيون،
"سچو" ري سوز سَلايون.

ڪافي 9
هاٽي ڪنهن سان ڳرهيان ڳالھ،
هاريون پنهنجي حال جي!

پرين نيندا پاڻ سان، پينر، پنهنجي پال.
ڪرڻ عرض عجيب ڪي، منهنجي ڇاهي مجال.
ڪندي پورهيو ڪيچ ۾، جي نين نماٽي نال.

ڪافي 10
منهنجي ساھ سڄڻ کي ساريو،
مون کي ڳالھ تنهين جي ڳاريو، هوءِ هوءِ هوءِ!

اَديون آرياڻن جي، وڃي توڏن تونگِ تنواريو.
مون من گڏي گوندرين، ڪيچي ڪيچ قراريو.
هِهڙن هوتاڻن کي، وريتيون نہ وساريو.
جيءُ سَچوءَ جو سرتيون، سندن عشق اُجاريو.

ڪافي 11
ڇَپَر تان نہ ڇڏيندين، پلوڙي، پنهل يار!

پاڻ سجاڻي پانهنجو، گولي ساڻ گڏيندين.
اڳڻ آسروند جي، آرياڻي تو ايندين.
اهو اٿم آسرو، نال نماڻي نِبيندين.
پکا پکن سامهون، اوري شال اڏيندين.
سڪ ۾ سور "سچوءَ" کي، بلوچا، بخشيندين.

ڪافي 12
گهوريو هي تہ پنيور، مون سگ ٻاروچن سان!

مَرَڪُ تان معذورِ کي، سندو هوتن هور.
راتيان رئان وڏ ڦڙا، ڏينهن سارو ئي ڏور.
آهي آرياڻيءَ جو، ديوانيءَ کي دور.
سچو ڳالھ اُنهيءَ جي، شوق مچايو شور.

ڪافي 13
ديس اسان جڙي آيو،
ٻڙيون، ٻاروچو،
مولىٰ سو آڻ ملايو!

اَڇڻ ٻاروچي جي ڪل نہ آن کي، تيلهان ٿيون ورھ وسايو.
ويڙهي اوهانجي وسي ٻاروچو، پري جو پنڌ پڇايو؟
اڳڻ اوهان جي آهي سدائين، گهوري تان پاڻ گهمايو.
آءٌ نماڻي عيبَن هاڻِي، پاڻ پرينءَ پرچايو.
پنڌُ ويني يار "سچوءَ" جو، ڪيو سو هوتَ سَجايو.

ڪافي 14
اَڇن تا پرين اَڇن تا، سل ڪي ساتي، اَڇن تا؟

طرف اسان جي هين تياري، پَهَ اجا ڪي پَڇن تا؟
اديون آتش عشق جا، من ۾ مچ مچن تا.
پَسڻَ ڪارڻ پرينءَ جي، نينهن وارا هِت نَچَن تا.
"سچو" سُورهيہ ڪيترا، رنگ انهيءَ ۾ رچن تا.

ڪافي 15
اها ڳالھ سڄڻ تنهنجي، ڪنهن سان آءٌ تان ڪريان؟

اوهان ٻاجهون سپرين، ويني هِت ڏکڙا ڏريان.
هي سِرُ سارو ساھ سان، آڏو تنهنجي دوست ڌريان.
وِرھَ اوهان جي هت وساريا، ٻاڃاڻن کي پنڌڙا پَريان.
دوست اوهان ريءَ ديس اُنهيءَ ۾، سورن جا ٿي سڏڪا ڀريان.
"سچو" چوي سپرين، تنهنجي صورت ريءَ ويني سور ترِيان.

ڪافي 16
منهنجو هوت پنهونءَ سان، نينهڙو لڳو!

پَرو پيڙم پاڻ مون، پينر ڙي منهنجو پول پڳو.
ٻيائيءَ جو بند پيو، ڪاڪِيون توڙيو عشقَ تڳو.
مون کي اوڏنهن آئيو، سرتيون سندو وِرھ وڳو.
پرين "سچو" آهي پاڻ سان، جيئن سُئيءَ منجهہ سَڳو.

## داستان نائون

1
ٻاري ٻرھ بلوچ جو، رڳوئِي راحت:
ساريان سا ساعت، جا هيڪَندَ هُيَس هوت سان.
2
ٻاري ٻرھ بلوچ جو، آھِ مَتِم مَحڪُم:
سندو دوستيءَ دمُ، ڇڏيان نہ چن ڪهين.
3
ٻاري ٻرھ بلوچ جو، آھِ نسورو نورُ:
راتو ڏينهان روح ۾، مُحبَن جو مَذڪور:
وڃڻ آھ ضرور، ڪاڪِيون ڪيچيڙن ڏي.
4
ٻاري ٻرھ بلوچ جو، هِيڙِن جو همراھ:
روح مَنجهارون راھ، ڪاڪِيون ڏسي ڪيچ جو.
5
ٻاري ٻرھ بلوچ جو، سَدا مُون شامل:
ڪيچ ڏٺي ڪامل، مون کي پورَ پَسائِيو.
6
ٻاري ٻرھ بلوچ جو، اونداهيءَ اوجَرُ:
ساٿي آھ سَيَر، سو نہ ڇڏيندو ڇَپَرين.
7
ٻاري ٻرھ بلوچ جو، اديون سِر آيوم:
چاهُون چُمي تنهن کي، چشمن تي چايوم:
وِرھ وسايوم، نِينهُن پنهنجي نِجهري.

8

باري برهه بلوچ جو، تَنَ کي تَقويت؛
سنڌيءَ سورَ صِفَتُ، پُڇين نہ پَر ڪَهِين.

9

باري برهه بلوچ جو، هاريون هِدايَتَ؛
ڪَندو ڪفايَتَ، پاڻون ڄاڻِي پَنڌ ۾.

10

باري برهه بلوچ جو، سارو سعادَتَ؛
هيڻن حمايتَ، ڪاڪِيون آهي ڪاف ۾.

11

پِريان سَندي پارَ ڏي، پَنڌُ عجائِبُ آهه؛
گهوري سِرُ گُهماءِ، مٿي در دوسَن جي.

12

پَنڌُ عجائِب پِرينءَ جو، سَندو پيرَنِ ناءِ؛
هِنئَين ساڻ هَلاءِ، پاڻ پَنهنجو پِرينءَ ڏي.

13

پنڌ عجائِب پرينءَ جو، آهه هلڻ سان حال؛
نڪا قيل مقال، ٻي نا جُڙي اُتهين.

14

پنڌ عجائب پرينءَ جو، خاصو ساڻُ خيال؛
فِڪر سان في الحال، وڃي پسندينءَ پرينءَ کي.

15

پنڌ عجائب پرينءَ جو، سِسِي پيرَ ڪرڻ؛
اِنهِينءَ ڏيان ڌرڻ، آهي قدم ڪيچ ڏي.

16

پَنڌُ عجائِب پِرينءَ جو، ”مان“ سان ڪين هلي؛
سائِي چاهه چَلي، جنهن ”مان“ ڇڏي وچ ۾.

17

پَنڌُ عجائِب پِرينءَ جو، هلڻ هڪ نظر؛
پاڙيچي ڪنهن پَرَ، اهو خيال ڪڙو رهي.

18

پُنيءَ هوت پنهونءَ جي، هيءَ ويچاري ويندي؛
سڄڻن نہ سينڌي، آءٌ تان آهيان جيڏيون.

19

پُنيءَ هوت پنهونءَ جي، هيءَ ويندي ويچاري؛
ضَعيفه زاري، ڪندي در دوستن جي.

20

پُنيءَ هوت پنهونءَ جي، هاڙهي کي هلنديون؛
سور وڃي سَلنديون، ڪَشالا ڪافن جا.

21

پُنيءَ هوت پنهونءَ جي، هاڙهي هلنديون سي؛
جَتَن اُتون جي، سِرُ ڪرينديون صدقي.

22

روئي هارج رَتُ، هَي هَي هوتياڻِن لءِ؛
تنهن پوءِ جيڪس جتُ، مٿان تو هٿ ڏئي.

23

راهين هارج رَتُ، ڪاڪي ڪيچيڙن لءِ؛
هو جو ڏونگر ڏاڪڙو، ماري پُڇج مَٿُ؛
ڏاڍيون مهٿان مِير جون، جهلي ڪج جَهَٿُ؛
تہ پاڻون ڄاڻي جَتُ، ٿئي رفيق رُڄُن ۾.

24

اُهي زورئون زور، جي تو محبت من ۾؛
ڏونگر ڏوريون ڏور، هھڙن هوتياڻن لءِ.

25

هَنجون رتُ هاريج، تان روهن کي رهسو ٿئي؛
وار نہ وساريج، هھڙن هوتياڻِن کي.

26

هاريون نہ هارين، اَرتو اَکڙين مَؤن؛
تون ڪيئن وسارين، هھڙن هوتياڻن کي؟

27

آهي روح رتِي، مون سين مون پِريَن جي؛
هٿان لَڪَ لَتِي، هھڙن هوتياڻن لءِ.

28

آهي ڪانہ اَٽَڪَ، آيل، عِشق وارئين؛
هٿان لتي لَڪَ، هھڙن هوتياڻن لءِ.

29

وؤڙيندي وٽڪار، ٻَڌي سَندرو سچ جو؛
پنڌ اڙانگا پَبَ جا، قابو نہ ڪوهيار؛
آهي رئڻ زارو زار، هھڙن هوتاياڻن لءِ.

30

ڳولِن ڳَڏ ڳڏيان، پاڻ پنهنجو ڪيچ ۾؛
پَلَؤ تان نہ ڇڏيان، هَهِڙن هوتياڻن جو.

31

ڳولِئين ڳڏيندي، پاڻُ ڪميٽي ڪيچ ۾؛
ڪنهن ڇَنِ نہ ڇڏيندي، هَهِڙن هوتياڻن کي.

32

ڳولئين ڳڏيندياس، پورهئي ڪارڻ پاڻ کي؛
پنهنجي تان پِرينءَ کي، ”سائين“ سَڏيندياس؛
ڪنهن ڇَنِ نہ ڇڏيندياس، هِهڙن هوتياڻن کي.

33
هارِيون ٿيس نہ هيئن، جو ننڊ نماٽيءَ نہ ڪَئي:
ٿيان پيرادِو تَن جِي، جَت ويڙهم جيئن:
ڪاڪِيون ڙي آءٌ ڪيئن، هِهڙو هوتُ وساريان؟
34
سَوين گُڻَ سندانَ، مان تي سارِيان سَرتيون:
سِڳها ٿيندا سُپرين، مون تي مهربانُ:
ويهان ڪيئن ماٺ ڪري، جيءَ متي جَولانَ:
آءٌ ڪيئن مِ اَرمانَ، هِهڙو هوتُ وساريان؟
35
موٽِي اينڊُم شال، پاروچو پاجهَ پئي:
اَتُم آريچن ري، جيئڻ منجهہ جَنجالَ:
هَي هَي منهنجي حال، ههڙو هوت وساريان.
36
جان جان يَڪا يَڪ نہ ٿيان، تان تان ماٺ نہ مُون:
”چِرا“ ءِ ”چُون“، برابرَ ”بي چُون“ نہ ٿئي.

ڪافي 1
پُڇيون ڪي پرِيَن، حالَ منهنجي جِيُون خبران، ساٿيو ڙي!

ساھ سِڪي تو جن ڪي، مون ڪي ڪِي سارِنِ؟
هِنِ دم دلاسا ڏنا، سَرتيون ساٿيڙنِ.
تون هِت کهڙيءَ ڳالھ مِ، هو هُت ياد ڪَرِن.
آهين جَنين جي آسري، سي تو ڪاءِ چَڏن.
”سچو“ سَنگتِ پانهنجي، مانَ غريبِ ڳڏنِ.

ڪافي 2
پَسڻَ ڪارڻ پرينءَ جي، ڪيا آگمَ اَڪڙيَن!

مِلَڻَ لاءِ محبوب جي، ٿيون راتو ڏينهن وسَن.
جهُورَ نہ لَهي جهُڙَ جِي، ٿي ڪڏهين ويڳاڻن.
سدا ساوڻ تَن ڪي، بوندان بس نہ ڪن.
”سچو“ سُپرينءَ لاءِ ٿيون، جهوريءَ منجهہ جهِجَن.

ڪافي 3
برھ بيراڳي ڪيو ڙي جيڏيون، مون ڪي درد ديوانو ڪيو!

پُڇو ڪيم طبيب پيا، مون ڪي نِينهَن سو نِيو.
هاريون اَچي اوچتو، پُور پرِيَن جو پِيو.
اَندوھ عشق عجيب جو آهي، ڏکِيءَ ڪي نِي ڏيو.

جو اَمُرَ اوراٽو ڏنو، سو تان ساڳِي ٿيو.
سَرتيون پاجهؤن سوز جي، آهي جُتِن ڳاڏون جِيو.
راتو ڏينهان روحَ ڪي، خيال ڪيو هِن کِيو.
”سچو“ باقِي سَچُ ٿيو، غير وچؤن تان ويو.

ڪافي 4
ٿيون وَرَڻَ جِيون وايُون، يا سانگيڙي جون!

هَت پانڌِن جي پارؤن پرين جي، اِهي سي خبران آيون.
ڪونجان هزارين ڪيچ وٽن ڏنهُن، اُهي سي دوست اُڏايون.
اَگڻ اهوئِي اسان پرين جو، جدا نہ هونديون جايُون.
ڪئِي ڪتابتان پنهنجي اَچڻ جون، مون ڏي هوت هَلايون.
ناهِن ڳالهيون هي ڳرهڻ جهڙيون، ”سچو“ سي سوز سلايون.

ڪافي 5
گهٽا وجي ڏينهڙا لايا، يارَ پياري، ميان!

آءُ ڙي پانڌي ڪَلَ ڪائِي ڏي، هُئن اَچڻ جا سعيا؟
اُنهن ڪارڻ راتو ڏينهان، مون تي وِرھ وسايا.
ڏينهن انهيءَ ڏي ڏسان ڏهاڙيون، هُن تي ڪانگ اُڏايا.
يار مسافر مولىٰ مهر سان، ساڻ غريب گڏايا.
تورا تَن جا ”سچو“ سنپارين، جي اِجهي چَون اَچ آيا.

ڪافي 6
حال منهنجو ڪونہ هو، جيڏيون ڙي، پنهنجو ڪرم ڪيائون!

معاف ڪيائون منديون، ڏوهَن ڏي نہ ڏنائون.
جيڪو حال احوال هو سائين، پاڻؤن پاڻ پُڇيائون.
پاڻ پنهنجو پاڻهين، ساڻ غريب گڏيائون.
”سچوءَ“ ڪي ڪيئي سرتيون، تي دلاسا ڏنائون.

ڪافي 7
گهورِي گهورِي گهورِي، وو ميان،
جند سَجَڻ تو تان گهورِي!

راتو ڏينهان، وو، آهي اوهان جي، سائين، جهوري جهوري.
ڳچيءَ وِڌيَو عجب جيهي، سُهٽا، ڏوري ڏوري.
تَندُ نہ جاٽان، وو، ڪنهين هيءَ، سُهٽا چوري چوري.
دل ڪسيائي، وو، لُٽ نِيتيائِي، حاڪم، زوري زوري.
اول آسانِي ڳالھ تي، پوءَ ڪيڙءِ، سائين، ڳوري ڳوري.
”سچوءَ“ لايو سَچَ منجهارؤن، لالن، لوري لوري.

ڪافي 8

ڙي جيڏيون، هاڻي گهوريو هوتن ري، سارو شهر ڀنڀور!

لاهيندا، وو، لُطف مان، ميان، هن ڏکيءَ ڪوُن ڏور.
هي هالاڻي آن جي، شعلو وڏڙو شور.
منت نہ منهنجي موٽيا، زاري آهي نہ زور.
درسن ساڻ دفعي ٿيندو، سندو هنيڙي هور.
”سچو“ سندين راهہ تي، هڪ جفا ڀيو جور.

ڪافي 9

اَڄ هوتن ريءَ هِت هاڻ، ڀيا ڪير لهن مون ساران!

قاصد ڪيچ وٽن ڏنهُن، آئُت سِگهڙو آڻ،
ٿي روز وِڄهايان قاران.
وِجهان وِڄاڻا ڪيترا، قريبن جي ڪاڻ،
يار ملن شل ياران.
آيون اِنهي پار ڏهون، اديون ڪُرڪاڻ،
ڪونجن جون پِي قطاران.
سَنجهي صبح سرتيون، ميان ٻاروچي جي ٻاڻ،
آهِن ”سچو“ کي سنياران.

ڪافي 10

ڏک وڏو وئين ڏيئي ڏيئي، وو، يار سڄڻ اَڄ مون کي!

اوهان ٻاجهون يار پيارل،
حال اسانجِڙو هيئي هيئي.
پرين ڏسيجو وڙ پانهنجي ڏي،
اسان هٿئون جي پيئي پيئي.
ياد ڪريجو ڏينهن اُهي ئي،
ڳالهيون ڪيَوَ گڏ ڪيئي ڪيئي.
هو جي ڪيون ڳالهيون توئي سان،
نينهن ”سچوءَ“ ري سيئي سيئي.

ڪافي 11

ڪالهہ اَسان تو ڪيون ڪيون، يار سڄڻ، ڳجهيون ڳالهيون!

ٿين پراٽيون ڪينڪي، نِت سي آهن نَيون نَيون.
رهيون آهن روح ۾، چڱيون اوهان جي چَيون چَيون.
ڪين وسرن ساهَ ڪڻُون، اُهي تان پاڙڻ پَيون پَيون.
منيون ڳالهيون تانهنجيون، هن ”سچوءَ“ ساهَ سَنيون سَنيون.

ڪافي 12

تون تہ پاڻهي تو سائين جاڻي،
ڪيهو حال چوان توکي هاڻي!

دل ديواني ڪيَئِي اسانجي، مُحب اُوهانجي ماڻي.
ڏوهن ڏي ڏس ڪين اسانجي، سائين تون پاڻ سڃاڻي.
دردمنديءَ جي دل توئي سان، اکِن اَڙائي آڻي.
ڪڏهن اسان وٽ ايندين دلبر، ويني وجهان ويڄاڻي.
سوال ”سچوءَ“ جو آهي اهو ئي، تنهنجو عشق نہ شال اُڪاڻي.

ڪافي 13

آءُ آرياڻي اوري، آءٌ دامن لڳڙي آهيان!

سِرُ پنهنجو سُپرين، گهرون آيَس گهوري.
هِيءَ ڪميڻي ڪينڪِي، ڏونگر سگهي ڏوري.
ڪا جا تَندُ طلب جي، چِتِ وئين تون چوري.
نيو ٻاجهاڻي پاڻ سان، تڙُ نہ رهي تو ري.
”سچو“ سَگ اَوهان جو، ڪيئن پُڄي تنهنجي توري؟

ڪافي 14

ڏِس ڪهڙيون ڦيريون پائي، اِهو لِڪ لِڪوتي يارُ سڄڻ!

غمزي هن غيرت ٿِي، جو عشق لَڳَن سان لائي.
عِلم عقل ويو اڏري، عين عشق جي آئي.
طَبل ٻيا سي تر ٿيا، جڏهن نوبتَ نِينهُن وڄائي.
نحو صرف ويو وسري، جاتي پاڻ خيال کُپائي.
رَمز پنهنجي راز جِي، تو ”سچوءَ“ کي سمجهائي.

ڪافي 15

اڙي مهر پَئِي، مون کي يار سَڄڻَ،

قدر پيو مون کي ڪاڪيون، نِي وو وو، ويجن وِئي.
اَثر منهنجي درد جو اديون، شال طبيبن ٿِئي.
ورهيہ ويڙا گذري، هِن عاشق آهون ڪِئي.
وِرهہ وهاير جيڏيون، پوئتان پُرجهڻ پِئي.
ٻُڪي ڏين جي ٻاجهہَ جِي، تان جيءُ ”سچوءَ“ جو جِئي.

ڪافي 16

آهِ علاجُ نہ ڪوئِي، هِن اکن ماري آهيان!

ڪنهن کي سَليان سَرتيون، حال اِهو ئي روئِي.
ڦڪِيون ٻُڪيون لکين هزارين، ڪيون طَبيبان توئِي.
ناحَق ٻڌين پَٽِيون، ڪل نہ حاذق هوئِي.
ويچ وٺي وڃ واٽ اِهائي، سانولُ اِيندم سوئِي.
دست سڄڻ جي دارون آهي، "سچو" يار سَيوئي.

ڪافي 17

نِينهُن ڏاڍي سان لايوسي، آءٌ تان هاڻي ڪيئن ڪريان؟

عشق سَوَلو سَرتيون، هُت سَيَر پايوسي.
جو ڏنائون جيڏيون، سو تان پَلءِ پايوسي.
پُڇي اسان جا پَڪڙا، اديون اِجهو آيوسي.
پيئَر شهر پنيور جي، هِت طَعنن تايوسي.
سوئي "سچو" سِر تي، هاڻي چُمي چايوسي.

ڪافي 18

منهنجو هِينئڙو هوتن ساڻ،
ڪهڙي ڪريان ٻي آءٌ تان ڳالهڙي!

وندر سنديءَ واٽ تي، پُرزا ڪنديَس پاڻُ.
اَڇي لڳو مون اوچتو، پاروچي جو ٻاڻُ.
دعا ڪريجو جيڏيون، شالَ موٽي مُئيءَ جو ماڻُ.
وِيڙو درد فراقِ جو، ڏيئِي ڏکيءَ کي ڏاڻُ.
اَڳڻ ايندو تانهنجي، "سچو" سو سرواڻُ.

ڪافي 19

ڪالهہ اَسان وٽ ويهِي ويهِي، وو يار سڄڻ، ڪَيَو ڳالهيون!

سي نہ وسرن ساهہ منهنجي کي،
ڳالهہ ڪريان ٻي ڪيهِي ڪيهِي!

ٻهَر باروچا ٻاجهہَ پَئِي تون،
آءُ پکي هِن پيهِي پيهِي!

ڏينهن بہ ٽي چار دوست اسان جِي،
رَمزُن سان دل ريهِي ريهِي!

هُج هميشہ يارَ اسان وٽ،
پرين نہ تِج پَر ڏيهِي ڏيهِي!

ڪيو بيراڳِي ڏينهن تنهن لاڪُون،
دوست "سچوءَ" جي ويهِي ويهِي!

ڪافي 20

يار چڱي تو تان مون سان لائي،
ڙي دلبر، لائِي!

دوست دلاسي جي دردمندن ڏي، مُج ڪتابَتَ ڪائِي.
تنهنجي اَچڻ جي يار پرين ڙي، هِتِ وري تي وائِي وائِي.
جا وٺيوَ دل پنهنجيءَ کي، ڪيوَ سانول سائِي سائِي.
خبر خوشيءَ جي پارؤن اوهان جي، اَچ اسان وٽ آئِي آئِي.
حال ڏسي ڪري يارَ "سچوءَ" سان، تيءُ اَچي ڏُکَ پائِي پائِي.

ڪافي 21

اِجهي آيا، کِلي گڏيا سي، جن جي ڪارڻ پاندي پُڇياسي!

فُلڪ فِراقِي، ڏِينهن ڏُهيلا،
اُهي سي ئِي وسري وياسي.
پاٽڻُون جاٽي، سي پيهي آيا،
جِن جي ڪارڻ چِلا ڪياسي.
اسان پانيو تہ آرامِ ٿِيوسي،
ناز نيٽن جي ناگهہ نياسي.
ويڙهي اسان جي "سَچُو" آيا سي،
طرف جنين جي قاصد ڪيياسي.

ڪافي 22

متان تون مونکي ڇڏين،
سُونهان ڙي سڄڻ جا!

محبوبن سان نانءُ ڏٽيءَ جي، نيئي غريب کي گڏين.
نٿو جاٽان ڏينهن اُهوئي، ٿيندو الاجي ڪڏين.
جڏهن تون حاضر ٿئين حضورين، نانءُ "سچو" ڪري سڏين.

ڪافي 23

ڪاڻ اچڻ تنهنجي ڪندي آءٌ، هِتِ حيلا هزارين وي!

پرچ پرين ڏِس پاڻ ڏي، بِرهہ اوهان جي بندي آءٌ،
وري مان نهارين، وي.
پَرچِي اَڳڻ آءُ تون، پايان ڳچيءَ منجهہ گندي آءٌ،
يار گڏ گذارين، وي.

جيھي تيھي ھوت اَوھان جي، چڱي سا توڙي مندي آءٌ،
سا تون چو تو وسارين، وي.
اَوھان ٻاجھون سُپرين، نيٺڻون وھايان ندي آءٌ،
پيو "سچو" پنارين، وي.

ڪافي 24
آھي صبح انجام، پرين، تنھنجي يلا پار ڏي!

اَسان ڪنيو تان تنھنجو، سِرَ تي ڪُل ڪمامُ.
دانھون ڪري درد مؤن، بِرھُ نہ ڪر بدنامُ.
جي تون پُڇين ڳالھڙي، طلب نہ ڪَج تمامُ.
اڳڻ اچن تا تانھنجي، عاشق ڪر آرامُ.
"سچو" سَپو تانھنجو، ڪَيوسي قبول ڪلامُ.

ڪافي 25
ناھي ويچاري سا وَس، ھِيءَ تا بيوس آھي، ميان!

پِرين پنھنجي پارَ جو، ڏاھا ڪو پَھُ ڏس،
تنھنجي ڪَس، نِي، آھي، ميان.
اَول آخر آھي ئِي، رانول منھنجِي رَسِ،
تنھنجي وس، نِي، آھي، ميان.
اَوھان ٻاجھُون سُپرين، ڳالھيون نہ اَچن ڪَس،
روحَ رَس نہ آھي، ميان.
پُڄاڻان پرين جي، آھي پنيورَ ڪَنڻُون بَس،
سو تان چَس نہ آھي، ميان.
ساڻ "سچوءَ" تون سُپرين، ھوتَ ڳالھائِج ھَس،
بيو ڪو جَس نہ آھي، ميان.

ڪافي 26
ھوتَ اسانوتَ اِيندا،
ونِي نال پِي نيندا!

سَوَ دلاسا سَرتيون، ھِنَ ڏکيءَ کي ڏيندا،
گولِي پاڻ گڏيندا.
پَکا پاڄياڻِن جي، اوڏا آڻِ اڏيندا،
چوري تان نہ چڏيندا.
جانچي ڏسجو جيڏيون، ھِڪُ ٺُڪِيءَ سان ٿيندا،
وري پوءِ نہ ويندا.
پَسِي حال حَقيرِ جو، بَديون تان بخشيندا،
"سچو" نانوُ سڏيندا.

ڪافي 27
جِي آئِين، پِلي آئين، ڪيچي ڏنُوَ ڪالھَ ڪاتي!

سِگھو سِگھو تون ڏيج سَنيھا، ڏينھن گھٽا جو لائين.
تورا لائين تو ھِن ٺَڪيءَ تي، پير اڳڻ جو تون پائين.
پاڻُ توئِي تَٺُون ڪريان قرباني، جو ڳالھ سڄڻ جي تو ڳائين.
طَرفئِن تنھنجي ھيءَ نِماڻي، سَڀِ پلائِي ٿِي پائين.
ڏيھُ سڄڻ جو، ڏَسيون ڏھاڙيون، "سچو" تو ڪانگَ اڏائين.

## داستان ڏھون

1
ڪيچيڙا ڪالھ ويا، مان ٿي اڳڻ نھاريان:
ساريو سُپرين کي، ھنجون آءٌ ھاريان:
گوندر گذاريان، ھَي ھَي سارا ڏينھڙا.
2
ڪيچيڙا ڪالھ ويا، پوءِ تي اڳڻ نِھاريام:
ڪين لھان ڪاٺين، وڏيءَ ويل ويام:
وجي ٺاڪ ٺيام، ڪاڪيو ڪيچ وٽن ۾.
3
ڪيچيڙا ڪالھ ويا، ٺَنگ اُٺن ٺاٺي:
ھوتن ريءَ ھاٺي، اڱڻ نِھاري نہ سگھان.
4
ڪيچيڙا ڪالھ ويا، اجا مون وٺاءُ:
پرين پڄاٺاءُ، اڱڻ ڏسي نہ سگھان.
5
ڪيچيڙا ڪالھ ويا، جات اَولِي جَتَ:
ھَي ھَي ھٽان ھٺ، اڱڻ ڏسي نہ سگھان.
6
ڪيچيڙا ڪالھ ويا، تون ٿي اڱڻ نھارين:
ٻَڙي ٻاروچن لءِ، رت ھنجون ھاريين:
ساريون سنياريين، ٻاروچاٽي جاتِ کي.
7
ويَئي ڪيچيڙا ڪالھ، تون اَڄ ٿي پيرَ نھارئين:
ھو لنگھي لَڪَ سنوان ٿيا، تو ھِتِ ھھڙا حال:
ڪنڌِي سارَ سنيالَ، وجي ڪيچ وٽن ۾.
8
ڪري ڏمرُ ڏير، اُٺي آڏيءَ رات ويا:
تون ڪٺي وقت صبوح جي، پيراڊِنِ جان پير:
ھو ڏُکيو ساٿُ سوير، وجي ڪيچَ وٽن ۾.

9

جان جان ٿِيَڙسِ جاڳ، تان ساٿ سَويلو لَڏيو؛
اَرتو اوتي اَڪيون، موٺيون ڏسِي ماڳ؛
وَرُ وَرائي واڳَ، ماڻَ نماڻيءَ جي نِجهُري !

10

اَڱڻ ساڱِي اوءِ، پَر ڪيچن ڪي ڪاتڻُون لهان؟
ڏيئي ڦَٽ فِراق جا، پورهيتَ چڙيون پوءِ؛
هاڻي راهُن متي روءِ، سڏُ ڪريندي ساٿ ڪي.

11

وجي ڪيچَ وٽن ۾، مَنَ ڪَرن نماڻي ياد؛
اَندھُون آزاد، ڪندا ڪميڻيءَ.

12

وجي ڪيچ وٽن ۾، ياد ڪرن مون ماڻَ؛
انهيءَ ۾ ارمان، ساھ وجي ٿو سرتيون.

13

وجي ڪيچ وٽن ۾، ماڻَ پڇن پورهيت؛
تہ هُئي نماڻي هِتِ، پاڻيءَ ڊوئي پانهنجي.

14

وجي ڪيچ وٽن ۾، ماڻَ پورهياتِ پُڇن؛
اِئين پاڻ چون، تہ ويچاري ويجهي ڪريو.

15

وجي ڪيچ وٽن ۾، ڪنهن ساعت سنپارين؛
ماڻَ وري نِهارين، پينر شهر پنپور ڏي.

16

وجي ڪيچ وٽن ۾، پُڻُ ٿيندي پورهيتِ؛
جَتُ منهنجو جِتِ، آءٌ اُت گولي ٿي گذاريان.

17

ڪري پورهيائِت پانهنجي، ماڻَ وني نانءُ سڏين؛
گولِنِ گڏُ گڏين، ڪَنِ پاڻِيءَ ڊوئِي پانهنجي.

18

پورهيت ڄام پنهونءَ جي، اَصَلَ گوَن آئين؛
تون گولِن سندي گولڙي، هو سندءِ ٿيا سائين؛
ڪاپو ڪمائين، ڪُلو ساري ڪيچ جو.

19

پورهيات پنهونءَ جي، هيءَ اصل لاڪون آهِ؛
ٿِي ڪاپائِتِ ڪيچ ۾، ويندي لالن لاءِ؛
ساھ نہ اَڇن ساءِ، هي ماڻهو شهر پنپور جا.

20

هيءَ پورهيائِتِ پنهونءَ جي، اَصلَ گوَن آهي؛
سَڱ نہ ڪا ساهي، ٻڙيون ٻاروچَن سين !

21

چوتِ چڙهي چانگارَ، ڪندي ڪيچيڙن ڪي؛
پوندي ڪَن قريب جي، گوليءَ جِي گفتار؛
ٻاروچا ٻيهارَ، ڪندا پيرو شهر پنپور ۾.

22

ڪوهِ چڙهي ڪوهيارلَ ڪي، ڪا جا ڪُوڪ ڪيام؛
ڳوڙها جي ڳلَن تَؤن، ڳڙَن جيئن ڳاريام؛
اِهي سڏڙا، ”سچيڏنو“ چوي، ٻاروچَل ٻُڌام؛
گوندَرَ غَمَ ويام، جڏهن ٿيس هيڪاندي هوت سان!

ڪافي 1

آءٌ ڪانگا ڪا ڪر، ڙي، مون سان هَر هَر پيو ڪر، ڙي،
مِٺِي ڳالھ پرينءَ جي!

ڏاها ڏنوءِ ڪِي وجِي، اُهي پرين ڪهڙيءَ پَرِ، ڙي؟
ڪِي حال پُڇيائون هِن جو، ڪا ڪندا ويچاريءَ وَر، ڙي؟
مُحبن جي ميلاپ جِي، ڪا ڪندين پيٽِي پَر، ڙي؟
آءٌ توئِي تؤن صَدقي، هوئين دوساٽي دَرِ، ڙي.
پِريان سندي پار جِي، سِڪ ”سچوءَ“ ڪي سَرِ، ڙي.

ڪافي 2

ڪالھ قاصِدَ اوڏاهون آيا : چي، جاني اِيندءِ اَڄ جائِي!

اَسين تان اوڏاهون اَڄ آياسي، هُئن اَڇڻ جا سَعيا،
ڪيچ هُئِي هيءَ وائِي.
سِڪين سارين جن ڪي، وو ميان، واليءَ پوءِ وَرايا،
اَڇي ٿيندءِ ڏُکَ يائي.
ڏينهن گهٽا تو هوت پنهونءَ ري، وِرهِي مينهن وسايا،
آئي اُڏاهون واڏائِي.
اِجهي اِيندءِ سپرين، وو ميان، ڏينهن گهٽا جَن لايَا،
ڪَلَ نہ پوندءِ ڪائِي.
”سچو“ سِڪندي سال ٿيا، وو ميان، ڏکيا مون ڏينهن لَنگهايا،
وجي هِي عُمر اجائِي.

ڪافي 3

ڙي ساٿيو، منهنجي يار جِي، ڪا ڳالھ اَچِي مون سان ڪيو!

آهي آرامِي ڪِي يار اسانجو، ٻُڌي سا ووءِ ووءِ وَريوَ؟
جي هيڪَندَ ٿِيان هوت سان، تا ڪاڄ سيو مون سَريوَ!
ٻيهَرَ مون سان ڪيچ ڏي، ڪي وڪان بہ ٿي چونہ پَريوَ!

ڏوٽ ڏوراپو يار سڄڻ تي، مَتان ڪو پانڌِيَو ڏريوَ.
سوز ”سچوءَ“ جو سَڱَ سُڻَڻ سان، ڳوڙها سو ڳاري ڳريوَ.

ڪافي 4
وڃي پَڪا پُڇائيج، تون ساٿِي ڙي، سڄڻ يار جا!

هِي تان حال حَقيرِ جو، وڃي سارو سُڻائيج.
هِي نياپو نينهن جو، وڃي پانڌي پَهُچائيج.
پاند ڳچيءَ ۾ يار ڪي، پارؤن مون پائيج.
ٻهَر ٻاروچا وري، وو، اَچي وِرِهه وسائيج.
”سچوءَ“ ڏي ڪنڌُون سُپرينءَ، ڪِي چڱو چوائيج

ڪافي 5
مون کي نيڻ ٿا نِيَن، هَر هَر حبيب ڏي!

دل جوش ۾ خروش، اکيون روز رت رُئن.
شُڪر آهِ خداءِ جو، ڊِيدان ديدار ڪَرَن.
پارؤن يار لَکَ هزار، مون کي مِهَڻا ڏيَن.
سِرَ تي ”سچوءَ“ سپ سَهايا، پيئر پَلِي چَون.

ڪافي 6
رهبَر اِئين چَون، اَچ اڱڻ تنهنجي اِيندا!

تُون ڪيئن وسارين تَن کي، جي تو گهٽو پُڇَن.
در تنهنجي دوست اُهي ئي، اچ ٿا اِجهي اَچَن.
پَڪا پانورَ ڪِٽِي ڪري، اوڏا تنهنجي اَڏن.
”سچو“ سندي حال جِي، ساري خبر لَهَن.

ڪافي 7
دارون ٻيو نہ ڏئين، آهي طبيبُ عشق منهنجو!

دٻليون دارونءَ سنديون، موتي نال چو نِئين؟
ڳالهه اِهائي عاشقن جِي، هيءَ لاءِ سان هِنئين.
اوڏنهُن اولانيو آئِيوَ، چو ويجَ ڏي وئين؟
رَڪ ”سچو“ ڙي سوز سيني ۾، تان تون ’سچو‘ ٿئين.

ڪافي 8
ياد اهي مون کي آيُون، ڪيئي ڳجهيون جي ڳالهڙيون!

اُوهان جي ٻہ اَچڻ جون، ٿيون وري هِت وايون.

درد منديءَ جي دل کي دلبر، ورهُ وجين ڪيئن لايون؟
نانءُ سائينءَ جي سهڻا سائين، چِٽُ نہ وڄ مون تان چايون.
آءُ تہ ڏينهڙا ڳَڏ گُذاريون، هِت وينا ورهُ وسايون.
ڏوهَن ”سچوءَ“ جي ڏي نہ ڏسو، جو هِت ٿا سَندوَ سڏايون.

ڪافي 9
دوستَ کي دانهون سُڻي، مَنَ مِهَر ڪا مون ڏنهُن پوي!

درد مندن جي دَرَ اُتي، تو ڪانگ لاکِيڻو لَوي.
پيغامَ پرين پارَ جا، چَشمن اُتي ويهو چَوي.
عاشق آهي اُڪنديو گهٽو، تو راند روئڻ جي رَوي.
سِرَ پِرِ اسين ايڏانهن اَچون، يا ڪي اوري ايندءُ اوهي؟
”سچو“ سَدا سِڪَ سوز ڪؤن، پيو ماڻُ محبت جو مَوي.

ڪافي 10
مُحبن مُڪَا مون ڏي وري، اچ ڏوٽ ڏوراپا ڏِئي!

سُٽي سَنِيها يارَ جا، ٻولي ٻَڌيُم ٻانهون ٻئِي.
دل ديري ڏي دوست جي، وهندو اِنهيءَ ويلي وئِي.
مون کي وساريو ڪيئن اَٿئي، مون پرت توسان پئِي.
تنهنجي اسان جي وچَوَن، ڏس ڏينهن ويا گذري ڪَئي.
مون تان ڪيون تو ساڻ جي، سانيج ”سچو“ ڳالهيون سَئِي.

ڪافي 11
اَڄُ اڱڻِ اِجهي آيَم، پَرديسي ڳَڏيم، ميان!

پيهِي پکي آئيا، لنؤ جنين سان لايَم.
ڪوڙين قاصد ڪيترا، هوتن پار هَلايَم.
پُڇيم جَن لِءِ پَنڌڙا، سي واليءَ پوءِ ورايَم.
اُنهن ڪارڻ سرتيون، سِرَ تي سورَ سهايَم.
سيئِي ”سچو“ آئيا، جَن لِءِ ڪانگَ اُڏايَم.

ڪافي 12
ناهي ڏوراپو ڪو ڏيڻ اوهان کي، يار تو سان مُنهنجي زاري!

روز اَزل ڪؤن چاڙهيئِي اسان تي، بارُ برهه جو باري.
جاتي ڪاتي صاحَب سارِيان، يارَ اوهان جي ياري.
راتو ڏينهان ڳالهه اُوهان جِي، ٻي وائِي مون نہ وساري.
درد منديءَ سان، ڪنهن ڏينهن دلبر، ڪر ڪا وروهَن واري.
حال اَحوالَ جِي آهي اُوهان کي، سُڌ ”سچوءَ“ جي ساري.

ڪافي 13
آءٌ تنهنجي، سارو عالم ڄاڻي، يار ڇڳي تو تان لائِي، وو!

گهوريو پرين پرديس اوهان تؤن، ڪَر اَچڻ جِي وائِي، وو.
اَندر اَسان جي يار سجڻ وي، سَنڌيَوَ سِڪ سَمائِي، وو.
طرف اسان جي شالَ اوهان جِي، ٿئي ورڻ جي وائِي، وو.
مِهڻا ڏئي تو لوڪ مِڙيوئي، دوست تو تُّون دل چائِي، وو.
شالَ ”سچوءَ“ جِي يار پيارا، لهين تان سُڌ سپائِي، وو.

ڪافي 14
آءٌ بانهِي ٿُون سائين، وي،
پاتم پاندُ ڳِچيءَ ۾ ڪپڙو!

طرفؤن تنهنجي يار پيارل، ڪانگ اَچن مَن ڪَائِين، وو.
نانؤ مولا جي مهرَ پَوَئي ڪا، تورا مون تي لائِين، وو.
روز ازل ڪنئُون تنهنجڙي آهيان، غير نہ مون کي پائِين، وو.
هڪڙي ساعت اڱڻ ”سچوءَ“ جي، پير مُبارڪ پائِين، وو.

ڪافي 15
اُهي اڱڻ منهنجي آيا، وو،
جَن ڪاڻ سي پيرَ پُڇايَم تي!

پَکي اَسان جي پيهِي آيا، ڏينهن گهڻا جن لايا، وو
جن ڪاڻ سي پوٿيون پَٽايم تي.
جن لِءِ روز نهاريم راهان، مولا سي محب ملايا، وو
جن ڪاڻ سي ساٿِي سَنيايم تي.
هِنَ غريب کي گڏ نِيَڻ جا، ڪيا سي سجڻ سَعيا، وو
جن ڪاڻ سي ڪانگ اُڏايم تي.
ڏينهن فِراقِي لَنگهيا اسان تؤن، روئندا دوست کِلايا، وو
جن ڪاڻ سي ڏکڙا لنگهايم تي.
رهيا آهن روح منهنجي تي، فائِقَ جا فرمايا، وو
جن عشق جا سبق پَڙهايم تي.
دل ”سچيڏني“ جي تي اَصلؤن، هاديءَ حُڪَم هَلايا، وو
جن ڪاڻ سي وِره وسايم تي.

ڪافي 16
ڪڏهن اَلاجي ايندين، پيهي پُڇڻ پنهون يارَ!

پاڻ پنهنجو پاڻِهي، ساڻ غريب گڏيندين.
پَکا پَکن سامُهان، اوري شالَ اَڏيندين.
اِهو اَٿم آسرو، ڇَپَر تان نہ ڇڏيندين.
سگ پانهنجي در جو، ”سچو“ نانؤ سڏيندين.

ڪافي 17
اِهي ڏوراپا ڏيئي، موٽِي مُڪا يارَ مون ڏي!

هوءَ جا ڳالهڙي ڪالھ ڪئي سون، ڪِيئن وسري تو ويئِي.
اَسان ٻاجهون، سُڻ ڙي سائين، ڏينهن گذاريَوَ ڪيئِي؟
ڪهڙن ڳالهين ۾ تون تان آهين، پِرت منهنجي تو سان پيئِي.
ڇَئِي مُنجين تو هَٿِ پانڌن جي، تہ حال اسان هِتِ هيئِي.
ڏوهَ گناهہ، وُو، تنهنجا بَخشا، ”سچو“ ڙي، يارَ سَپيئِي.

ڪافي 18
مون کي مُرڪڻ سان تون، ڪِيئن ماري وئين!

ڪَيئِي پُڄندي پانهنجي، موٽِي ڏوراپو تو مون کي ڏِئين.
آءٌ اِيلازڻ دوستَ توئِي کي، يارَ وجي اِتي يا ڪِي ٿِئين.
آءٌ مُئِيءَ تا گهوري جانِي، سدائين سو تون تان جِئين!
ڪهڙيين ڳالهيين يار سجڻ وي، هِيءَ نماڻي نال نہ نِئين.
آهي ”سچو“ جئن يار توئِي سان، هُج تنهن سان تون پي ٿِئين.

ڪافي 19
آءُ وري تون تان ويهُ، سجڻ،
آءٌ تان تنهنجِڙي آهيان!

آهون عاشقن جو سُٽي، ڇَڏِ پرين تون پَرڏيهُ.
پَکَن ٻاٻاڻن ۾، آءُ پرين تون پيهُ.
اصل لاڪون آهي، هِيءُ ڏاها تنهنجو ڏيهُ.
”سچو“ چوي سُپرين، آءُ ساڙءِ ساڻيهُ.

ڪافي 20
گهوري جانيءَ ري جُدائِي،
گڏُ گهاريون، هوءِ هوءِ هوءِ!

معلوم توکي پرين، سائين سا ڳالهہ سپائِي.
شالَ ڪَنن سان نہ سُڻان، تنهنجي وڃڻ جي وائِي!
تو سان چنڻ ڪارڻ تان، يار نہ مون لَڙهہ لائِي.
ٻَن وڇوڙي جي شاهِي دلبَر، وَر سان گڏ گدائِي.
ساڻ ”سچوءَ“ هو ميان سُپرين، سائين تون گڏ سدا ئِي.

ڪافي 21
اهي ٻڙيون، ٻاروچا، اَڄ اڱڻ مُنهنجي ايندا!

هيءَ شريڪت ڪا ڪندي، اَڙي سرتيون، سائن ساڻ،
ناهيان ثانياڻي تن جي، جا پُرجهي ڏنُم پاڻ،
ٻانهي ڪري پانهنجي، اُهي صاحب سڏيندا.

اُتي ويني تانهنجيون، هن واتيون ورونهان،
ڏين سَپيئي سرتيون، مون کي لکين ٿيون لوهان،
اِهو اَتم آسرو، گولِي گڏ پي گڏيندا.

ڪِينَ جون مون کي خبران، آٽي پانڌيءَ پهچايون،
هيون هوتن سنديون، هيڏي ورَڻ جون وايون،
"سچو" جن جو آهين، سي چَن نه چڏيندا.

ڪافي 22
وجي ڪا مِنت ڪري،
منهنجي يار کي، ووا!

هو سدائين سان مُون، پرين نه وجو پَري.
حال نماڻيءَ جو ڏسي، وري سو پوءِ وَري.
وني ڪا دامن دوستَ جي، اڪيون تان آب پَري.
ساريو توکي سُپرين، هِت مَريضِ مَري.
رُسڻ نه تن سان، جن ريءَ "سچو" نه ساهه سَري.

ڪافي 23
لَتِي هَلاڪِي هاڻِي، دوست وسي مُنهنجي ويڙهي!

ڪوني ڪَيَو پانهنجي، پرين پاڻؤن جاڻِي.
ناحق اوتيم هوت ريءَ، پنبڙين مان پاڻِي.
سي ئِي آيا هُيَس جنين لاءِ، جيڏيون ڙي، جوڳِياڻِي.
وني ويهاريئون ويجهڙو، "سچو" سو سگَ سُجاڻِي.

## داستان يارهون

1
اَڻ مُلِهي آهيان، ٻانهي ٻاروچن جي؛
سي چِپَرُ چايان، آهُن ء دانهُن سين.
2
هَي وجي هي قافلو، چُپاتِي چايُون؛
مُنهن ڏئي آيون، آهُون دانهون عِشقَ جون.
3
رات لهي ويا ريجُ، نماڻيءَ ڪان نڪري؛
ڪاڪيون هاڻي ڪيئن ڪريان، جو ڪاڏي ٿيڙم ڪيچُ؛
پَرَ پيو پنهونءَ سان پيچُ، سو اتي رهڻ نه ڏئي.
4
سَهي جان نه سُتينءَ، جو ڪُڙڪ ٻُڌي ڪُڙڪِي وجين؛
ڇِتيان چانگن جون ٻُڌي، تون ڪُوڙي ڪين اُٿين؛
غافل هِڏ گُتينءَ، سي پَرِ "سچيڏنو" چَوي.
5
پانڌين ڪنڌُون پُڇي، تي پَهَه پرينءَ جا پيچرا؛
سَهلِي "سچيڏنو" چوي، هِيءَ لالَن لاءِ لُڇي؛
ڪنهن سان ڪين ڪُڇي، اُٿس ووءِ ووءِ وائِي وات ۾.
6
چاڙهيون لاهِيون چُنج جِيون، ڪوڙين آهِن ڪوهَ؛
ڏئي مهتان محبت وارئين، چِپَرُ ڏاڍِي چوهَ؛
ناگهه نِسَتِ نينهن ڪي، تا رئارن روهَ؛
اَچي منجهه اَندوهَ، مَتان تون ماندي ٿِئين.
7
لاڪون لاڪين لَڳّ، نبيرڻ نه ٿيا؛
ڪوڙين آهِن ڪيترا، راهُن اُتي رڪ؛
هَي هَي ڪارڻ حقَ، هِي سارو ڏونگر ڏوريان.
8
روئِي هاريان رَت، ووءِ ووءِ وائڙين تي؛
جيڏيون ڪارڻ جَت، سارو وندر ووڙيان.
9
اَچج آرياڻِي، تون وري شهر پنيور ۾؛
آن ري اَڱڙيَن مؤن، تو پَرتِ وهي پاڻِي؛
هوت اَچِي هاڻِي، هيءَ نالائِق نوازيو.
10
هوت نه چڏيو هِتِ، نِيو پورهيتِ پاڻ سان؛
تو ريءَ بي ڪا چِتِ، ڪانهي ڪميڻيءَ کي.
11
عمر اَجائي گذري، ڪارڻ مِنيءَ رُوءِ؛
خام منهنجي خوءِ، ڪَر وَر ويچاريءَ جي.
12
جَتَ موچاري جاتِ، چِگي جاتِ جَتن جِي؛
وائِي تن جِي وات، سدا اَتم سرتيون.
13
پورهيائِتِ پنهونءَ جي، آهي اَصل ڪؤن هِي؛
جيڏيون جَتَن ري، ويني وِرهُ وسائيان.

14
آهي ڪونہ غرضُ، محبوبن کي منهنجو؛
ڏيڻ سِرُ فرضُ، ”سچو“ سندن سَٿِ ۾.
15
لوهي لا غرضي، سُپيريان جِي سارَ؛
مارڻ لءِ مُشتاق جي، آهي محبن کي مرضي؛
سِر ڏيڻ تنهن سَٿِ ۾، آهي فقيرن فرضِي؛
ڪڏهان ڪو قرضي، ”سَچو“ تنهنجي نانءُ جو.
16
پيس تنهنجي پيچ، پنهون ڪين ڇڏيج مون؛
بانهي ڪري پانهنجي، وجي بانيڻ کي ويچ؛
مَر ڪميڻي ڪيچ، پورهيو بانِهن جان ڪري.
17
روئِي ڏنو رنگ، ڪو جو ڪامِڻِ ڪوهَ کي؛
سو شمه شَفق سان ٿيو، سُرخيان سارو سنگ؛
منهنجو نينهن نِسَنگ، پيو سمورو سُڪوتَ ۾.
18
اُٿي ڪمر ٻنڌ، لوچ، تہ لَهين سُپرين؛
هوتاڻِن جو هنڌُ، ڏسين اَکڙين سان.
19
مِلي مارڳَ جي مرين، ٿئي قدر ڪيچيڙن؛
ٿورو وڏو تَن، تنهنجي اَچڻ جو ٿئي.
20
مِهَر مہ لاهِ مٿام، آءٌ اوهان جي آهيان؛
جي ڪامِل سَڏَ ڪيام، سي ٻُڌي ٻاروچا ورين.
21
ٻانيڻ جي ٻاڪار، ٻُڌي ٻاروچو آئيو؛
ورَ وسارج ڪينڪي، جا واقف نہ وٽڪارَ؛
سِگهڙي لهج سنيار، سائينءَ لِڳ ”سچو“ چوي.
22
سَرواڻن مون ساڻ، پَلوَن پَلائِي ڪَئي؛
جن جاڳايو جوش کي، آءٌ اُتن قرباڻ؛
ٻاروچاڻو ٻاڻُ، تڏهن لؤن لؤن منجهہ لڳي ويو.
23
پيئَر هن پنيور ۾، منهنجو ڪارِ نہ ڪرُ؛
اُتر آريءَ جام سان، دوستيءَ وارو دمُ؛
ماٺهن ليکي غمُ، پر سُک ”سچو“ تو پانئيان.
24
ڪيچيڙن مون ڪالهہ اَچا وڙ وڏا ڪيا؛
اُن جي ڪارڻ ڪاڪيون، ڪنديس ڪاف ڪَشال؛
هَي هَي هِن جي حال، جو ههڙا هوت وساريان.
25
عمر اَجائِي گذري، هَي هَي ههڙي حالَ؛
تائين اَچ نہ مون ٿِئي، سَندي هوت سنيال؛
مون ڪان پچن ڪينڪي، ڪافَن جا ڪَشالَ؛
پنهنجي قربَ ڪمالَ، ڪا وَر ويچاريءَ جي ڪريو.
26
عمر اجائي گذري، ههڙا حال ٿيام؛
چُپ چپاتيءَ سرتيون، وٺؤن هوت ويام؛
هو جي ڏونگر ڏاڪڙا، قولڻ سَڀ پيام،
اَچ صبح اينداما، ڪندا ور ويچاريءَ جِي.
27
وندر ۾ وِيهان، قولن پيون پرينءَ کي؛
نالِ جَنين نينهان، هوت تِنين جي هنجَ ۾.
28
پَرتُ هوت پنهونءَ کي، آٽي عشق ڪيو؛
”سچو“ سَگُ ٿيو، ههڙن هوتياڻن سين.
29
مِهر مَہ مٿان لاهہ مون تان نماڻيءَ تَٿُون؛
هِيءَ ڏکوئي ڏاهِ، اَڻ مُلھ آهي آنهنجي.
30
مِهَر مَہ مٿان لاهہ آءٌ اوهان جي آهيان؛
جي ڪاملَ سَڏَ ڪيام، سي ٻُڌي ٻاروچا ورين.
31
جيهي تيهي حال سين، ٻانُ وجهڻ مون ٻنڌ؛
روئي پَوڻ رندِ، پنيءَ جام پنهونءَ جي.
32
هَي هوتا تو سندي، اَ وڙنُ جهڙي ناهيان؛
حال پسي مون هي، مانَ نماڻي نال نئين.
33
ساٿُ سويلو سرتيون، وڏيءَ ويل وِيوم؛
وندر جي وٹن ۾، قولڻ هوتُ پيوم؛
ٽيلڻ تر ٽِيوم، هاٽي هوتياڻِن لءِ.

ڪافي 1
مون کي تنهنجي آهِ، اَچڻ جو وڏو آسرو!

جوڙي ڇڏيم، وو، جائيون، ميان اَلا، لؤن لؤن ۾ تولاءِ!
اگڻ آسروند جي، ميان اَلا، پير مبارڪُ پاءِ.
جڏهن ڪڏهن تو ڏسان، ميان اَلا، توکي جاءِ بجاءِ.

ڪين جُڙي ٻيو جِيءَ ۾، ميان اَلا، تُنهنجي سِڪ سواءِ.
ٿو گذاري گوندرين، ميان اَلا، ”سچو“ تُنهنجي ساءِ.

ڪافي 2
لڳيءَ دل جو دارون، ناهِ ڪو ڊولڻ پيارا!

عشق جون واٽان، ٻَرن لاٽان، تنهن مَؤن نڪرن درد جون چاٽان،
پوءِ ٿيون پَون هي پَچارا.
عاشق ٿا ڪن درد جون دانهان، عشقَ منجهارؤن اِهي آهان،
رُئن اُهي زارو زارا.
آءٌ تان ٻانهي، تون تان سائين، پاند ڳچيءَ وچ پَلؤ پائين،
اچڻ جا ڪر قول قرارا.
ڳالهيون مون سان تو جي ڪيون، مور نہ مونکي وسري سي ويون،
دم دم تنهنجِي ياد آ يارا.
هيڪر مون ڪي جانِي جياريو، ڳالهِن تنهنجن ڳُجهن ڳاريو،
وصل جا ڪر وري وارا.
”سچو“ تون تان ٿِيءُ نہ ماندو، پِرين تنهنجوالله آندو.

ڪافي 3
اَديون ڙي اَج آهِ، اَسان مُحبن جو ميلو!

دلبر سِڪندي ڏينهن ٿيا، سُپيريان جي ساءِ.
فَنا ڪيائون فراق کي، ٻُڌو جاءِ بجاءِ.
ڏک لنگهيا سُک آئيا، لڳڙي ٿڌڙي واءِ.
جنهن ساعت گڏيا سُپرين، سا ”سچو“ ساعت سُهاءِ.

ڪافي 4
ماريو هوتَ وِجَن اَلا، ڪنهن در ڏيان دانهڙي، پلو پلو!

ڪاڪيون، ڪڏهن ڪينڪي، منهنجي مِنت مَجن، اَلا.
پُنيءَ پيس جَن جي، سي پِي سورَ سَجَن، اَلا.
دعا ڪَريجو جيڏيون، پيرو تان نہ پَجن، اَلا.
اهو اَتم آسرو، ڏيندا آب اُجَن، اَلا.
”سچو“ سهمي ڪينڪي، روحُ تہ ڪانءُ رُجَن، اَلا.

ڪافي 5
هُتَئؤن هوتُ هَلي، ڙي، دوست دلاسو ڏيندو!

وجهج ڪم ڪريم تي، ٻي ڳولج ڪا مَ ڳلي،
پاڙهين پُنيءَ تو ايندو.

پَڪا پَڪن سامهان، تنهنجي ماڳ مِلي،
اوڏا آٽي اَڏيندو.
اَچڻ سندي اُن جي، ويندو روحُ رلِي،
ٿورو ٿورياٽيءَ ٿيندو.
جا ڳُجهي هوتن مَنَ ۾، سا ساڻِن ڳالهہ سَلي،
پُنهل پاڻ سان نيندو.
مهرَ پنهنجيءَ سان تو پرين، اِنهيءَ پَت پلِي،
ڙي ”سچو“ نانءُ سَڏيندو.

ڪافي 6
ذري ذري ڪَن چَشمان چُور، نِين اسان کي ٿيون وَهلور!

تَن مَن سڀ تاراج ڪَرن ٿيون، ديدن جو آهي هي دستور.
خوني وتَن خيال پنهنجي سان، گسنِ شهزادن شَعور.
ناز نياز سان هِڪي واري، چاڙهن سوليءَ تي مَنصُور.
ساڻ ڏسڻ جي مشتاقن سان، ڪَيفِي ڏاڍو ڪَن ڪَلُور.
”سچو“ ڪير ويچارو آهي، وجهن ڦيري دل، ڪَرِن فَتُور.

ڪافي 7
پاڙِهي پئيوَ سُڌ سورن جي، وو، عِشق لڳيوَ جي اَديون!

ساري خبر وجي تَن ڪنئُون پُڇجو، جي وِرهہ سجڻ جي وڍيون.
ڪين لِکن سي لوڪَ اڳيون، جي آهِن ڏکن جون ڏَڏيون.
مُحب مسافِر ٿيا جَنين جا، ڪُوڪان اُهي لَک ڪنديون.
ورِهَ ولوٽيا جي وهنديون تَن جي، نيٽؤن نِيرَ جون نديون.
پارؤن پِرينءَ جي سٽو سيبئِي، لوڪ پَلِي ڏي بَديون.
اڳيون پويون سڀ معاف ڪيون، تنهن محب ”سچوءَ“ جون مَديون.

ڪافي 8
اوري آڻ سي اوري، ڙي الله، جنين ڪاڻ سِڪيَس سال!

ڏسُ نہ مون کي ڪو ڏئي، ڏيهہ رهيس آءٌ تان ڏوري.
واٽَ جنهين ڪؤن لنگهيا، گهوري هِيءَ جندڙي گهوري.
هيڪند تون ڪر هوت جي، ساڻ ٿَڪيءَ ڪنهن ٿوري.
ساهہ ”سچوءَ“ جو تنهن ڏهاڙي، ويا چاڪَ وجهي چِٽُ چوري.

ڪافي 9
ڏينهن پُڄاڻؤن آئين، پلي آئين، ڙي يارَ مُنهنجا!

اڱڻ اسانجي هوتَ ٻاروچا،

پيرَ جي اَچ پائين، پلِي پائين.
پَري اسان کؤن يار پرين ڙي،
ڏينهن چو لائين، ڪيئن لائين؟
ڏوھ ڏنگايون يار سجڻ ڙي،
ڪيئن پُلِيءَ ڏنهن پائين، جو پائين؟
هيئن نہ گُهرجي يار توکي،
چِٽ چُڪيءَ تؤن ٿو چائين، ڪيئن چائين؟
عَرش ڪرسيءَ تؤن اَچي اُتاهين،
مَن "سچوءَ" جي تون مائين، پلِي مائين.

ڪافي 10
ٽُنهنجي پانڌي پيغامَن، اَلا، منهنجو جيءُ جياريو!

هِي تان تَنُ توان ڪيو، اَڙي ساٿِي سَلامَن.
تو تؤن آءٌ قربا ن ٿيان، ڏنهن آئين عجيبن.
مَنهنجو چِت چَريو ڪيو، هِن نينهَن جي نياپن.
درد منديءَ جي دل کي، ڪيو قابو ڪلامَن.
ڪيائون ياد حقير کي، اَسر ئي ايامن.
ڪَيئون مِهرؤن پانهنجي، گوش ڏي غلامن.
مُنهنجو وِرھُ وڃايو، ان جي اَنجامن.
جيهو تيهو آهي ئي، "سچو" سگ سندن.

ڪافي 11
ڪري سانگ پرين وري آير اُهي، ديس اَساڏڙي، اَلو اَلو!

وري وطن آئيا، پيىر تيڙم پَلو پَلو.
پريَن اڳيؤن پيشوا، هاريون مون سان هَلو هَلو.
اَصلَ لاڪؤن آهي اُنهن سان، روح منهنجي جو رَلو رَلو.
اُنهن باجهُون ناهِ ڪو، گولڻ مونکي گلو گلو.
سِر سجڻ جو لوڪ کي، ساهيڙيون نہ سَلو سَلو.
"سچو" سچيءَ سِڪ ۾، شال نہ پوندو وَلو وَلو.

ڪافي 12
ناهي هِنَ درد جو دارون، توئِي وٽ يارَ طَبيبا!

ترُ تفاوت درد نہ ڏينديءِ، چوڙين جا سِيرَ سَرارُون.
ڦَڪِي ڏيڻ سان هَي وجي ٿو، هِنيَڙو هاٽي هيڪارُون.
سوز گداز، نِي وي، غم فراقان، لائن تا قول قطارُون.
دوا دردَ جِي سوئِي ڏيندو، جو ايندو پرين جي پارُون.
ناز پَرين جيون يار "سچوءَ" جي، هِن تان ساهَ سنيارُون.

ڪافي 13
منهنجو شرم سَيوئِي آهي، جيڏيون تان پِير مُغان تي!

وري ڏنائون پاڻ ڏي پاڙِهين، نا تہ هئا حالَ اسان هي.
اُهي پاڙيائون پاڙِهي پانهنجا، هو جي قول ڪيائون ڪي.
جَن پياريو پُر پيالو، شالَ ساقي جِيَن سي.
سَدا اُهي وسَن اسان وٽ، جانِي جيءَ جا جي.
سر "سچوءَ" کي ڏَسيو ڏيهاڙيون، پنهنجي يار هَٿؤن ڏي.

ڪافي 14
ڏنِي ڏيکاري، ڙي ميان، صورتَ سُپرينءَ جِي!

حَسن حُسين جي ڪارڻ، زاري، ڙي زاري.
ورتم ساري لوڪَ کؤن، پيىر ڙي بيزاري.
مُحبت محبوبن جي، مون اَصل اِختياري.
چوان حقيقت حال جي، هيءَ سجڻ کي ساري.
هِت هُت ڪندا ڪاڪيون، اُهي مون سان موچاري.
"سچو" سدائين گهرجي، يارن جي ياري.

ڪافي 15
ڏيئي مون ڏيکاري، لَڙي وريو ويو در تؤن دلبر!

ڏنُم اَکِڙين سان، هوءِ هوءِ حسن هزاري.
وسُ نہ هِن جو ڪو هُيو، هوشُ نئين هَسواري.
دينَ ڪفر اسلام کؤن، برهَ ڪئِي بيزاري.
ڪنهن در ڏيان آءٌ دانهڙي، مونجهہ اِنهيءَ مون ماري.
سوز سَفيران لايون، هِن چُڪيءَ کي چوڏاري.
حاجت هن جِي نہ هئي، جا قاتِل فوجَ قراري.
گهٽي مدت ڪان پوءِ اَچي، دوست ڏني دلداري.
باسيائون تان بِرھَ جي، ميان "سچوءَ" کي سَرداري.

ڪافي 16
پرين اوهان کؤن پوءِ، هِت راتيون رهنديس ڪا؟

پُنيءَ اِيندي تانهنجي، لالَ وري هِن لوءِ،
پوءِ سورَ سهنديس ڪا؟
واعدا ويڙا وسري، هوتَ ڪَيَوَ جي هوءِ،
بئي بول بَهنديس ڪا؟
پرين تنهنجي پار ڏنهن، قاصِد اچي ڪوءِ،
وري هِت ويهنديس ڪا؟

سچو سِڪَ اوهانجي، هِنيَڙي ۾ هوءِ هوءِ،
بئي ناهَ نهنديس ڪا؟

ڪافي 17
مون ۾ عيب اَپارَ، سَجَڻ تُنهنجي بانهڙي آهيان!

بانهن جي آءٌ بانِهي آهيان، ساري سپ چمارَ.
هُئان هميشه هوتَ سان، شالَ نه ٿيان ڌار.
هِي سِر صَدقي تو توُن، سِيسي ساڻ ڪپارَ.
اوچِڻُ ڪنديس اکيون، پٽر ڪنديس وار.
پاڻُ تو ئي تَوُن صَدقي، سِيسِي ساڻ ڪپار.
ساهَ "سچوءَ" جو سوگهو ڪِيڙو، رکي ياراڻو يارَ.

ڪافي 18
سو ڏاڍِن جو آهي ڏيهُ، جاتي نِينهڙو وو نيڻن لايو!

جاتي پهُچ نه پکيءَ جي ميان، سو سيڻن جو ساڻيهُ.
جي تِي وجان در دوستن جي، ميان، چُمان پيرن کيهُ.
جي ڪونيو ڪُهن سُپرين، وجي پکڙي تَن جي پيهُ.
"سچو" عاشقُ جي آهين، واڍوڙين وجي ويهُ.

ڪافي 19
پلو، آءٌ تان يارَ سجڻ جِي، بانِهي گولِي آهيان!

آءٌ نماڻِي عيبَن هاڻي، ڏوهَن ۾ آءٌ تان اولِي آهيان.
جيهِي تيهِي آهيان، ڙِي جيڏيون، جانب جِي آءٌ تان جهولِي
آهيان.
پَل پَل پُڇَن حال مُنهنجڙو، ڳالهه انهيءَ جي تان ڳولِي آهيان.
هيڏي هوڏي نه وجان، مُحبن جي آءٌ تان تولِي آهيان.
ڏِسُ "سچوءَ" ڏي سُپرين، نا تہ چِپَر هِت چولِي آهيان.

ڪافي 20
اَديون اُهي اَچ آيا، ڏيهُ جَنين لءِ تي ڏوريان!

ڏيو مبارڪ سرتيون مونکي، مولا سي مُحب مِلايا،
چرخو ڪيهو آءٌ چوريان؟
در پيهي سي، وو، آئيا، سائين الاَ، جَن لءِ مون وِرهَ وسايا،
پاڻُ مَتائنئن گهوريان!
پَر ڏيهِ ويا ها، وو، مون پرين، واليءَ سي پوءِ ورايا،
تَڪِ ڪيها بيا توريان؟

"سچو" اتي، وو، دوستُ ڳڏيوسي، ڏينهن گهڻا جَنهن لايا،
ونڊر ڪنهن لءِ ووڙيان.

ڪافي 21
پينر ڙي بيوس، وجي آءٌ پَئيان!

وس نه آهيان پانهنجي، واکو ڪِيمُ بيوَس،
مين ديوانڙي ٿئيان.
لوڪُ سارويِي سرتيون، روحُ نه اَچِي رَس،
حالُوَن هُڻ مين ڳئيان.
مَچُ ڏاڍو مون سِر آئيو، ڪوئِي نه اَچِي ڪَس،
قابو عَشق ڪَئيان.
بِرهه واري باتِ ڪوُن، "سچو" نه ڪَري بَس،
مِهڻا ڏيَن سَنئيان.

جهولڻو
( سسئي ۽ پنهونءَ بابَت )
1- سَرتيون سپ ڙِيَس صلاحِي،
هوتان راهَ ونِي پيا راهِي،
چو ٿيِنءَ ڪَڍَ تَنِين جي ڪاهِي،
ڏونگر ڪِيم ڏسائج ڏاهِي،
حَبَ ۾ ڪونه ڪَنڌُئِي همراهِي،
تڏهن چِپ ڪرڻ تو چاهِي،
پَر هو اِهڙو امر اِلاهِي:
بيا سپ ويهُ تون وهَم وساري.

2 - چي ڙي، مون سان مُور مَہ ٿيو مَصلحاتِي،
ثابت سِڪَ رهي ڪا ساتِي،
هاريون هي جا آهي حياتِي،
تن کي روهه رسان تِي راتِي،
پائِينديس جهَر تَتي جهَنگ جهاتِي،
چاجي چجي پوي مون چاتِي،
ڪنديس وؤڙ سَنديَن ويلا تِي،
اِينديس ساڻ ونِي پَڙُ پاتِي:
ڏسنديُون هوت مِڙئِي هِکواري.

3 - چي ڙي، ويهُ وسار وجڻ جي وائِي،
توسان لَعلَن جنهن لَوُن لائِي،
تُنهنجي دل ڪيڻَن تَنهُن تائِي،
سو اَچ جاڙ ڪري ويوءَ جائِي،

ڏيئي ڪَن ٻُڌج تون ٻائِي،
ٻوهن پاس نہ ٻوڙج ٻاهِي،
سُرت صلاحَ تون سَمجهج سائِي،
اِها ڳالهہ اَمرَ ۾ آئِي :
ڏونگرُ ڏورؤن ئِي ڏهڪاري.

4 - آيل اَڻَ مُلهِي جا آهي،
سا ڪيئن سگ سڄڻ سان ساهي،
ٻيو تان ناهہ نہ هرگز ناهي،
ڏاڍِن ساڻُ شَريڪتَ ناهي،
جا پَئي سپ لاڳاپا لاهي،
ڇپَر چوهہ اَڳيانئُس چاهي،
ڪيچن ڪَڏَ اُها مَرُ ڪَاهي،
ڪٺندي گام تہ پُڄندي ڪاهي :
محض اُنهيءَ ڪي مِيرُ نہ ماري.

5 - چي ڙي، رَهَ روين ٿِي روڙي،
آڏو پِينگ ٻُجهي ٿي پَوري،
هيبتَ هول هراست هَوڙي،
ڪامِڻ ناهِين اسان ڪي ڪؤڙي،
ٿُون تَنهن ديس مَ وَجج ٻَوڙي،
پَرڏيهيءَ جي پُٺِ مَ پؤڙي،
ٿَر ۾ ترسُ اَٿئي ٿَڪَ ٿوري :
هِتِ تا ڪائہ گهڙي هِڪ گهاري.

6 - آ دل آرياڻِيءَ سان اَٽڪِي،
مان جا ريجهہَ اَديون تَنهن وٽڪِي،
هَي هَي گهوري تا هِنَ گهٽڪِي،
رهنديَس ڪِين هِجَر ۾ هَٽِڪِي،
جانبَ ڪاڻ نہ جاڳِيس جهٽ ڪِي،
پِنيءَ ويلَ وجان مَرُ لَٽڪِي،
ڪنهن جي مهم نہ هَٽڪا ڦَٽڪِي،
هاڻي سر توڙين مون سَٽڪِي :
هِنَ ڪي ڪامَ هَلڻَ ڪؤن ڪاري.

7 - چي ڙي، سپ پَر سُجَ ٻَلي ٿِي جاڻِي،
پُرڄهج پَٻَ نہ اَٿيئي پاڻِي،
وسهج تو دل جَنهن سان واڻِي،
سَسئي سو تان ٿِيُئي نہ ساڻي،
ناحق تانگهہ تنهين ڏي تاڻِي،
چو ڪَيءَ خواب ڪٺِي تو ڪاڻِي،
ڪِيئن ٿِي آبُ اَکين ۾ آڻِي،
حِيلا ڪَرمَ هلڻَ جا هاڻي :
پُڄندينءَ بام پَسِي ٻَرُ ٻاري.

8 - جيڏيون جبلَ چَؤ ٿيون جيئِي،
ساجهُر سَنگَ لتاڙيان سيئِي،
گهوريان گهوٽ ٻِنا گهرُ هيئِي،
سائِي وَسَ وَٽانئُم ويئِي،
رهندَمُ روحُ نہ هِت تَن ريئِي،
وِيڙم دوست دلاسا ڏيئِي،
هِيءَ تان پَلَؤ پُنهونءَ جي پيئِي،
هُن تان ڪامِڻَ ڪيڙس ڪيئِي :
نِياڻُونس وَرُ وني ويساري.

9 - چي ڙي، گهورين ڪاڻ، جنين جي گهرڙا،
اَٿئي تَن اَڙانگا اَرڙا،
آڏو ٿاڪُ نہ ڏيندءِ ٿَرڙا،
ٿِيندءِ زور مَٿي تو ذرڙا،
بيدل بَس ڪَرائيندءِ بَرڙا،
اوجهڙ ڪوهَ اَٿئي سي ڪَرڙا،
گهائي پيرَ ڪائيندءِ گرڙا :
سَگهندينءَ نارِ نہ وَرُ نِهاري.

10 - ثابت ڳالهہ سڻو هِيءَ ساري،
جبل واٽ نہ جيڏيون جاري،
پَرَ پِي ٻِرهہ جنهين سان ٻاري،
سا هَڏِ ماڏي مور نہ مَاري،
ڇا جي وَر وِنگا وَڏِ واري،
تاپِي درد منديءَ دَهڌاري،
توڙي ڪوهہ ڪري ٿو ڪاري،
ڪندو پاڻ پنهون پوءِ واري :
تا پڻ سَرسُ سِڪائِي ساري.

11 - جيڏيُن ڪَيَس وراڻِين جوڙي،
هُت ٿو روهُ رڙندا روڙي،
تَنهن جو تابُ نہ سگهندي توڙي،
آڏو مِير مَيائِي موڙي،
رائو ريگَ ٿَرَن ڪؤن ٿوڙي،
سگهندينءَ پيرُ نہ ڪَر ڳل ڪوڙي،

تون تان لعلُ لَهين ڪِيئن ووڙي،
ڪَنهن جي ڪَامَ ڪَمر ڇَڏ چوڙي :
بيا تِي ماڳ مِرُون چوڏاري.

12- جيڏيون جَتُ منهنجو آهي جائِين،
آءٌ تان ويندِيَس اَڄ تَنهن تائِين،
آهيان بانهي اُن جي آن ئِين،
پاٽؤن گهٽ پيئَر تِي پائِين،
آن ڪي پَلوَ ڳِچيءَ ۾ پائين،
دَمُ دَمُ دُرس ڪريج دعائِين،
مون ڪي سَڄڻ ميڙيين سائِين،
ڪيچيڙن ڪي پَهچان ڪائِين :
بِرهِ جي باھ ڀَهون ويا ٻاري.

13 - چي ڙي، آڏو لَس ٻَڳهيڙَ ڪن لوڙا،
تَن ڪؤن ڪَن ٻَئي ٽِين ٻوڙا،
چوهئون چَپُر چني تو چوڙا،
تاتي تاڪَ تَڪَر جا توڙا،
سَهمناڪَ سُندا سي سوڙها،
ڏيوَن مارَ مَتي ڏين موڙا،
سي ئِي ڏُرت ڏورڻ جا ڏوڙا،
ڏينيو ڏنگَ هَٽن تا ڏوڙا :
آهِن هاڙي مَنجهه هَزاري.

14 - چي ڙي، چا جي مَستُ مِرون هنئن مارا،
ڄُرڙين نانگَ ڄُرن چوڏارا،
سي ئي ورھ اڳيون ويچارا،
هٽندا شينهَن ڏسي شوڪارا،
هو جي هاڙي مَنجهه هاڪارا،
سَرتيون سَنگ نهاريان سارا،
ڪيا ڄُڪ جانبَ جي جيءَ جارا :
وَرَ سان ڪانهِ ايندي ڪا واري.

15 - چي ڙي، هُيَڙئِي جي جَتَن جي جا ڪا،
توڪي سَمجهه پيئِي ڇَؤ سا ڪا،
ويَڙئِي نازِ نهوڙي ناڪا،
ڏونگر ڪين اَٽئي ڪي ڏاڪا،
لُوهي لَس وجهنديِ لاڪا،
چِيؤن ڇُوهه لنگهنديِنءَ جهاڪا،
آڏو فَلَڪ فِڪِر آهِن فاقا،

ونگَن وِچ واسِينگَن واڪا :
هُت تو پَبُ وِجهي پاتاري.

16 - ڪاڪيون ڪامَ ٽِڪي هُت ڪانِي،
جاڏي جَتَ وني ويس جانِي،
سورج آهي نہ تن جو ثانِي،
تاڏي تُرٿ وجان آءٌ تانِي،
جا جي پَبِ نہ هوندس پاني،
ڇَپَر چوھ اَڳيانئُس چاني،
توڙي بِرھ وِجايس بانِي،
لوچون ڪِين ڪنديَس سالانِي :
اِهو عَرض اَتوَ اِظهاري.

17 - جَلَدؤن جَت وني ويئي جوري،
پوري چو نہ پرينءَ تَنهن پوري،
گاذر هاڻ مَحَل گهر گهوري،
ڏُونگر ڏرڙَ سَگهين ڪِيئن ڏوري،
عاجِز عام ٿيندئِي، هِت اوري،
ٿَرَ جي پند نہ ٿَڪِيئن ٿوري،
تن ڪي توڙَ سَري تِي توري،
وجھ مَ جِيُ پَلا ڪَنهن جهوري :
مَرنديءَ گامَ ڪنيو ڪوڪاري.

18 - چي ڙي، بيحد ڪِيم ڪِهو بيون باتِيون،
جو تيون لَسَ لوايو لاتِيون،
ڪَنهن ڪي ڪَند نہ اِينديون ڪاتِيون،
رهنديَس روز نہ اِتي راتِيون،
وينديَس سِڪ سَڄڻ جي ساتيون،
ڏاتَرُ ڏِس جو ڏيندُم ڏاتِيون،
پائِيندس جالَ جَبَل ۾ جهاتِيون،
مُحبن هَس اِهي مَصلحاتون :
هَلِي آ مَردِ ساڻ اُماري.

19 - ڪامِڻ مِنَت ڪَريون ڪَنهن ڪيهِي،
سي جَتَ جاڙَ ڪري ويئِي جيهِي،
ڪِيَڙي پُرجھ نہ تو پپ پيهِي،
ڪا ڪَر ڪاھ تِنين پُٺ تيهِي،
تون تان نِينهَن نسوري نيهِي،
ووڙج وَرُ مَ وِرچج ويهِي،
ڪيائين دُرس ديوانِي ديهِي،

اَول عِشق نِشانِي اِيهِي :
تَڙ ڦڙ راتِ ڏينهان تڪراري.

20 - ڪيچين ڪَيَ لڳِي هوءِ ڪَهڪي،
پهريون پُور ٿڪر سان ٺهڪي،
ڪامڻ ڪوه ڏسِي نا ڏهڪي،
اُتي روحَ نہ تنهن جي رَهڪي،
توڙي پير ڦِٽس پَٻ ڦهڪي،
تان پِي نارِ نہ بلڪل ٺهڪي،
توڙؤن ڪِين تنهين هَڏ ٿهڪي،
اُوجان عاشق اهڙي اُهڪي :
ڏونگر سپ وڏائين ڏاري.

21 - توڙي جهَڪَ جهَڪي ڪئي جهولي،
پِي تان بولي هَڏ نہ بولي،
ڦيريون ڏئي، پِرين کي ڦولي،
چوهؤن پاڻ چَپَر کي چولي،
گورَن رَند ڏسِي سِرُ گهولِي،
ڳَڙ ڳَڙ ڳوڙها ڳاريو ڳولي،
ڏونگر ڏرڙ ڏکوئِي ڏولي،
قادر شال قريبَن کولي:
ڪندو گام ٿڪَر کؤن تاري.

22 - پهريون ڪانءُ پهاڙَ پُڇيائين،
هِت کي وينا هوت هَنڌائين؟
هَر هَر توکي سُرت سٽائين،
کي هئا رات توئِي وٽ سائين؟
ڪَر ڳِل الله لَڳِ اَلائين،
بيو هَڏ سور نہ سَنگ سليائين،
مون کي مُحبن ساڻ مِلائين :
عاشِق هَي هَي ويا آزاري.

23 - پوءِ تان ٿيڙس جبل جوابِي،
پنيءِ ليلَ لنگهيا بشتابِي،
ساڳيين سارو سات ثوابِي،
سي سپ هُئڙا گل گُلابِي،
وجندا وِيڙا رات ربابِي،
اصلوءِ اَڙبنگ هئا اَعرابِي،
توسان ڪِيائون خام خرابِي،
اوني عين هئا عاذابِي :
هتؤن ڪاهِ اَڙاهِ اَنڌاري.

24 - ڏونگر ڏَسُ چُڪيءَ چَڏ ڏيئي،
تو وٽ رات تنين ڪا پيئي؟
آهِ هي وَسَ تنين کؤن ويئي،
کِي تان لنگهيو ساٿ سنجهيئي؟
هاڻي حال سُڄج مون هيئي،
ويَڙس ڏک وڏو هي ڏيئي،
هُو هُئا ڏاڍا سُپرين سيئي،
جانب آهن منهنجا جيئي :
ماري آهِ ويا آ تاري.

25 - حَجر چَيَس آهي هِنيڙي هاري،
جي تون محبوبن جي ماري،
آهي عشق سَندُءِ آزاري،
وجهج ڳِلِ ڳِچيءَ ڪا ڳاري،
مون کي ترِ نہ ڪج تَڪراري،
پُنِنِ ڪاهہ نہ ٿيءُ قراري،
اَٿئي برهہ بلوچي باري،
يَڪدِل ڪانئن مَنگِج ياري :
ويندئِي عشق نہ هڏ اوتاري.

26 - ڏونگر ڏيرن ڏي ڏس ڪوئِي،
اَوڙي روحَ نہ هيو رسُ ڪوئِي،
ناهي ويچاريءَ جو وَسُ ڪوئِي،
لاهي ڪونہ هيو ڪَسُ ڪوئِي،
ناهي جانبَ جو جَسُ ڪوئِي،
کُني غم ڏِسِي کَس ڪوئِي،
خاطِر منجهہ نہ پيس خس ڪوئِي،
وني درد ڦِري ڏس ڪوئِي :
بيني عِشق مَنجهؤن اوساري.

27 - چُڪيءَ چوٽ وٺِي ورچاتي،
وِيڙا وِرهہ توئي سان واتي،
آندي عِشق تڏهن اورهاتي،
کُنل ڪيچ وجج ڪنڌ ڪاتي،
پيٺئي زُهر منجهؤن گُهٽ گهاتي،
توکي آندو عشق آڳاتي،
ڳولج جامُ پنهونءَ گهِر گهاتي،
هَي هَي لَعلَن ويو لوهاتي:

هُئڙي جن جي هِيءَ اَجهاري.

28 - هَي هَي ماري عشق اَميران،
وڻِي وِرهه وَڪيل وَزيران،
توڙؤن هِيئن لِکيون تقديران،
ٻانِهن هٿ ٿيون تقصيران،
ڏاڍيون عشق سنديون تڙ پيڙان،
پُڻِيءَ منهنجي بِرهه بَهيران،
هَلَن هُت نَڪي تدبيران،
مون سان سندين سوز سفيران:
ورتُئي ورهُ ڪنهين وَٽجاري.

29 - اَول بابين برهه پَڙهيائين،
تنهن پوءِ سورن منڍ سَڙيائين،
سَسئي ساڻُ فِراق ڦَڙيائين،
اَصلؤن ڪيچن ساڻ ڪَڙيائين،
جَڙان جيءَ ۾ جال جَڙيائين،
تيلهان مٿي روهَ رَڙيائين،
مَحبت منجهه مريض مَڙهيائين،
توڙؤن غير خيالَ تَڙيائين :
پيئي هَٿ بِرهه هاڪاري.

30 - هِيءَ دل لالَنُ وِيڙسُ لُٽي،
وِڏسُ ٻاڻَ ٻروچَ جِي ٻُٽي،
وَرَڪؤن شالَ فقير نہ ڦُٽي،
ڏُنگر ڏُک چَريءَ کي چُٽي،
ڪيائين ڪيچن منزل ڪُٽي،
آنديُس عِشق گهٽيري گُهٽي،
مٿو پيرَ ڪرايون ڪُٽي :
هَي هَي ڪيو ٿِي سَا هُونگاري.

31 - وَرَ جا وِرهه پياريَس وَٽِي،
توڙي سسئي سورنَ سَٽِي،
تَنِهن دل ڏانهن نہ مُحبن مَٽِي،
چوڪو عشق نہ آهي چَٽِي،
سُورن سوز ڪِلڻ ڳؤن ڪَٽِي،
مُحبت ڪانءُ نہ گهايل گُهٽِي،
سسئي سوزَ فِراق جي ڦَٽِي،
پائين پَٻُ پَٽولا پَٽِي :
روئي ڦوڙائِي جان ڦوهاري.

32 - لوڻِي ٻَڪ مٿي ٿي لَتِي،
ٻوڙي تيزَ منجهارؤن تَتِي،
محبت مَنِ تنهين جي مَتِي،
وجي ڪيچ وِرهه مون وَتِي،
گهوري گامَ گهٽيري گهتِي،
ڏکَ جي چِتِ هنيائون چَتِي،
روئي ريتِ تنهين سپ رَتِي،
جاڻي پَٻِ سَيو هڪَ پَتِي :
عاشِق عِشقَ منجهؤن اُڃنگاري.

33 – هَرٽيُون ڪِيرُ پيارڻ آيس،
ڪِر هَڙ دانهن ڪري سَپ ڪانيَس،
ڪوڪن ساڻ چِپَر سپ چانيَس،
ڏُونگر ڏکَ منجهارؤن گهايَس،
چُلنگيون عشقَ ڏکن ٻُٽ لايَس،
ڳالهيون ڪيچ ڪيچيڙن ڳايَس،
بَر ڪي بِرهون بازر پايَس :
حِجَر ڳاريَس ساڻ هُوڪاري.

34 - هَي هَي هوٿُ ڪري وِيس هولِي،
تنهن محبت ٻاروچي جِي ٻولِي،
ڏونگر حُبؤُن پاين ڏولِي،
ڪوهيارَل جِي ٻانِهي گولِي،
ساٿي پَٻِ پِرينءَ جي ڦولِي،
تنهن تا جانبَ تان جِند گهولِي،
روئِي ڪيائين چِپرَ چولِي،
سَنگ جِي راهه ڪيائونس سولي :
نيندس ڪيچي نالِ قطاري.

35 - منجهؤن نِينهن هنيائين نعرو،
سُٽندي سير سڙي ويو سارو،
منَ ۾ محبت وِڏس مارو،
ڪيائين واري اتي وارو،
اَندرؤن عشق ڏنس اوٻارو،
ڏيئِي مَٿي سَنگ سَرارو،
ڪائين مانَ ڏسان ڪوهيارو،
محبت ريءَ آهي منهن ڪارو :
”سچيڏنا“ ڪونہ سنپاري.

36 - متي روھ چيائين روئي،
ھيءَ ڪَلَ ڪوھيارلَ ڏئي ڪوئي،
عاشقِ تنھنجي عشق اندوھِي،
محبت مَنجھ هَلاڪِي هوئِي،
لِڳي لالَن تا لَڙھ توئِي،
ٿوڙؤن سُورَ وِڌائين پوئِي،
ساڻِي ٿِيُس "سچيڏنا" سوئِي،
جانبُ آهيس جِيءَ جو جوئِي:
قادِرُ ڳڏُ تَنهين سان ڪاري.

37 - ھيءَ جا ھِنيَڙي تي حيراني،
محبت ماڌُ ڪَئي مَستانِي،
دلبر ڪاڻ ھئي ديوانِي،
باقِي نِينھُن رھيُس نِيشانِي،
ڪيَڙي فوج فِراق جي فانِي،
ڪيائين ساھ سَرِيرُ قرباني،
ڳَڏبُس شالَ جَبَل ۾ جانِي،
ٿيندُس رَحم اُتس رحمانِي :
آئِي هينؤن نِينھن نغاري.

38 - محبت محبوبن جي ماري،
ڪا جا باھ ٻاروچَل ٻاري،
ڳالھين ڪيچيڙن جي ڳاري،
ڪيائين جانِبَ تؤن جِندُ واري،
منجھؤن ذوقَ چيائين زاري،
ھِيءَ دل آھي سجڻ تؤن واري،
ڪُوڪان ڪوھ ڪري ڪوھياري،
توڙي وِرھ ڪئي ويچاري :
راتيان ڏينھان گھنگھر گھاري.

39 - متي روھ ڏسو سا رَمڪِي،
ڪا جا عِشقَ چَڪايَس چَمڪِي،
ڏسِي سُجَ نہ دم پر دَمڪِي،
محبت مُور نہ ڪامڻ ڪَمر ڪِي،
گوندر وِچ گُذاري غم ڪِي،
ھاديءَ جانبَ سان نئين جَمڪِي،
تنھن تان تانگھ نہ تِر ھڪُ ثَمڪِي،
متس وِجُ وِرھ جي چَمڪِي :
تنھن جي شور وِڌي شوڪاري.

40 - چڙھندي چُنج نہ عاشق اَڙڪِي،
ڪا جا فوجَ متائنس ڪڙڪِي،
لِڳي لعلَ پُنيءَ سان لڙڪِي،
لِڳيس باھ بِرھ جِي پڙڪِي،
جوھَر جوش سَجَڻ جي جھَڙڪِي،
رنجيءَ روھ اُتؤن جا رَڙڪِي،
سارو سَنگُ پيو سَبِ سڙڪِي،
ٿڪرُ سپ پيو تان ٿڙڪِي :
اھڙو سوز هلِي سينگاري.

41 - جانِبَ ڪاڻِ چڏيائين جايُون،
فوجان عِشقَ اڳيانئُس آيُون،
ڪلان ڪوھَ سَنديَسِ ڪَهڪايُون،
سيئي وِرھ وِساريُس وايُون،
وجي خاڪَ لِڳَن ڪي لايُون،
تنھن جي سوزَ چَپَر سپ چايُون،
روئِي روھِ ڏنائين رايُون،
پيان پبِ چڙھي جَڻ پايون :
اھڙو عشق هَلي اختياري.

42 - چَپَرُ ڪا نہ چڏي سا چوري،
جنھن تان گھوٽَ اُتَؤن جِندُ گھوري،
جا ڪِي پورَ پرين جي پوري،
ھيڪَل ھوتُ نِھاري ھوري،
ڳولي تَنين جنين ٿَر توري،
لُؤن لُؤن قابو لڳيس لوري،
ھُئِڙس جھورَ برابر جھوري،
تنھن جي ھٿ سجڻ جي ڏوري :
اِنھيءَ ڳالھ وِڌي سا ڳاري.

43 - آھي ريءَ عجيبَ اُبائون،
اَچِي شالَ ڪوھيارل ڪاٿُون،
جنھن سان لوھِ لڏيون ھُمر لائوُن،
ھَي ھَي جَت وني ويا جاٿُون،
تنھن تان ڏَس پُڇي تِي تاٿُون،
ننڊر ھيءَ جا نال نہ نِياٿُون،
تنھن جِيون زِيلان ھُت سُياٿُون،
ھِھڙُس ڏونگر حال ڏنائون :
ويچاري تِي تونگِ تنواري.

44 - موتي چاھ پرينءَ جي چائِي،
تَنهن ڪا ڳالھ محبت ڳائِي،
ڇِپَر سَڀ ڪيائين ڇائِي،
ڏاڍيءَ تِکَ تَنهين جي تائِي،
”ويجهي آيس“ هُئڙس وائِي،
روئِي روھ ڏنائين رائِي،
گهِتِن منجھ قلم گهمائِي،
تان تان اوڏي وَسئون آئِي :
آيُس مُحبُ اڳيون منهن پاري.

45 - ڪُونجن هَٿ مُڪائين روئِي،
دانهن ڏوگھ منجهاروُن ڏيئِي،
سا تان ڪَنِ سَجَڻ جي پيئِي،
اُتي هليا هوت هَنڌيئِي،
جانبَ جيءَ گهريا هَسِ جيئي،
آيس سَجَڻ پاڻ سنجهيئِي،
جن جي ڪاڻ ويچاري ويئِي،
وجي ڪيچ اُها ڳل پيئي :
پنهون پِرين گڏيو غم ٽاري.

46 - سسئي جامُ پنهون هڪُ هو تان،
ڪامِڻ جانب ڳوليو جو تان،
ساڳِي پاڻ پنهون هئِي سو تان،
پچي هيءَ ڳجهارت ڪو تان،
چاجي ڪاڻ ڪَرين ٿِي ووءِ تان،
ڇِپَر ڳولي ٿِي سا جو تان،
”سچو“ دَست دُوئِيءَ ڪان ڌو تان،
ساڄَنُ ڪيئن صَحِي ڪيو تو تان :
پَر جي عشق اَڃِي اوجاري.

47- آهي ”ڪُلِّ شَيۡءِ“ سو هادي،
”خَلَقَ الۡاَشۡيَاءَ“ ڳؤن آبادي،
”وَهُوَ عَينُها“ تِي آزادي،
واندِي غير ڪَنوُن هيءَ وادي،
لَٿا شڪ شُبها تِي شادي،
”سِري سِرهٗ“ تِي اِمدادِي،
جنهن ڪي سَمجھ تنهين ڪي تَعدي،
سوئِي مَرد نہ آهي مادي :
سَڀ وِچ صورتَ يارَ دي پياري.

48 - پَنهنجي پاڻَ ڪري تو وائِي،
تنهن تان ڳالھ اھا ڳالهائِي،
ڪافر مؤمن صورَتَ سائِي،
انهيءَ رَمزَ ڏنائين رائِي،
جانبَ ڏَسُ ڏنو هي جائِي،
”فَاَيۡنَمَا تُوَلُّوا“ آيت آئِي،
تيڙو اَڄُ بَهاني پائِي،
اَحمد وحي هِڪو هِڪ هُئائِي :
”احمد“ ”اَحد“ هُئا اِسراري.

49 - ”عَرفتُ رَبِي بِرَبِي“ آيت آئِي،
نوبت ”اَنَا الحَق“ وجائِي،
”اَعظمُ شَانِي“ رَمز رلائِي،
ڪِيَڙي ”لَو ڪَشفَ“ اُجرائِي،
”يَسمَعُ يُبصِرُ“ آهي هِڪڙائِي،
”بِلا ميم اَحمدُ“ اِها وائِي،
”اِني اَنَا الله“ آڳاهي،
هُئڙي صُورت هِڪ سيائِي،
سوئِي بندو سو مولائِي،
سوئِي هيٺ سو بالائِي :
عالَم اَلله مون اِظهاري.

50 - ظاهِر سِجُ تہ سڀ ڪنهن جائِين،
هيءَ پي رَمز تون دل سان لائِين،
تون تان آئينو تي آئِين،
پنهنجو پاڻ ئِي ۾ مُنهن پائِين،
”مَين“ کي چوڙ تہ ٿيون ”سائِين“،
پولو مور نہ هن ۾ پائِين،
توکي صَحِي سَچ سُڻائِين،
ڪا شي ناهي بِنا حق ڪائِين،
”ڪُلُ شَيءِ ناطِقءُ باالحق“ ڳالھ اِهائي ڳائِين :
هَر جا پاڻ غَنِي گُفتاري.

## نوري

### داستان پهريون

1

تون سَمو سردار، آءٌ ميئي مهاڻي آهيان؛
تنهنجيءَ شفقت مِهر جو، آهي ڪو نہ شُمارُ؛
گنديءَ گاندَر گهر ڪان، ڪيو ساري عالم عارُ؛
مٿي تَنهن مَدارُ، تو ساريءَ ڪينجهر رکي.

2

تون سَمو سائين، آءٌ ميئي مُهاڻِي آهيان؛
مون لَڄ رهائين، جو پَلءِ لِڳيس تانهنجي.

3

آءٌ ميئي مُهاڻِي، تون سَمو ساري سَر جو؛
قرب منهنجو ڪهڙو، جاڻيو تو جاڻِي؛
ڪاري سرِ ڪنيم تي، ڇڇيءَ، ڪِڪِيءَ هاڻِي؛
راجا تنهنجي راضَ سان، ٿيس راڻِن جي راڻِي؛
تو سَما سِيباڻِي، نہ تہ هيس بيهودي بڇڙي.

4

ڪلسا ڪلوري، ڪِنَ ڪالورا ڪينجهرين؛
پيهي وجي پَن ۾، ڪَن پُڪين پُوري؛
روز تنِي، ڪي راوَ ڏنهن، ٿيا چانور آئون چُوري؛
جي هيون اڏوبَنڊ ۾، سي ڪن ڪپڙا قصوري؛
هيٺ مَٿي تَن تي، ڍڪيون سالان سموري؛
واسِيا وتَن ويسَ ۾، هُيَن ڳهنبي ڪٿُوري؛
ڇڇيءَ ڪِڪِيءَتارِ جي، سي اَپَر عَطوري؛
تِي مُلڪين مشهوري، سَمي جي سُهاڳ جِي.

5

پيرَ آئون مُنهن نِيرا، پاٽيءَ پوندا جَن هئا؛
سي اڄ بَڌيو وتن سِرَ تي، چاهہ منجهؤن چِيرا؛
ماڻڪَ موتي مُنهَن تي هٿ تَنهين هيرا؛
ڪاڻ سيئِي ڪِيرا، سُگهڙ سَمي جامَ جا.

6

وَهين وَهل لَيپُون، تي پيٺ پاريا تن جا؛
ڏنيون ڏُٿ ڏُپ جون، تي جهَبِرن جهپيوُن؛
ڪِڪِيءَ خاطِر ڏبيريون، ڏُبَن منجه ڏپيوُن؛
جي ڪائِن پَبڻِ پَپيون، سي چُوريءَ تي چَريون ٿيون.

7

جي جهاڳيون وتَن جهاڳَ، ميئون ڪارڻِ قوتِ جي؛
سي اعليٰ درجي آنديون، سَمي جي سُهاڳَ؛
مَنجر مَها وچ ۾، ڪَن رنگيليون راڳَ؛
هُئا حال جنين جا هِڙا، تَن تي پلي ڪيا پاڳَ؛

ڪينجهرُ ٻن ڪنڌين جي، تي هٿ اُنهن جي واڳَ؛
هِيرا ۽ ياقوت ٻيا، اَڄ اُنهن وٽ اَجهاڳَ؛
ٻيا پِي لَڪين لاڳَ، تنهن ڏُليُن ڪي ڏيئي ڇڏيا.

8

بيحد پڳوڙيون، هُين ڍولِ نہ ڪنهن ڍونديون؛
ناپي ڏُٿ آئون ڏُپ جون، ڪن خرارين کوڙيون؛
ٻُوريءَ قرها ڦريون، اڃن ملاحيون موڙيون؛
جوڙيون سپ جوڙيون، جامَ تماچيءَ تن جون.

9

ڍولِ نہ ڪنهن ڍونديون، پَر هُيون سَمي جي سهاڳَ تي؛
ڪينجهر سنديءَ ڪنڌئين، ڪَنَ توريون آئون توندبون؛
ڇِڪَ جيهون چونديون، تو جام وهاري وَٽِ ۾.

10

هُيون لَڱين ليڙيون، مُنهن نہ موچاريون؛
سي تو جام وهاري وَٽِ ۾، ڪري ملاحن ميڙيون؛
تو پڳيون جوڙائي ڏئي، ٻهڳڻ تَن ٻيڙيون؛
وٽن ماڻڪ موتئين، تنهن ڪؤن جهبيون ۽ جهيڙيون؛
توڙي اِهڙيون اَويڙيون، تہ پِي سَمي جام سُهائِيون.

11

جَن تي پالِيا پيٽ، ڪُمن ڪالوڙن سان؛
سي تا تيل ڦليل سان، تيون مَلائِن ميٽ؛
جام جواهِر جي ڪري، تو اُنهن پارِ اُميٽ؛
ڪَئي لاڪِيڻي ليٽ، سَمي مير مُهاڻن ڏي.

12

هئا وڏا جَن تي ويلَ، تِي قوت مِلِيُن ڪين ڪِي؛
خاصين سي خوراڪن تي، تان ڪَن مُهاڻيون ميلَ؛
مِڙي جُهڙي پاڻ ۾، ڪن سيلابين سيلَ؛
پوءِ لاتا جام لُطف سان، زبونِن تؤن ذيلَ؛
تن سي تيل ڦُليلَ، اڄ عطر ڳاڏڻ اوتيا.

13

جَنهين اَڏوبَنڊِ هُئي عُمر سَيائِي اِهڙي؛
سي سَمي جي سُهاڳَ تي، آيون ڏاڍي اَنڊِ؛
تنين جي طولان جيون، پيون هاڪان هنڌو هنڊِ؛
ڏُليون ڏولبين چَڙهيون، پيرين پَوَن نہ پنڊِ؛
سَپ اَندامين سَنڊِ، جَڙيون جواهِر ۾.

14

چوليون جَن ڇڪِ هُيون، اَڄ تيون لالين لاٽُون؛
جُتيون جَڙائو، پايون وتَن پيرَ ۾.

15

نوريءَ نادرجامَ ڪي، ڪي چَڪايون چاٽيون؛

تنهن کي ڏسڻ سان ڏياريون، ڪنهن ڦِڪَل ڦيراٿيون؛
وٺان سو واٿيون، ٿو ڏئي ڏهاڙي اُن کي.

16

هون مَڪَ هِڪَ ٿُرارُ، چار ٿُرارا موتِئين؛
تنهن برابر نہ ڏيان، توڙي ڏين جال جَوهارُ؛
جو پلءِ پيڙو هھڙو، مهاڙِيءَ مَٽيارُ؛
تنهن مَرُ ڪينجهرَ پَرِ قَرارُ، جنهن ڄارو ڄام ڪُلهي ڪنيو.

17

تارازيءَ جِي توري، مَڪ موتِنِ تي نہ ڏيان؛
ٻيٽا ٽيٽا نہ وٺان، ٿوري نہ ٿوري؛
گهوري آءٌ گهوري، جو ڄارو ڄام ڪُلهي ڪنيو.

18

مَڪَ برابر نہ ڪريان، ماڻِڪَ موتِنِ سانُ؛
سَمو ڄام سُڄاڻُ، جنهن ڄارو ڄام ڪُلهي ڪيو.

## داستان ٻيو

1

مَٽي جَن مُوڙا، هئا ڄارين گندئين گودڙئين؛
ٻئنسر ٻئينان زر جا، تن جهاٻا اَئون جُهوڙا؛
جَن ٻانهين ڪُلهين ڪِين هو، تَن چُوڙِ تائين چوڙا؛
سمي جي سهاڳ سان، تن ننگن نپوڙا؛
ڪوڙيون ۾ ڪؤڙا، سچا سمي سپ ڪيا.

2

رنگ ڪاري روُيون، هيون مڙني مَلاحَن جِيون؛
سي ڪنيون ڪارَن ۾ اَچن، دَرا ۾ دُويون؛
جِت بيحد بدبُويون، اُت الله عطر اوتيا.

3

هڪ دَرا ٻي دُوءِ، پيون گوجان مارنِ گانگٽيون؛
تَن مون ڪِڪيءَ جِي اَچي، برابر بدبوءِ؛
اچي مُشڪ عطر جي، اَڄ منجهانئن خوشبوءِ؛
رنگ سوني جِيءَ رُوءِ، صورت انهين سُوهٽي.

4

منهن مِٽيءَ ميريون هيون، بيهوديون بڇڙيُون؛
گَهِڻ گَهِڻ نورِيءَ گَهِنگِرو، ڇم ڇِم ٿيون ڇيريُون؛
سمي پاڻ سهاڳ ڏئِي، هِي جي هُنَ هيريون؛
لوهاڙِيون لوريون، پارسَ لڳي سون ٿيون.

5

پارس لڳي سون ٿيون، لَوهاڙيون لوريون؛
جَهلَ جهُڳن کي ڪانہ ڪا، وَريون ۾ ويريون؛
محلين رَهن ميرَ جي، مُهاڙيون ميريون؛
سمي ڏنا سُهاڳ کي، سَهجَ ۾ سيريون؛
ڪوجهِن مان سهڻيون ٿيون، جهٽ پَٽ جهٻيريون؛
تماچيءَ تيريون، ڪينجهر جون ڪِنيون ڪٽِي.

6

مُنهن مِٽيءَ ميرا، هئا بيهودا بڇڙا؛
سمي جي سُهاڳ تي، ٿيا گاندرَ گُنيرا؛
ڏسو ڏهاڙي ڏئي، ٿو در تنين ديرا؛
ساجهُر سويرا، ٿا کائِن طعام خوشيءَ سان.

7

تَرڪو جَن تَريون، ٻيا ڪونئر ڪُڙهيون ڪَڇ ۾؛
تَن اَڄ لَڙهان لَڙڪن موتئين، ٻيون سنديون سون سريون؛
زيور اَئون پازيب ٻئا، زري بافَ زريون؛
ڪِينجهُر ٻئِي پَريون، اُنهن کي انعام ٿيون.

8

جَنين دُوءَ دَرا، ڪَڇين ڪُمَ ۾ ڪُوٽيون؛
سي مٿي پيرين بَرهنہ، هئا گانَدرَ سَٻُ گرا؛
اُهي پاهان پاڻ پَرا، ٿيا سمي جي سُهاڳ سان.

9

جي ڪونئر پَرن ڪُمَ، تن ناتو ناپي سان هئو؛
تَرِن جا تن تار ۾، ٿي رَوان ڪِيا رُم؛
پوءِ اچي تماچيءَ ڄام جي، پئي در تنين جي ڌُم؛
جي هئا گوشائت گُم، سي پلءِ لڳي پَڌرا ٿيا.

10

ٻِهَ ڏوڏا جَن ڏاجُ، قوت جنين ڪُمَ ڪوٽيون؛
انهن جو اَحتياج، ٿو تماڇِي ڪيڏو ڪڍي.

11

نہ ڪنهن رُوءِ نہ رنگ، هئا بيهودا بُڇڙا؛
اَڄ پڻ انهن جي ٿيا، پيرن هيٺ پَلنگ؛
مِياڙيون معافي ٿيون، نہ اَبوابَ نہ اَنگَ؛
پَٽُ اوڍِين اَڙٻنگ، سي سَمي جي سُهاڳ تي.

12

پوءِ ڪِيُون لَسَ پَلا، ٿي مُهاڻن ماريا؛
لَڪَ هزارين حاڪمين، ٿي ڪاڏا تَن گلا؛
ڪُڙهِيون جن ڪَنڌن تي، سي ٿيا لڳي ياڳَ يَلا؛
دمڙي تَن نہ دَستَ ۾، هئا نهريَل ڪين ٿَلا؛
اَڄ مَيئن جي گهر مالَ جا، ٿيا ٿَم ٿَلا؛
پَر هُيڙي اڪڙين ۾، ڪا جا مِيَي ڪَلا؛
ڪينجهُر گهُمن لاڏڪِيون، ڪَيون رسَ ڪَلا؛
اَگلا جي سَگلا، سَمي نانوَ سُڄاڻا.

13

حَريران ۽ حُلا، ڏنا جام تہ جارِن وارئين؛
جي هيون اَڏو بنڌن ۾، تَن چوتيون چُوڪُلا؛
ڪينجَهُر سَنديءَ جاءِ تي، تن بنايا بَنگلا؛
اڳلا جي سڳلا، تا سَمي نانو سُجاڻيا.

14

ڪينجهُر سنديءَ ڪَنڌئين، رهن پريون جي پُيُور؛
تن ميئن متي آئيا، سالو ۽ سالُورَ؛
چڙهيو سا چَوڏول، تي حُڪم هلائي حُورَ؛
راتو ڏينهان راءَ جا، ٿيا مَلاحين مَذڪور؛
سي حاضر منجهه حضور، وهن تماچيءَ جامَ جي.

15

تون سَمو سرتاجُ، آءٌ ميئي مُهاڻي آهيان؛
لاڻئي پنهنجي لُطفَ سان، اسان ڪوَن اَحتياجُ؛
ڪينجهر سارو تو ڪَيو، مون ميءَ سندو محتاجُ؛
تنهنجو مون ڏنهن راجُ، مون ڪيهي ڪاڻ ڪُڙم جي.

16

لانگوٽيون لاشون، هيون وَهُ وَهلَ جي وچ ۾؛
سي پلءِ لڳي پوءِ جامَ جي، ٿيون خوراڪين خاشيون؛
لَعلَن ياقوتن جون، وَٽن ڪينهن ڪَماشون؛
جن پاسا هِريل پَن تي، تَن فرشين فَراشون؛
تا پِي تماچيءَ ڪي، ڪن طرحين تلاشون؛
روءِ هيون راشون، پَر سمي جام سُهاڻيون.

17

هئا خامَ خسِيسَ، ڪينجهُر سنديءَ ڪَنڌئين؛
سي مورائو مَڇيءَ جا، همه ڪُل حريصَ؛
تڏيون تنؤريون تن ڪي، پاٽاريون سپ پيسَ؛
جڏهن ٿِي تماچيءَ جِي، ميئن سان مجليسَ؛
سي سون رُپي سرسا ٿيا، لَٽن هڪ ٻئي جي هيسَ؛
واتين ڪري تو اُن جِي، هر هر جامُ حديثَ؛
مهرَ آئون شفقت جي، ڏئي اُنهن کي آسِيسَ،
تَن سان ڪير ڪَريندو ريسَ، جي سَمي جام سُهاڻيون.

18

جن واتين وَهُ وهَلَ، بانس آئي تي ٻُجِڙي؛
تَن ويهاري وَٽِ ۾، ڪيا شاهَ شُغل؛
اُهي چڙهيا پالڪئين، آهي سپُ سَهَل؛
جتي جهَبيرن جهوپڙيون، ٿيا ماڙيون تِتِ مَحَل؛
سمو جامُ اَنگل، اُچيو اُنهن سان ڪَري.

19

ڇچيءَ جي هُئي ڇَٽ، تي آئي عام خلق ڪي؛
وَهِ وجائي وَهَ ۾، ميئي مجائي نہ مَٽ؛
نوري جام تماچيءَ سان، ڪِلي چڙهِي هُئي ڪَٽ؛
سر لاجو سَرِپَٽ، مَلاحڻ مشرو ڊِڪيا.

20

جنِين ڦانوڙيون هيون، گنديون گودڙيُون؛
تَن پيريون بافتن جيُون، جُنگ ڏئي جوڙيُون؛
اُچليو اُنهن ڏي وجهي، سون رُپو روڙيُون؛
پانوَ پاسي ميَي جي، ڦناتان ڪوڙيُون؛
گهوڙا ۽ گهوڙيون، تو وينو ڏيهاڙيون ڏئي.

## داستان ٽيون

1

نوريءَ ڪيو نازُ، ٿِي ريجهائي راوَ کي،
نِت نِت جام نيازُ، تو اُچيواُنهن جو ڪري.

2

تون تماچي جامُ، آءٌ ميئِي مُهاڻِي آهيان،
ڏنو تو آرامُ، ڪينجهر ۾ ڪنڌيُن ڪي.

3

تنبوءَ جي طَنابَ، اچ ڪُتي ڪينجهُر ڪنڌئين؛
ناد وجن تا نادري، ٻيا پِي رودَ رَبابَ؛
جِتي ڪِڪيءَ ڪوڙَ هئا، قيما تِت ڪبابَ؛
وَتن مُهاڻا مستُ ٿيا، ماچِي بي مهابَ؛
تَن تؤن سپ حسابَ، مورائِين معاف ٿيا.

4

پَلَئہ مون پاتوءِ، تون راجا لَڄَ رَهائيين؛
سَما سُجاتوءِ، ڪامِلَ پنهنجي قُرب ڪي.

5

ڌُٽ جَنين ڌوڏا، پَهرڻ پاٻوڙا تَنين؛
پينا وَجن تن جا، گپَ اندر گوڏا؛
سو پَٽن جي پينگهُن ۾، تن لالَ ڏئي لوڏا؛
اُهي آٽيون اوڏا، تو وير وهاري وَٽ ۾.

6

ڪوجهيون رنگ ڪاريون، منهن نہ موچاريون اُهي؛
سي ڪديو ڪالورن جِيون، سِر ڪَٽَن ڪاريون؛
ڪيئي ڪٽي اُن جيون، تو تماچِي آريون؛
سي اَڄ سالون ڍِڪِن سِرَ تي، ڪُلهين ڪِيناريون؛
زور چڏي زاريون، تو تماچي تَن کي ڪري.

7

لاڏڪيون لاڏ لُڏَن، ڪينجهر سنديءَ ڪَنڌئين؛
ڪاريون ٿِيون ڪُڏَن، سَمي جي سُهاڳ تي.

8

ڏُلِيُن ڪي ڏولئين، ڄامَ تماچيءَ چاڙهيو؛
لَعلان زمردَ تَن ڏئي، ٿو جواهِر جهولئين؛
زريءَ ڪَلاباتَ جا، تَن چِڪَمَ تي چولئين؛
چٽڪائي چولئين، هيرا لَکان لَکنئين.

9

هئا لانگوٽِيا لَول، ڪوجها ڪنهين نہ ڪَم جا؛
تَڏي مَڏي ڪانَ تَن، سي ڪَن جهَروڪين جهُولَ؛
فَرش فُروش اَئون غاليچا، ٿو ڏئي تَنين کي طُولَ؛
مَڏيون مال ڏسي اُهي، غمزا هڻن غُول؛
قَدرُ تَن کي ڪهڙو، جي آهن اولَجَلُولَ؛
پيا اِهڙي منجهہ اَلُولَ، تِن ڄاريون ڄار وساريا.

10

ڪؤنر جَن ڪُڙهيون، هُيون هميشه هَٽ ۾؛
سي لوڙهن جي لَڙهہ لءِ، ٿي لُڙئي منجهہ لُڙهيون؛
جهُڳَن جهَل نہ اُن جي، ڪونتلَن ڪُڙهيور؛
ڪي وَتَن چيڪ چُڙهيون، ڪي تازي طَويلن ۾.

11

هُيون لَسَ لانگوٽيون، پاٽِيءَ پوندي جن جيُون؛
تَن مِياٽيون معافِي ٿيون، ٻِي چَر سَيا چوٽيُون؛
اُن جون ڪٽي ڪيتريون، ڄام سَمو ٽوٽيُون؛
جو ميئون ريجهائي راوَ کي، ماٽَن سان موٽيُون؛
گريون جي ڪوٽيون، تہ پِي پيون پلئہ ڄامَ جي.

12

ٿي پُٺ هُوءِ هُپيون، پورهيو ڪَندي پَن ۾؛
لِيڙَ نہ جن لِڱن تي، ٻاهين ڪَنين ٻُٽيون؛
پَلئہ لڳِي پوءِ ڄامَ جي، ڇيهن ڪانءُ ڇُٽيون؛
اُنهن لانگوٽِنِ لُٽيون، ٿي مُهران لَعلان لاڏَ سين.

13

بيهودا بي آب هئا، اڳِي ڪينجهُرَ ڪنڌئين؛
پَلئہ لڳِي پوءِ ڄام جي، ٿيا تنهن جا جوڙَ جوابَ؛
ٻِيا سَڀِ حرفَ حسابَ، مَلاحَن معافِي ٿيا.

14

پيرين اُگهاڙي جي گهُميون، تن لڳيون سَو سُتيون؛
ساڻ جڙاوَ جُتيون، ٿي ڏنيون تماچيءَ تن کي.

15

مُهاڻيءَ مَرڪُ، جان تماچي طُريلُ ٿيو؛
مَٿي ميءَ گلابَ جو، ٿو اوتي پاڻ عرقُ؛
ڪيائين ڪونہ فَرقُ، پاڻ گڏيائين گاندرين.

16

جَنِ مَون ٻُچڙي باسَ، آئِي ٿي عامَ کي؛
تن سان سَمي ڄامَ جا، ٿيا ايڏائي اِخلاص؛
ٿي عامَ نہ ڏنو جن ڏي، سي ٿيا خاصاً خاصُ؛
عطر عَنبير ڪچور جا، اُهي وَڳين ڏيَن واسَ؛
لَکين ڪن لباسَ، زريءَ آئون زَربافَ جا.

17

تون سمو سُلطان، آءٌ ميئي مهاڻي آهيان؛
تون مون ڏنهُن مِهربانُ، مون ڪيهي ڪاڻ ڪُڙم جِي.

18

ڪَڍيو ڪالوڙا، ٿي آنڌئون اَڌوٻَنڌ ۾؛
جن پيرين لِتَر ڪونہ هو، سي ڪن جڙائو جوڙا؛
تن مُهران سون سَمو ڏئي، ٻيا رُپي جا روڙا؛
ڏيهن ۾ ڏوڙا، ٿئا سَمي جي سُهاڳَ سان.

19

ٿِي لانگوٽِين لوڙَ، پِيو ڍويو ساريءَ ڍَنڍَ ۾؛
ناپي ۽ ڏُت ڏَپَ جا، آٽيو ڪَنِ اَروڙَ؛
تتي مُشڪَ عطَر ٿيا، هئا جِتِ ڪِڪيءَ جا ڪوڙا؛
سي ڪن ڪِينارئين ڪپڙا، ٻيا جواهِرَ جوڙَ؛
مَٿي ٻَنديءَ موڙ، گهِڙيو تماچِي تَن ۾.

## داستان چوٿون

1

مَڪَ برابر نہ ڏيان، توڙي پَرين موتئين ماڻِ؛
جو مون ڪميٽيءَ ڪاڻ، ڄارو ڄامَ ڪُلهي ڪنيو.

2

ڄامَ ڪنيو ڄارو، مُرڪِي مَلاحن جو؛
تيلهان مَڪَ مٿي موتِن جي، ڏيان ٽِيٽو ٽُرارو؛
سڀ ڪينجهر ڪنارو، مُهاڻن معافِي ٿيو.

3

موتي مٿي مَڪَ جي، وٺان نہ ٻِيٺا؛
پِي برابر نہ ڪريان، جي ٻيٺا ڪِي ٽِيٺا؛
اَسين تا هِيٺا، پَر ڄارو ڄام ڪُلهي ڪنيو.

4

مَڪَ موتين تي نہ ڏيان، توڙي هُئَن ياتون ياتِ؛
ڪوجهِي مان ڪَم ذات، پَر ڄارو ڄامَ ڪُلهي ڪنيو.

5

پَلئي لڳِي آهيان، آهِيان اَياڻِي؛
سَمي سُجاڻِي، ڄرو ڄامَ ڪُلهي ڪنيو.

6
هئا ٽولا ڪين ٽوٽ، پر نادر جام نوازيا؛
جَن ناپا لوڙهہ ڪَلور بيا، تي ڦَڪيائون ڦوٽ؛
سي اچ ڪِيا وَتَن خمارَ ۾، اَنئِي پَهرَ اَلوٽ؛
ڪِينجهُر ٻِن ڪنڌيُن ۾، تيا لانگوٽيا، لَک لوٽ؛
پينگهن آئون سُک آسٽين، ڪَن جَهبيرا جهُوٽ؛
هِڪُ ڪُلهين ڪونئر سئيل ڪَن، بيا منهن لائِن منهن سُوٽ؛
چِچيءَ هاٿن چوٽ، ڪيون مَرد مِياٽيون.

7
جن تي ڦَڪيا ڦُٽ، تيا ڪُلين قيمَن هيروان؛
اَچ تَن دُشالا سِرَ تي، ٻيون شالون ٻنڌَن ٻُٽ؛
زمرد آئون ياقوت جِي، تي لَعلين هيرين لُٽ؛
سَمي سي معافِي ڪئِي، تَن ساٿِن تان سَٽ ڪُٽ؛
لَتا ذِيل اُنهن تون، ٻي ڪُلِي تِين چَرَ چُٽ؛
عيبَ ڏسِي عامَن جا، ڪيائين ڪان اُپَٽ؛
اُنهن جامُ اُڪُٽ، موتي ماڻِڪَ تو ڏئِي.

8
هيٺ مٿي پوتِي، ماڱين مهاڻِن ڪي؛
پاٽيءَ پوندي تَن هُئي، چِڪَ جيهِي چوتِي؛
اچ گاندرِ سِر گلابَ جي، ٻي عطر عنبر اوتِي؛
مُنهن لَڱِس موتِي، تان جهولي ڀِي جواهِرَ ۾.

9
جارو جام ڪٽي، تو مُرڪيو مَلاحن جو؛
زريءَ آئون زرباد لَئي، تِي ڇُڳِير ڇَٽي؛
سَهجَون سون رُپا ڏئِي، ماڻِڪَ ميَي مَٽي؛
خِيما خوب قناتان، هيجَون تِتِ هَٽي؛
ڳاٽاتي نہ ڳٽي، ڏي جالَ جواهَر تَن ڪي.

10
تماچِي ٽُرا، تو سڏيون ٻڌائي اُن ڪي؛
سي شوق وَتن شِڪار تي، ڪنيو زور زُرا؛
ڪُڏائِين ڪُرا، سي ٻنهي ڪِينجهُر ڪَنڌئين.

11
راتو ڏينهان ڏِپَ، هو مَرَڪُ مَلاحن جو؛
تي ٻوڙيون وَهَ وَهل ۾، ڪئِي جَهبِيرن جهپَ؛
هو روز جَنين جي رِپَ، سي اَچ ڪُلين حلون هيروان.

12
مُهاڻِيءَ جي من ۾، نہ هو ڳيرَبُ نہ ڳاءُ؛
نيئن سان نازَ ڪري، ريجهايائين راءُ؛
سَمو سَينِي ڪانءُ، وَني ويني پاڻ سان.

13
هُئِي ويني بازر وچ ۾، هُئا هٿ ڪِڪِيءَ هاٿس؛
دَرَن ڪاڻ دُٻَن ۾، تي يَنَ وِڏا ياٽِس؛
هُئي مُهاڻِي ماٽِسِ، پر هِن سان ڪَرم ڪَريم ڪيو.

14
ٻيون ڀِي چار چُري هَليون، ٻڌي دعويٰ دانايُون؛
”هلي تہ ڪِڪيءَ ڪوڙ سان، ڳچ ڪِي ڳالهايُون؛
مضمون چا هي مَلاح جو، جنهن سان راءُ ڪٽي رايُون!“
نوريءَ اَڳِيون نازَ مَون، جڏهن چِٽِ اکيون چايُون؛
تڏهن سُهمجي سايون، ٻوليندِيون ٻاتِيون تَيُون.

15
لَتو لانگوٽين جي، پَکي جامُ جُلِي؛
مَنهن مَنهَن پيون مَسندان، جهُڳِي پاس جهُلِي؛
ماڻِڪَ ۽ موتئين، چولِي چولِ چُلِي؛
ڪِنجهرُ سڀ ڪُلِي، جَڻ اَصليءَ ڪنؤن اَهڙو هئو.

16
فارغ ٿِيَن نہ فِراقَ ڳؤن، ويجها ڪين وصالَ؛
ڳُم ٿِيڻ ڳؤن ڳم ٿِيا، نَڪا سُرت سنيال؛
اتي ڦِيل نہ قالَ، ”سچو“ صُمُ ٻُڪُمِ ٿيا.

# مارئي

## داستان پھريون

1

ساريَم اَڄ سَنگھارَ، جن ڏني مون ڏينھن ٿيا؛
سي لَڪَ لَنگھي پيھِي ويا، پانورَ منجھ پَنھوار؛
هَٽِي وينا پَکڙا، هُتِ سُکِ تي اُجَڙوارَ؛
جن جي ساه سنپارَ، سي اَڄ پَنھوارَ پَري ٿِيا.

2

اَجا ڪالھُون ڪالھَ، هُيس مارن گڏ ملير ۾؛
سي ڏينھن وِيڙا گذري، جَڻ منجھ خوابَ خيالَ؛
اڄ پرئين ڪنڌئين پکڙا، جوڙي وينا جالَ؛
جن جي ساهَ سنپال، سي اَڄ پنھوارَ پري ٿِيا.

3

تڏھن مُڪئون جيڪَر، مون ڏي خاصا خابَرو؛
لَهَڻ سُڌ سَنگھارِ جِي، نَڪو پانڌِي پنيائُون؛
پَر پَري شايد پنھوارَ ويا، جو سُڌ نہ لَڌائُون؛
پَکا پانورَ ڪَنڌئين، نئين هيجؤن هَنيائُون؛
چِڏي مُلڪ ملير ويا، هُنَ تَرِ تيلھائُون،
اِئين اُتائُون، تہ هِت ڏَرُ ڏريجو ناھ ڪو.

4

ڪڏھن ڏيھ ڏنامِ، ٿي ساعَتَ ساعَتَ سومرا؛
مارو ڪالھ ملير ۾، پَر پَري اَڄ پيامِ؛
آهِن ڪينَ اُنھن رِيءَ، اَکڙيون ۾ آرامِ؛
سَدا وتن سِڪنديون، پَر سانپڻ سُورَ ٿيامِ؛
سي پُڻ ڪين وِيامِ، جَن سان ڳُرھيم ڳالھڙيون.

5

جي هوند اُتيئي، هئا ماروئڙا ملير ۾؛
سُڌ لڌائون سِگھڙي، حال بُڌي هيئِي؛
پَر ٿَر چڙھي ويئي، جيڪُسِ وَسئن ويڙھيچن جي.

6

پَنھوارن پيغامَ، جيڪَر مُڪا تَڏھين؛
پَر مون ڪان اَڄ پَري ٿيا، ويڙھيچا وريامَ؛
تيلھان مون ڏي نہ آيا، ڏنھن سنگھارَن سلامَ؛
هئا ملير مُدامَ، پر ڪو سانگِن اَچي سانگُ پيو.

7

هِيءَ وَس چِڏيائون، هُن وَسِ ويا واهَٽِين؛
پَکا پانورَ ڪَنڌئين، نَئين عُمَر اَڏيائُون؛
پَٽي اوريان پَکڙا، وجي هُنَ ٿَر هَنيائُون؛
پانورَ سَنديون ڪَنڌيون، وجي اُتي واسيائُون؛
چِڏي مُلڪ ملير جو، ويا ٿَريچا تائُون؛
اُڪندَ جن آئون، سي اَڄ پنھوارَ پَري ٿيا.

8

ٿيا پنھوارَ پري، آءٌ ڪنِ ڪي ڏوراپا ڏيان؟
اُنھن ٻاجھوُن مارُئِي، ٿِي مِيان هِت مَري؛
نئين قبَر ڪَري، ڪو اوڏي اباڻَن ڪي.

9

جي پيڪَن پوءِ پيامَ، سي تا ڏکيا ڏينھڙا؛
هِيئن نہ پائڻُ ڪا هُيَم، تا ڪي هيئن ڪندامَ؛
پَرَ وجِي ٿرِ ٿيام، سي سُڌ لَھندڙ سومرا.

10

پري ڏينھن پيانِ، جيڪُس سانگِن ڪو سانگُ پيو؛
پڪا پانورَ ڪَنڌئين، ٿرؤن ڏور ٿيان؛
هوند ڏوراپا ڏيان، پَرَ پَنھوار پري ٿيا!

11

پَري ٿيم پنھوارَ، جَن وري وَرَڻُ نہ ٿيو؛
ڏيان ڏوراپا ڪَن ڪي، ٿيا سِھج ڪاڻِ سنگھارَ؛
عُمَر اُٻائون آهِ مون، جو دم تَنھنئون ڏارَ؛
اُهي اَجَڙوارَ، مانَ مِلائي مُون ڏِٽِي!

12

پَرئين ٿَر پنھوارَ، جيڪُس وڏو وچِٺُ ڪري ويا،
ڪڏھن ايندم اوڏڙا، سومرا سنگھارَ،
رڻُ چِڏي ريڊار، مَن ڪَرن مھڙ ملير ڏي!

13

پانورَ پاس پيا، وڏا ڏوتِنِ ڏينھَڙا؛
ٿانھر وجي ٿَرَ ۾، ٿَريچا ٿيا؛
لَنگھي ملڪ مَلير جو، ويڙھيچا ويا؛
عُمَر ايڏي پَنڌ تي، ڪنھِين سانگ نِيا؛
قادر شال ڪِيا، مون ڪي ويجھا واهَٽِين!

14

اَٿم سارَ سَندين، پَرَ اَڄ پنھوار پَري ٿِيا؛
مشڪل موئَڻ تَن جو، جي هي لَڪَ لنگھِينِ؛
وري هيج ورينِ، جي سانگِنِ ڪو سانگ پيو.

15

جي لويُون ڍَڪي لوءِ، ڪڏھن اِيندا ها اَجڙي؛
اَڄ هٽي پَکا پانورين، عُمَر وينا اوءِ؛
تَن پنھوارن پوءِ، موٽِي اَچڻ نہ ٿيو.

16

جي هُوند اُنھِين جاءِ، هئا اَباڻا اوڏڙا؛
نہ هِنئون اَڳي وَسَ ڪِيا، تَن منھنجي اَچڻ لاءِ؛
پَرَ اُتَن عِتاب نہ آءِ، جي ٿوري ٿَرِ چَڙھِي ويا.

17

جي اوڏا هوند هيام، ماروئڙا ملير ۾؛
تہ پڻ پيغام فراقَ جا، مارُنِ ڏنهُن مُڪام؛
پَرَ پَرئين ٿرِ ٿيامِ، ناهِ عِتاب اُنهن تي؛

18

لنگھي مُلڪ مَلير جو، ويا پَرئين ڏيهِ پنهوار؛
تَن موٽي اچڻ جِي نہ ڪئِي، اَي سومرا سردار؛
هاٽي ساريو، هِتِ سَنگھار، گِجَ هِنيانءُ گِريو پَون.

19

چا هُون چَڏيائون، نہ جاٽان مُلڪ ملير جو؛
پَکا پانوَرَ ڪَنڌئين، نَئِين عُمَر اَڏيائون؛
اَنئِي پَهر اُباڙِکِي، اُنهِن ري آئون؛
ڪو موٽي ڪاٿُون، مَنَ ماڻهو مُلڪَ ملير جو!

20

اَج نہ حوضين هُوءِ، مارو نانهِ ملير ۾؛
ايندا هئا اَجڙي، ڪليُون ڪنيو ڪُوهِ؛
جيڪُس مِيان پَرَ جُوءِ، اُهي ويا ويچارا واهَٽِين.

21

عُمَر اَباڻي پارَ جي، فانِي ڪَيَس فِراق؛
جي هُئا ريجاٽين رَهاڪَ، تَنِ ٿرِ وجي ٿاٽا ڪيا.

22

تي گَڏ ڪيَمُ گُذران، جَنِين جهانگِيئڙَن سان؛
ڪاتي اَج اُهي تِيا، سومرا سُجاڻُ؛
ڪاتي پيس آءٌ اَچي، آهِ اِهوئِي اَرمانُ؛
حَيرتَ ۾ حيران، آءٌ اِنهِينءُ تان آهيان.

23

مُون جاليوسان جَنِ، موٽِي تَن نہ پُڇيو؛
حالَ هِنَ جون خبران، پيون، هُوندن ڪَن؛
پَکا پانوَرَ ڪنڌئين، توڙ هنيان اَج تَنِ؛
ڏيان ڏوراپا ڪَنِ، جو سَنگھار ٿِي ساٽيهِ ٿيا.

24

جيڪس سنگھارَنِ، اُهو ڏيهہ وٽِي ويو؛
وري هيج وَرَن، جي سانگِن، ڪو سانگُ پيو.

25

جيڪُس سنگھارَن، وري وَرَڻ نہ ٿيو؛
عُمَر اَباڻَن، هُو اَج ڏيهُ وٽِي وَيو.

26

ويجهائِيءُ لَئہ وِجهُلان، سَندِيءُ اَباڻَن؛
اُهي هميشہ هُئَن، جي سُڌ لَهن سڀ حالَ جي.

27

ڏينهَن اُتي جا ڪي، اَج اَچي مون ياد پيا؛
پَهُون پنهوارن جون، صبح ويلي سي؛
اُتيا اَچن آبَ لءِ، متي آنهہ اُهي؛
هئا اُڏَل جهانگِي جي، تَن سانگن ڪو سانگِ پيو.

28

آريُون اَباڻَن ري، هِئا تان ڪٽندم ڪير؟
هي جي گِهَ گِچيءُ جا، ظالمَ پانيان زير؛
سَنگھارنِ ساوِيرِ، مِلان شال ملير ۾!

29

ايندم اَباڻا، ڏُورِ لايا جَن ڏينهڙا،
ڪير سَهندم سومرا، ري مارئڙن ماٽا؟
هاٽي نہ جاٽان، تہ ڪا موٽِي ملنديس مارئين.

ڪافي 1

سومرا سائين توکي، وو،
ڳالهيون چونديَس آءٌ حالَ جون، هوءِ هوءِ!

عمر اباڻي پارَ ڏي، ڪِرڙ ڪڪوريا ڪي، وو.
ڪوڪَڙ چونديان ڪانڌَ سان، پٽ چڙهي پيڪي، وو.
سِگَرَ ڪِيَن سڦڙا، سَئين جا سيڪي، وو.

ڪافي 2

جاليم جن سان تي، وو، تا مارو ڪيڻ ويا؛
هوءِ هوءِ حالڙو ڪنهن سان ڳريان!

پَکا پٽي اُتهون ويا، پَرئين پنڌِ ڪٽي.
راتو ڏينهان روح ڪي، اوڏنهن گهُرَ گهٽِي.
گهڙي جا هِت گهاريان، سا ويڙهيچن نہ وٽِي.
جهليان شالَ وجِي، اُن پَنهنجن جِي بہ پٽِي.
مون من ماندو مارئين، جاٽي هڪ ڏٽِي.
پکا پانورَ ڪنڌئين، هو وينا حال هٽي.
جدائيءُ گون جهانگيئڙن جي منهنجِي بابِ بٽِي.
”سچو“ سنگھارن جا هِت وينِي ڳڻ ڳٽِي.

ڪافي 3

ڪانگل ڏج سنيهڙا، مان ويراڳڻ آهيان!
اوهان باجهُون آءٌ گهٽيري، مَحلَن ۾ مُسجان.
قسمت قيدالماء جي ايرادي آهيان.
چانور چا چورمان، آچن نِت نوان.

ڏونرا پُسيون ڏيهہَ جا، ساريون هِت رئان.
زهر پيالا سوز جا، اوتيون آءٌ پيان.
اوهان ٻاجهون سپرين، مَران آءٌ ڪِي جيان!
ڏکن ڪارڻ ڏيهہَ ۾، نِپايَس اَوهان.
”سچو“ اکڙين مَؤن، ميان، هاري رتُ رئان!

ڪافي 4

متان منڊ مارُن ٿون، وهين آسرو لاهي!

ٻَندُ ٿُنهنجي باب ۾، اَصلَ ڪؤن آهي.
سَڱُ اسان جو سومَرا، چِڻُ جيهو ناهي.
پِرين نِيندا پاڻ سان، سگِر ڏي ساهي.
نِيرَ هِي جي نِينهَن جا ڪير سگهي لاهي.
رکج منهن ملير ڏي، ناھ نہ ٻيو ناهي.

ڪافي5

وري آءُ وطن، منهنجا ساريون نيڻ سِڪَن،
موٽ سلامت سپرين!

اکڙيون اوهيرا ڪَري، واٽ ڏسيو وجهلَن.
پرِيَن پرديسن لاءِ، جهوريءَ نيڻ جهجَن.
عمر اَباڻي پارَ ڏي، وجون ٿيون چمڪَن.
ميڙائي جا مِينهَڙا، ويجهو شال وَسَن.
الله آندا مون پرين، دارون درد مندن.
”سچل“ سِڪَ سبيل ٿِي، پارئون جا پريَن.

ڪافي6

مون تان چيو تو اکِهين، نہ تون دل قاساءِ!

آهون دانهون چو ڪَرين، سَبَر سيڻ سَنداءِ.
ڪُجِ ڪنهين سان ڪينڪي، ٻولِي ٻي نہ ٻڌاءِ.
وچڙيا ڳڏُ گڏي پرين، ڪو والي ورق وراءِ.
ٿوري گهٽي ڏينهڙين، ڪندءِ ماڙ خداءِ.
سانگِي ويڙا سانگ تي، پنهنجي سانگِ سُٺاءِ.
پاٽڻُن جاٽِي پريت مؤن، ڪوھ ڪَرين هاءِ هاءِ.
”سچو“ سُپرينءَ لاءِ، ڪوڙين ڪانگَ اُڏاءِ.
تو پئي ساريو جن ڪي، تن ٻِي سِڪَ سنداءِ.

## داستان ٻيو

1

عمر اَباڻن ۾، لَٽمَ لائون لالڙئين؛
ڪُهہ موتِي مالَهڙئين، حال گهوريا هِن حالَ تي.

2

جو ڏاڏاڻو ڏيهُ، مُونهؤن مور نہ وسري؛
سو ڏاڻر لَئہ ڏيکار مُون، سومرا ساٽيهُ؛
ريءَ پنهوارن پرڏيهُ، هِيءُ مڙيوئِي پائيان.

3

ڏيهہ ڏاڏاڻي، شل سِگهي ويديس سومرا؛
مون ڪي مارُوئڙن ۾، جڏ عمر اُماڻي؛
ڏينهن گُذري ڏکَ ۾، تو جاٽيندڙ جائي؛
سُکَ ڏُکَ سنديون ڳالهڙيون، وجي اوريان اَباڻي؛
نہ تہ سُڌ لَهندڙَ سِگهڙا، اَللہ اُهي آڻي؛
جو هُن ٻنا هاڻي، گهَڙي هِت نہ گهاريان.

4

وَس نہ وِساريامِ، سُرها وَڻَ ساٽيهَ جا؛
اُهي هيڪَند ڏينهڙا، تي گڏجِي گذاريامِ؛
ياد ڪيون سي ڪيترو، سانگِي سنپاريامِ؛
اوڏنهن اُڏاريامِ، ڪَلَ لَهَڻَ لَئہ ڪانگڙا.

5

جهڙي هُيس مَلير ۾، جي هِت ٿيان تِهڙي؛
پَرَ ڳالهہ ڪَريان ڪهڙي، جو قابو رهيسِ ڪوٽَ ۾.

6

هُيس ڪير ملير ۾، هِت تِي آيَسِ ڪيرَ؟
جيڪُس پيڙمَ پيرَ، فقط لَڳَ فِراقَ جي.

7

ڪاٿي آءٌ هُياسِ، ڪاٿي آيَسِ سومرا؟
هُتان هلي هِتِ اَچي، پورَن منجهہ پياسِ؛
هنجن هابُ ڪِياسِ، وچوڙي جي ڏينهڙي.

8

شال نہ رهن ڏورِ، هُئَن اَباڻا اوڏڙا!
ميان تَن ريءَ مور، مون هِت جالَڻُ نہ ٿئي.

9

ڏوتِي ڏورئون ڏورِ، عمر اَچ مون ڪي ٿيا؛
سُمهَڻ جاڳڻ سور، مون گذارَڻ آئيو.

10

جڏهن آءٌ جاياسِ، ڪنهن وٺِي، وِهَ جي نہ ڏني!
جڏهن ساماياسِ، تڏهن آيَس اورائن ۾.

11

هي ساماڻِجڻ گهوريو، جنهن بت ڪيو بيرؤن؛
وڃي شَلَ ويڙهيون، ڏِسان ڏوتيَڙن جون.

12

ڏني ڏوتيَڙن ڪي، گهڻا ڏينهن ٿيا؛
جالڻُ جُدائِيءَ ۾، جيڪي پَلَڪ پئا؛
سي وٺواند ويا، سارا سنگهارن ري.

13

هُت تا لوءِ لُڇَن، سُڻِي ڳالهيون سومرا؛
پيهي ڪِئن نہ پُڇن، جي هُئن اَباڻا اوڏڙا!

14

پاڙو پاڙي ساڻُ، شَلَ هُئان اَباڻن جي؛
پکي تَن جي پاڻُ، آءٌ تا سُکيو پائِيان.

15

مون کي رَبُ رکي، شل پَردي ساڻ پناهَ ۾!
تہ هئان منجھ پکي، عُمَر اَباڻَن جي.

16

پَردي منجھ پناهَ، مون کي رَبُ رکيج!
اُڪندِ هِن اَرواحَ، آهي اَباڻَن جِي.

17

ڏِسي ڪيٺ ڪٺِي، ويا ماروئڙا ملير مَون؛
پَکا پانوَرَ ڪنڌئين، وينا جالَ هٽِي؛
اڳي پنهوارن پاڻ ۾، تي اِها ڳالِھ ڳٽِي؛
هِت رَتِي رهَڻ ناهِ ڪا، جاٽي هِڪُ ڏٺِي؛
جا عادت زور ظلم جِي، هيءَ حَمير وَٺِي؛
رَعيت جي رَنجڻ جي، ٿيس ڳهُر گهَٽِي؛
هاڻ بَرسَر هِيءَ بَٺِي، سنگهارن تي سومرا.

18

پَلَڪ نہ ٿيان پاسي، شَل عمر اَباڻَن ڳوڻ!
ڳُڌُ ڳَڌين ها سي، سين سان سي سومرا.

19

ڪاڏي اَڄ رهي، آءٌ ڪاڏي اَباڻان؟
هاٽي نہ جاٽان، تہ ڪا موتي مِلنديس مارئين.

20

اَڄا نہ آيا، سنگهارا ساٿيهہ جا؛
ڏينهن جهَجها لايا، پانوَرِ پنهوارن پاڻ ۾.

21

جيڪس نہ آيا، سنگهارا ساٿيهہ تي!
نہ تہ ڪيتن خابرو، تَڏڙهئين هَلايا؛
تن ڏينهن وڏا لايا، وڃي پانورَ ڪنڌئين.

22

وڃن تامَر پري، شل اَباڻَن اوڏي هُئان!
جو سُڌِ لَهَن مون سِگهڙي، ذري منجھ ذري؛
اڪيون آب پَري، تي ويجهائيءَ لئہ وجهُلان.

23

بيوسِي آهيان، هِن ماڙن ۾، مارو!
وِساري ويهي رهيؤ، جڻ منجهانئِوَ ناهِيان؛
لالچ نہ لاهيان، پَسَڻ پَنهوارَن جِي.

24

موٽِي شال اَچن، ماروئڙا تہ مَليرَ ۾!
اَچڻ سندي تا ان جي، ڪَر پوي مون ڪن؛
تا سيپئي سُک ٿين، گوندرَ وڃن گُذري.

25

ڏوراپا ڏيئي، ڪنهن هَت مُنجان مارُئين؟
تہ وساري ويهي رهيَوَ، حال ٻڌي هيئي؛
مِڙي اَچو مون گهرين، آهيو جهانگيڙا جيئي؛
جي آهيو اتي ئِي، تا لَهو سُڌِ سنگهار جي.

26

موٽي ماروئڙن، سُڌِ نہ لڌي ساهَ جي؛
لاهي چڏيو دل ڪؤن، اَديون اَباڻن؛
ڪنهن ڳُٺؤن سنگهارن، جيڪُسِ ويڙس وِسري.

27

ڪي ڏينهن هُيس قرار، مارُن گڏ ملير ۾؛
درد نہ هو ڪو دِل کي، هُيسِ مِٺَن ۾ مختيار؛
ريءَ اَباڻن آرِ، هاٽي ڪنديس ڪَن سان.

28

اَڄ ساريم سنگهاري، جَنَم لنگهايَم جَن سان؛
هيءَ وڇوڙي تَن جي، ميان هِت ماري؛
عمر سيا مون سانگئين، تِي گَڏجِي گذاري؛
منهنجي پار پنهوارَ جي، آهي تاڪون تياري؛
هاڻ لکي منجهان مارئين، هِيءَ حقيقت ساري؛
ڏينهن هيترا ڏوتيو، ڪِيئن اوهان وِساري؟
جيڪُس ڏرئون هُئِي ڏاري، تيلهان ويڙوَ وِسري.

29

منهنجي مَن ميان، هِن ڳالهيون ماروئڙن جون؛
ڌُٽ ڏاڏاٽي ڏيهہَ جو، وڃي خوشِئون هُتِ ڪِيان؛
ڪائِي ساعت سومرا، جهانگِن ري نہ جِيان؛
وڃِي تر ٿِيان، شَلَ سنگت سنگهارن جي.

30

ويجها جڏهن هُئام، ماروئڙا تہ ملير ۾؛

تڏهن ڳالهه احوال جي، تن ڪنين ڪين وڏام؛
هاڻ وڃي ترِ ٿيام، اُهي سڌ لهندڙ سومرا.

31

ٿيا پنهوار پَري، آءٌ ڏيان ڏوراپا ڪن کي؟
وَهندو شالَ وصالَ جو، ڪو پڻ واءُ وري؛
نئي ڳڏ ڪري، سو مون کي ماروئڙن سان.

ڪافي 1

مارن ڏي آءٌ وڃان وڃان! هادِي اَللهُ، الو پلو!

لاوان لهنديس ڪيت پنهنجي سان،
سرتيون ٿينديون مون ڄڃان ڄڃان.
ڪَي بندياٽي بند مؤن،
ڪُرف ڪڙا ٿي پڃان پڃان.
واٽَ جنهين کؤن سانگِي ايندا،
سائِي واٽ مان وڃان وڃان.
”سچو“ سائِلِ آهي اوهان جو،
سِرُ سائينءَ اگِيون سَجان سجان.

ڪافي 2

لَڄايان نہ لوئِي، وو،
عمر آنديم جا اوڏاهون!

جي تا ملڪَ ملير ڏنهن، قاصِد اَچي ڪوئِي، وو.
سارو سنگهارَن ڏي، حال منجان روئِي، وو.
وجهان بَرنديءَ باه ۾، شالون پَٽ سيوئِي، وو.
ڪتِي ڳنيَم ڪِيئن جي، اڌو ٻَنڌ جا هوئِي، وو.
آنديم ڪٽِي ڪوهَ توٌن، آب پَري اوئِي، وو.
پِيَڻ ڪاڻ پنهوار جي، ڳلي مُون تان ڌوئِي، وو.
اهڙي اگِي ڪنهن نہ ڪئي، جهڙي ڪيڙي توئِي، وو.
مون سان مدد ني ڪندو، ”سچو“ صاحب سوئِي، وو.

ڪافي 3

وينا منهنجيون ڳالهيون ڪن،
هُت ماروئڙا ٻہ ملير ۾!

عمر آنديئي مارئِي، تاسف ڏيئي تَن.
سَدا آهن سومرا، مارو منهنجي مَن.
مون جيڏيون ملير ۾، چانگن پاس چَڙن.
ڇڏي پانور ڪنديون، مَنهيون اوري اَڏن.
”سچوءَ“ جي سَريرَ ۾، ويڙهيچا ٿا وسن.

ڪافي 4

غم ۾ ڪِيئن نہ گذاريان، اَديون،
تن وچؤن مون کي ڏينهن پيا!

ميان مُلڪَ ملير ڏي، ڪنيو نينڻ نِهاريان.
پَڪا پنهوارن جا، ساعِت ساعِت سنڀاريان.
راتيان ڏينهنان روح ۾، ساهيڙين کي ساريان.
وَسُ جي هو ڪو منهنجو، ڳڏ هُنِ پاڻ قطاريان.
پَت پنهنجِي پاڻهين، پنهوارن سان پاڙيان.
ياد ڪيو سي ڳالهيون، پنهنجو پاڻ تي ڳاريان.
موڪل ڏينم مَنين مِڙان، گهڙي هِت نہ گهاريان.
ٻَڪَر ٻاباٽن جا، چَهرائيءَ سان چاريان.
جي مون روحَ رڳن ۾، ويڙهيچا نہ وساريان.
جا لوئِي آنديَم لوءِ ڏنهن، عمر شال اُجاريان.
حال پَسي هِيءُ پانهنجو، ماروئڙن لڳ ماريان.
پَٺَ پٽيهَر گهَوريا، طولَ پايان تلواريان.
ڪَرَ لَهَڻ لَئہ ڪانگڙا، اوڏنهن روز اڏاريان.
”سچو“ سنگهارن کؤن، هِي سِر هڏ نہ واريان.

ڪافي 5

شالَ نہ وِسارين، مارو مون کي، شالَ نہ وِسارين،
درد جنين جو آهي دل کي!

اَنئِي پهر اوڏهون، نيڻَ ٿا نهارين.
پَهون پنوهَرَ پانهنجا، ويجها وهارين.
جوڙُ اسان جا جهوپڙا، ماڙيون ٿيون مارين.
هَردم طلب جون تَن ۾، تارون تنوارين.
سنگهارن جون ساه کي، ڳالهيون ٿيون ڳارين.
”سچو“ سارين جن کي، سي پِي تو سارين.

## داستان ٿيون

1

جهانگيئڙن لَئہ جِيءُ، هِت عمر آه اُباڻڪو؛
نئِي ڳڏائج اُن سان، حال منهنجو تا هيءُ؛
سانگيئڙن ۾ سيءُ، آه اَجا توٽِي تانهنجو.

2

ڪونہ وري آيو، ماڻهو مُلڪَ مَلير جو؛
جو ڪِيئن جون ڏئي خبران، ساٿِي سَوايو؛

ڏورائيءَ ڏوٽِن جي، هيءَ مون کي مُنجهايو؛
ميان ماروئڙن جي، هِت طعنن تپايو؛
ڪر سومرا سايو، تہ وڃان ويڙهيچن ڏي.

3

قاصد آيو ڪونڪو، ۽ ڪو نہ لکيائون خط؛
جيڪُس هُيس ڪينڪي، ريگستانِن رَٽُ؛
پنهوارن پاهَٽُ، تيلهان مون سان نہ رکيو.

4

قاصِد آيو ڪونہ، ريگستاني راڄَ ڏهُون؛
جو تو مون کي تارِ ڪيو، سومرا ۾ سونَ-
ليهہ پتو روحَ کي، هُتَ هَي هَي جيڪس هو نہ!
چيهون هِتي چونہ، تيان اَهڙن عتابن سان.

5

پنهوارن پيغامَ، اَڄ ڏئي مُڪا مُون مَٽين؛
"ڪڏهن آيا ڪينڪِي، تو ڏنهن هِت سلامَ؛
"ڪائِي اتي محفوظُ تئين، طرحين طرحين طعامَ؛
"پيرُون چوندئي پَٽ جا، تي ڪڏهِن لاڙيو لامَ؛
"ڏسي عيش اِنعامَ، اَڄ اُهي ويلان وِيَڙئي وسري!"

6

پَري تين نہ شالَ، هُئن اوڏائِي اَجڙي!
اُتي ويني اُن جا، اَتم خوابَ خيال؛
سدا سانگيڙن جِي، مون کي ساه سنيال؛
هِتِ مون ههڙا حال، هُتِ عِتاب اُنهن جا.

7

عمر مون ڏي آئيا، اَباڻئون عتاب؛
"تيئن اتي تون مارُئي، ڪائِي خوش ڪبابَ"؛
هِت مون اکيون پنهنجيون، جهليون روئِي آبَ؛
جهوريَس هِن جواب، ويڙهيچن وساريو.

8

مُنجن هِيئَن چِيون، مون ڏي مارو، سومرا؛
"وجي عمر ساڻ تو، ڳالهيون ڪالهہ ڪيون؛
"سي پُٺ پنهوارن ۾، پَڙر هَتِ پيون؛
"اِهي پَچارون تانهنجون، ويڙهيچؤن نہ ويون؛
"ڪيتن هاڻ ڪنيون، پکيُون ملڪ ملير مَون."

9

ڪو نئين نِياپو، منهنجو ماروئڙن ڏي؛
"مون ڏي اَوهان موڪليو، ڏيئي ڏوراپو؛
"تہ لوئِي لاهي سِر ڪَيُئي، سونَ رُپي چاپو؛
"مون ڪؤن وسري ڪين ويو، آهي جهڻ اُهو جهاپو؛
"اِينديَس سِکهي ايڏهين، لاهي لاڳاپو؛
موليٰ ميلاپو، ڪندو سِڳهڙو سنگهارن سان."

10

آءٌ پُٽ چا تہ چوان، موٽِي ماروئڙن کي!
"هَئي هَئي هِن جي حال جِي، ناهي ڪَل اَوهان"؛
هِت اُنهن ري سومرا، نِتُ نِتُ سورَ نوان؛
پَکي شالَ پهان، مان وڃي پنهوارن جي.

11

ڪٽي ساڻ ڪتِي، جا آنديم مُلڪَ ملير ڏنهن؛
سا اَڄ توٽي تا سِر توڻ، لَحظو ڪين لٿِي؛
لوئِيءَ سنديءَ لَڄَ ڪؤن، مون ڍڪيا پٽَ نہ ٿي؛
هِت سُورن آهِ سَتي، اَئين تيون ڏوراپو ڏيو!

12

ايڏانهن اِينديَاس، ڪنهن مهل موچاريءَ ماروئا!
جا لوئِي آنديَم لوءِ ڏنهن، سا چن نہ ڇڏينديَاس؛
توڙي تهباران تِيئي، تہ بہ مور نہ مٽينديَاس؛
اَچي ڏوٽيڙن کي، اَجا ڏوراپا ڏينديَاسِ؛
تہ ڪيئن وِساري ويهي رهيو، توراهِين تيندياسِ؛
مَنهيون، مَنُهَن سان اِتي، آٽي اَڏينديَاسِ؛
ڳالهيون ڳرهينديَاس، سرتن سان ساٿيهہ ۾.

13

الله اَباڻن سان، مون کي گڏُ ڪرئين!
جي ويا ٿر پَرئين، سي موٽي آڻ ملير ۾.

14

عمر اَباڻن ري، آءٌ تان ڪوجهِي آهيان؛
هيءَ لوئِي نہ لاهيان، جا آهہ نِشانِي اُن جِي.

15

جا اَباڻن ڏني، سا لوئِي هَڏ نہ لاهيان؛
ڪنديِس ڪين ڪِني، وني ويندس ويڙهہ ڏي.

16

عمر ڏيهہ اَباڻي، مون چڱا ڏينهن گُذاريا؛
هِت اَچي هاٽي، پيو هِنيڙو هَلاڪت ۾.

17

عمر اَباڻؤن وچڙي، ڪنهن اعراضي آندياس؛
وجي خوشيؤن ڪائينديَاس، پَڪا پيرون پانهنجا.

18

ڪائِي پلڪَ پَري، شال عمر اَباڻؤن نہ ٿيان!
ذري منجهہ ذري، هُئن پچندڙ حال جا.

19

جڏهن هُيس اَباٽين، مَحل نہ ماڙيون مون ڏنا؛
لَئِي ۽ لاٽين، هيون پيهيون پنهوارن جون.

20

ڦٽي ڦوڙائِي، آءُ مِيان ماروئڙن جي؛
ڏنيون مون کي تو هتي، آهن ماڙيون جوڙائي؛
ويهان وچ نہ انهين، ٻُڙو ٻوڙائي؛
هِن هنڌن ۾ سومرا، تو لکيو لوڙائي؛
جنهن آندم توڙائي، پکن مؤن تہ پنهوار جي.

21

ريگستاني راڄَ جِي، آءُ ڳالھ ڪريان ڪيھِي!
ڪَنِ پچارون پاڻ ۾، سي واريءَ تي ويهي؛
تہ ”ايندي ماروئين مارئِي، شل پَکن ۾ پيهي“؛
اُڪنڊِ مون ميلاپ جِي، آھ جهانگن کي جيهي؛
منهنجي تن تيھِي، آهي سِڪ سنگهارن جِي.

22

مان اُنهن کي ساريان، هو ٻِي سارن مون؛
جي راضي ٿئين ٿُون، ڏي موڪل ماروئڙن ڏي!

23

مان اَباڻن ساريان، هُت اَباڻا سارين؛
واڻان نِهارين، منهنجي اَچڻ سنديون.

## ڪافي 1

پَلپَل پونم پُور، عمر تن ماروئڙن جا.

دمدم منهنجي دل ۾، مارُن جا مذڪُور،
سرتيون سورن جا.
سانگيڙن کي سدا مان ساريان، هنيڙي هونم هُور،
پل پل پنهوارن جا.
منِ مَچائي ”سچو“ ويا سانگِي، دونهن جا دستور،
خاصَن کورن جا.

## ڪافي 2

پاڙيچون نِي پرين جو، مون کي پُور اڄ نِي پيو.

انتر جنتر مَون ٿي، هَي نيهڙي نيو.
جيڪي چيو نجوميءَ، سو تا صحيح ٿيو.
چرخو پَجي چيهاڙيون، مون ٿي ڪاڪيون ڪَيو.
هِن جان ٿئي جميعت، لالَن جي پائي ليو.
ڪو ڏس اچي پريئن جو، هِن ڏاھ کي ڏيو.
جي در اچي سو دلبر، تا جيءُ ”سچوءَ“ جو جيو.

## ڪافي 3

مارو مون کي نہ وسارين، آهيان اُنهن جي! ميان.

درد جنين جو دل کي، ڪَرم سين اُڪارين.
اٿ ئي پَهر اوڏهين، ٿا نيڻ نهارين.
هردم طَلب جون ٿَن اندر، تارون تنوارين.
”سچو“ سارين جن کي، سي پِي تو سارين.

## ڪافي 4

هلي ههڙي حال، ميان،
وجي ڏوٿن کي ڏسان!

پيڪَن مون پهچائين، پلا پنهنجي پالِ.
منهنجو ماروئڙن ريءَ، جِيڻ آهي جنجال.
ههڙي وچوڙي جي، ڪنهن سان ڳرهيان ڳالھ.
هُئڻ سدا خوش سومرا، مارو پنهنجي مالِ.
”سچوءَ“ جي تہ سَرير ۾، مارن جِي آھ قالِ.

## ڪافي 5

ڏوٿن ڪؤن نہ ڏور، آهيان جيڏيون.
آءُ اوڏي ان کي! سائين الا.

ناهيان ٻاهر تن ڪؤن، ميان، هڪڙوئِي دم دور.
”اَلاِنسانُ سِري وَاَنَا سِرهُ“، دوسن جو دستور.
هِي مڙيوئِي آهي تان، ميان، مارن جو مذڪور.
”سچو“ سا پُڇ ڳالهڙي، ميان، مارن جِي مَستور.

## داستان چوٿون

1

تون حمير هِنِي، آءُ توريا‌ٽِين آهيان؛
جا لوئي آندم لوءِ ڏنهن، ويندِيس ساڻ وني؛
ڪڏهن تيندي ڪانہ ڪا، مانهؤن شال مَنِي؛
ڪتابت قولن جي، مون ڏي پنهوارن پَني؛
هيءُ بندُ بندياڻِيءَ کي، هو لکيو رات چَنِي؛
اُن سانگِن ڪاڻ سَنِي، مون مڙيائِي سومرا.

2

ڪو ٻِي خيال نہ هومِ، هُيس مارن ساڻ ملير ۾؛
جان وچوڙو سومرا، ڪؤن ٽريچن ٿيوم؛
قسمت قيدالماء جي، ڏَسي ڏور وڌوم؛
تڏهن وڏو قدر پيوم، هَي ”سچو“ هيڪانڊِ جو.

3
وينا ڳالهيون ڪَنِ، ماروئڙا ملير ۾:
تہ ”اِجها ايندي مارئِي، وري هن وطن!“
ايڏي اُڪنڊ آهي، مُنهنجِي جا پُنّ جَنِ:
آءٌ سڳهي سان تَن، وجي گڏ گذاريان!

4
قرابتي ڪاتي ٿيا، آءٌ ڪاتي آئِي!
قسمت قيد ڪتي ڪيو، آءٌ ڪتي جائِي!
آهي منهنجي روح ڪي، ريءَ مارُن موڪِلائِي:
اُنئِي پهرَ اُنهن جِي، وات اُتم وائِي:
گهڻي مدت مونجهہ ۾، مون پڻ لنگهائِي:
مَنَ سِگهڙي سنگهارن جي، ڪل پوي ڪائِي!
تہ ڪي آهِن آرامي اُتهين، جهانگيڙا جائِي:
ڪِي ويا مُلڪ ملير مَون، ڪري اَجائِي:
وجي پانورَ ڪنڌئين، وينا وهٽائي:
اُتي تازا توانا ٿيا، ڌُٺ ڏنؤرا ڪائِي:
ڪر سومرا سائِي، جئن ٿِيَن آسودا آجَڙي.

5
جن گڏ گذاريوم، سڀ ڄماندر سومرا:
اَڄي پَري پَيَس اُن ڪؤن، مُونجهہ اِنهيءَ ماريوم:
ساريو سنگهار جي، ڳالِهن هِت ڳاريوم:
جو مارو محرم حال جو، سو پڻ سنياريوم:
ڏيهُ ڏاڏاڻو ڪڍهين، وار نہ وساريوم:
نِتُ نِتُ نِهاريوم، پَنهوارن جي پارَ ڏي.

6
اَڄ پڻ ٿِيمُ اُداسُ، هِي مَن ماروئڙن ڏي:
ڪر بندياڻي بند مَئون، خاوندَ لڳ خلاصُ:
جو مَتي ڪيتَ ڏنارَ ڪي، ڪا پلنگين ڏيندِيَس پاسُ؟
ڪو وجهہُ صاحبَ سومرا، اُنهن سان اِخلاصُ:
جو هو ويچارا واهَڻين، تون ڪري ڏس قياسُ:
زور تنين تا ناهِ ڪو، لوئِي جن لباسُ:
اَنئِي پهرَ اُنهن ڪي، آهي خَميرن هراسُ:
تاڪُون تُنهنجي تابَ ڪؤن، سهميون اُٿن ساسُ:
چاڙهيو لڳين ڪِين تَنين، ماسي قدر ماسُ:
تعديون تَنين تي ڪَرين، جن تو هَؤن ٿئي مَواسُ:
ويڙهيچا وڙاهَ ۾، هُتِ وِڻِ وِڻِ وَنن واسُ:
پاءِ پنهوارَ پياسُ، آهي راڄا منهنجي روح ڪي.

7
ڇَئي مُڪائون، هيئن ڏاڏاڻي ڏيهَ ڏنهن،
تہ ”جيڪس“ اِهي تو هُيون، مَنَ جون مدعائون.
”تان وجي پَلنگين پَترِٽِئن، شَلَ چڙهان آڻُون،
تو پڻ تيلهائون، هاڻ ويا ويڙهيچا وسِري!“

8
ڇگِيءَ طرح ڇَئِي، تِي مُنجان ماروئڙن ڏي:
تہ ”سُکين سانگيڙن ڪؤن، پري آءٌ پَئِي:
”قسمت قيدالماء جي، مون سان هِيئن ڪَئِي:
وسري ڪينَ وئِي، سَنگت سنگهارن جِي“.

9
ماروئڙا ماندي، آءٌ اوهان ريءَ آهيان!
سُکيا اَئين ساٿيهہ ۾، هِت بَند رهي باندي:
هِت قسمت قيدالماء جي، هِيءَ اَچائڪ آندي:
آهيان اوهان جي ڳالِهِ ڪؤن، ويل نہ ڪنهن واندي:
ڇگِي تِي چاندي، اِينديس لوئِي وني لوءِ ڏي.

10
قاصِدُ اَڄُ ڪوئِي، مَنَ اَچي ماروئڙن ڏنهن!
تنهن تا چَوان حالَڙو، سارو سيوئِي:
ايڏنهُن آندي آهِ مون، لاڪيڻِي لوئِي:
سا وني وينديس پاڻ سان، اَتم عهد اِهوئي:
سرتِن سان روئِي، سِڪون لاهينديس لوءِ ۾.

11
هِيءَ اُميد نہ هُئِي، مون ڪي ماروئڙن ڏنهُن:
جو ڪونہ مُجندا مُون مٽين، پُڇَڻ ڪاڻ پَهي!
ڏنم هڏنهن ڏيهہ ۾، نَڪو ڳوٺ ڳِهي:
هاٺي وائِي وائندي، اها سيُمَ اَڄُ صحِي:
تہ ”اَنا مِينهن ملير ۾، ويڙا راڄ رهِي:
”چِڏي پانورَ ڪنڌيون، آيا هيٺ لهِي:
”جهجهو جهانگِن ڪي ٿيو، ڍِهيان ڏٺ ڏهِي:
”ڪَڍيو پيَن پاڻ ۾، وڏيءَ مَهَل مَهِي“:
وينديس ڪوڏِ ڪَهِي، آءٌ پَکي پنهوارن جي.

12
سَنگهارن جي سِڪ، آهي منهنجي مَن:
شال سِگهوئِي سومرا، ڏسان ڏوٿيڙن:
راتو ڏينهان ڪاڻ تِي، جهجان جَهانگِيڙَن:
پاٺهي پَنهوارن، اَڄ تان مونکي ياد ڪيو.

13
جهانگي جهڻ پياڪ، ناهِن شَربت هيروان:
ڳاڙهيو ڪاريون لوئيون، پهَرڻُ تَن پوشاڪَ:
لاهِج لوئيڙَن تان، الله لڳِ اولاڪَ:
جو رکن هَڏنهن ڪانڪا، عُمر پِي اِملاڪَ:
ڪارڻ پرورَ پاڪَ، مون ڪي ميڙيين مارئين!

14

ڪيا ڪِوڙِن ڪيجَ، اَڄ ڏاڏاڻي ڏيهه ۾؛
پر ماڙو ماروئڙن ڏنهن، هَڏِ نہ آيو هيجَ؛
ڪالهہ ڏٺا هُئم اُبِي ۾، اَڙِڪ ۽ اَٽيجَ؛
اُنا مينهن مَلير ۾، ٿيا رڻَ سارائِي ريجَ؛
چانگن سان چِڙي ڪري، ڪَن چَنن ۾ چيجَ؛
آءٌ پُڻ پِنيءَ پيجَ، ملنديَس ماروئڙن کي!

15

هي وٺي حالُ وجان، ميان ماروئڙن ڏي؛
آهي اُميد اَجان، جو خوشِي ڪنديَس ڪيت سان.

16

مينهن وسندي مان، ويڙهيچن وينداسِ؛
لوئِي ساڳِين لوءِ جِي، نال وٺِي نينداس؛
وجي ٿر ٿينداسِ، ڏکَ سُکَ پائي سومرا.

17

ڏنارن ڪؤن ڏار، جي مون ڏينهن گذاريا؛
سي هئا قيامت جيهڙا، ميان سومرا سردارَ؛
الله ڪري اوڏڙا، ”سچو“ مَنَ سنگهارَ؛
تہ ڪريون ويهي ڳالهڙيون، هنيڙي جون هِڪوارَ؛
پَر پري ٿيم پنهوار، ڏيان ڏوراپا ڪَن کي!

18

جيڪي هُتِ هونديون، ساهيڙيون ساٿيهہ ۾؛
سي پيرون چونڊبن پاڻ ۾، گڏ ڪيون گُونديون؛
ساريو مون کي سومرا، رات ڏينهان رونديون؛
ٻيون پِي چا چونديون، اَجا عُمر الاجي آجڙيون!

19

ريگستانِن رنگُ، جي تون پسين سومرا؛
تہ ميان ماروئڙن تَؤن، ظالِم لاهين زنگَ؛
جو تاڪون تنهنجي تابَ ڪؤن، جهانگِي واسِن جهَنگُ؛
نامِيا هي تون ننگُ، نيئي رسائين راڄ ۾.

20

جي ريگستان رهيا، تَن سخت نہ ونج سومرا؛
جو تاڪون تنهنجي تابَ ڪؤن، چَنن مَنجهہ چپيا؛
سي کي پَرئين وسِ وهيا، وسَ چائيتا واهَڻين!

21

ڪري ياد قلبُ، تو منهنجو ماروئڙن کي؛
جو ٿيان هيڪاندي تَن سان، ٿئي سائينءَ ڏنهُن سَبب!
ڪِڍِ بندياڻي بند مؤن، تہ راضي هُئي رب؛
غازي لاهہ غَضَبُ، ڪَر مِهر ماروئڙن تي.

22

رجُون ريگستانُ، جِت وطن ويڙهيچن جو؛
راحِم ٿي رکيج تون، تَن ماروئڙن جو مانُ؛
جهونن جهانگيڙن تي، ڪَر عمر تون اِحسانُ؛
تہ سارو جڳ جَهانُ، مَرُ تعريفان تنهنجيون ڪري.

23

هيءَ خبر هاڻي، آئي ريگستاني راڄ ڏنهُن؛
تہ ”انا مينهن ملير ۾، ٿيو پٺَنَ ۾ پاڻِي؛
ڳُلَ ڦُلَ گلزاريون ٿيا، رِڻَ سڀ ريجاڻِي“؛
تون پِي صاحب سُجاڻي، موڪل ڏينم مِڙي مَران.

24

مينهن وسندي مون ڏٺا، هي پڪا پنهوارن؛
ڳاڙهيون اَچيون لوئيون، ڪيا سَهَج سَنگهارن؛
اُهي عام خلقَ ڪؤن، ٿا گوشي گذارن؛
منهنجي اَچَڻ سنديون، ٿا واٽون نهارن؛
سانگيڙا ساٿيهہ ۾، پيا نِت نِت سَنيارن؛
هي ڳالِهيون ٿيون ڳارِن، مون کي ماروئڙن جون.

25

مِينهن وسندي سومرا، اَڄ پُڻ پور پِيا؛
پَڪا پنهوارن جا، سي مون ياد ڪيا؛
ڏٺي گهڻا ڏينهڙا، مون ٿَريچن ٿيا؛
وسِري تا نہ ويا، ڪا ساعت منهنجي ساهَ ڪؤن.

26

هِت ڏيهي ڏسان ڪونہَ ڪو، جو ڏئي ڪيتَ خَبَر؛
هِيءَ قابُو رهي ڪوٽَ ۾، اُنهن ريءَ عُمَر؛
مَليران مَحضَرَ، ايندم اَجائِيءَ جا.

27

مِينهن وسندي ياد مون، اَڄ ماروئڙا آيا؛
قيدالماءَ جا ڏينهڙا، سي مون لنگهايا؛
موٽي اَچڻ جا ٽِيَمر، ڏي سنگهارن سايا؛
اُهي مولا ملايا، جي پنهوارن پَري ٿيا.

28

ڪو جو وريو واءُ، اَڄ پڻ مُلڪ مَلير ڏنهن؛
جَڻُ آيم اَباڻاءُ، ماڻهو موٽائِڻ جو.

29

مون کي رات رسيون، ڏيه ڏاڏاڻؤ خَبران؛
”تہ ساٿيهہ سَڀ سَرهو ٿيو، وڄون واهَ وَسيون؛
”تہ اچي ياد الله تو، ڦوڳُ ڦلار پَسيون؛
”برابر بادل ڪَيون، مُنِي لوءِ لَسيون؛
”ساول ڪائِي سبزيون، ٿيون سَڄِيه سَسِيون؛

”ٻاڙهيون اَچيون ڪاريون، لاهن غم گسيون؛
”وُڙهيون ڪَس ڪَسِيُون، پُڻ آهِن تارِ تَرائِيون.“

30

رات وري آيا، ماروئڙا تہ مَلير ۾؛
جو لڌم خوابُ خوشيءَ مون، جَڻ موليٰ مِلايا؛
وري وسايا، پلي ياڻ پِٽُن جا.

31

وسَ چَري آيام، ماروئڙا ملير ۾؛
چڙي پانورَ ڪَنڌيون، ويڙهيچا وريامَ؛
عُمر اُميد ٿيامَ، پَسَڻ پنهوارن جي.

32

جي ڏوٿي هُيَم ڏور، سي والِيءَ ڪَيَم ويجهڙا؛
هُئي جا پورن پُور، سا تا اڄ من تَون لَنگهِي.

33

موٽيا پارِ مَلير، سانگيڙا سانگُ ڪَري؛
جَن جِي سِڪَ سَرير، سي ئي عُمَر آئيا.

34

لَٿو قوڙائو، وريو ورق وصالَ جو؛
وري وطَن آئيا، ريگَ لنگهي رائو؛
”سَچُو“ چَوي سائو، ٿيو موٽِي مُلڪ مَلير جو.

ڪافي 1

مارو تر ٿيام، پلو ميان وو، ڏيان ڏوراپا آءٌ ڪَن ڪي!

سي پاريندَس پانهنجا، ميان، جي هُتِ قولَ ڪيام.
چڙي مُلڪ مَلير جو، پَرينءَ وس ويامَ.
گهوريا پَري ڏينهڙا، جي پنهوارؤن پيام.
سنگهارن جي اَچڻ جا، ميان ”سَچو“ سَنيها سُيام.

ڪافي 2

روئان زارو زار، يار،
مانَ مارُن کي ملان آءٌ!

ڏيان ڏوراپا ڪن کي، پَري ٿِيَم پنوهارَ، يارَ.
ونِي ويڙا پاڻ سان، منهنجو ساهُ سَنگهار، يارَ.
اهو اٿم آسرو، ايندم اَجڙوار، يارَ.
ڪَندا مُهڙ مَلير ڏي، رڻ چڙي ريدار، يار.
سو دم گوندر گذري، جو دم اُن ريءَ ڏارَ، يار.
روئي رت اکين جا، جهونا ٿيا جهالار، يار.
وڃي ٻُڌنديس اُتهين، سندي پنهوارن پُڪار، يار.

رکي ويڙهيچا ويا، مونهين سر مَيار، يار.
پيڪين مُون پَهُچائيين، سومرا سردار، يار.
راتو ڏينهان اوڏهين، ”سچوءَ“ ساهُ سنيار، يار.

ڪافي 3

ساريان آءٌ تا لوءِ، پنهنجي جون لويون،
عُمر گهوريا هِي پَٽَ پٽيهَرَ، ميان!

هُت ويڙهيچا، ووءِ، وينا ورهائن ڏيهاڙيون،
سي ڏونرن سنديون ڏويون.

سنگهارن ڏي سوز سنيها،
آءٌ تي روزُ مُنجان رويون.

ڪنديون ڪوڪَڙ سَنديون، ميان،
ڳچيءَ پائن تا هِت پيڪا پويون.

صبحَ سانجهيءَ ڪَٽُن خوشيءَ سان،
اُهي سي تا آب پَريون اويون.

پاندين پائِن پُسيون، ساڳن سِگَر سَنگهارَ،
”سچو“ سي سويون.

ڪافي 4

گهوري هِيءَ جدائِي،
اڙي ميان، پنهوارن ٻاجهُون پُورَ پيا!

صبح ويلي ميان سومرا، الا سائين، خبر اها مون آئِي.
لنگهي مُلڪ مَلير جو، ويَڙئي ويڙه سَيائِي.
پانورَ ڪنڌئين ڪينڪي، وهندا ساعَت سائِي.
ڪئين ٻُڏان ڪِينڪِي، وري اِها شَلَ وائِي.
ڏوٿي پنهنجي ڏيهَ مَون، ڪَندا ڪِيئن نوائِي.
عمر اَباڻا ڏيهه ۾، سَرها هُونِ سَدائين.
موٽِي نہ وجَن اُوڏهِين، جن جِي سِڪَ سَمائِي.
هوءِ هوءِ هِن جي حالَ تي، پاڳيا ڪرن پَلائِي.
”سَچو“ سندن ساٿَ ۾، ڪَري مَرُ تہ گدائِي.

## داستان پنجون

1

جوڙي پَڪا جُوءِ، اَچي وينا عُمرَ آجڙيِ؛
سَدا سَنگھارن جِي، ٿي مَتي حوضَن هوءِ؛
ٿيون گلزاريون گاهَن جيون، ٻِي خوب ڪُلِي خوشبوءِ؛
نئِين رونق روءِ، ٿيو موٽِي مُلڪ مَلير جو.

2

سدا هئن سُکيا، ماروئڙا تہ مَلير ۾؛
شَل نہ ڏينهن ڏکيا، اَچن آجَڙين تي!

3

سدا سَرها هونِ، ماروئڙا تہ ملير ۾؛
متي پنهوارن پون، مِهَر جا شَل مينهڙا!

4

مِيان ماروئڙن تي، مِهران وسَن مِينهَن؛
شَل نہ ڏکِيا ڏينهن، اَچن آجَڙين تي!

5

سدا سي ساٽيهہ ۾، سُکيا هُئن سَنگھارَ؛
پکي مَنجھ پنهوارَ، شَل هُئن هميشه سَرها!

6

سائين سَنگھارن جو، رکج پَن پکي؛
ڪوئِي تا نہ لَکي، هُئَن سَدائين سَرها!

7

سنگھاري ساٽيهہ، شَل هُئن سَدائين سَرها؛
وجَن نہ پَرڏيهہ، خوش گذارن اُتهين!

8

ساٽيهہ سنگھاري، سَرها آهِن سومَرا؛
ويڙهيون ۾ واري، مَحلا ماروئڙن جا.

9

جاتِي واريءَ ڊنو، تاتي اَڏنِ پکڙا؛
پاڳين لَٽا پَوَ، سدا رهن او سَرها.

10

نوڙن ۾ ٿُونديَن، مارو چارنِ مالڙا؛
گوڙين ۾ کِونديَن، سَرها ٿيَن ساهَ ۾.

11

جڏهن ڪِنونِ ڪِنوٽيون، وَسَن مينهن مَلير ۾؛
نونديون ۾ نِوڙيون، تاتا سوئِن ٽاريُون.

12

پاڳِيَن پَوَ لَٽا، جي وينا پانورَ ڪَنڌئين؛
اُنَ مِينهن مَٽا، آجڙين عِيدان ڪيون.

13

وري وَسايو، مالِڪَ مُلڪ مليرجو؛
سو اڳي ڳوُن اُجرو ٿِيو، سائو سَوايو؛
آڳي اَگھايو، ”سچوءَ“ جو سوالُ ڪيو.

14

آهي سارَ سنپالَ، ميان ماروئڙن جي؛
هِتِ هِھڙا حالَ، هُت عِتابَ اُنهن جا!

15

الله اوري آڻ، ماروئڙا مَلير جا؛
يا مُون کي ڪيڏي ڪوٺ مَون، نئين مُلڪ رَساڻ؛
پڄَندي وجي پاڻ، پهان پنهوارن جي.

16

آڻ الله اوري، ماروئڙا، مَلير جا؛
مون کي آندو اوچتو، هِت ظُلمَ جي زوري؛
آءٌ تَنهن گھڙيءَ تَوَن گھوري، جنهن هيڪاندِي هِڪُ ٿِيان.

17

جي ريگستان رهن، تن کي سَخت نہ ونج سومرا؛
جو تنهنجو زور ظلمَ جو، سانگِي ڪِينَ سَهَن؛
مَتان پَرينءَ وَسِ وِهَن، هو ويچارا واهٽِي.

18

جڏهن ويجها هُئامِ، ماروئڙا مَلير ۾؛
تڏهن ڳالھ اَحوال جي، ٿي تنهين ڪَن وِڏامِ؛
هاٽي وَجِي ٿر ٿِيامِ، اُهي سُڌِ لَهَندڙ سُومرا.

19

ٿِيا پنهوارَ پري، آءٌ ڪنهن کي ڏوراپا ڏيان؛
وهَندو شالَ وِصالَ جو، وارو ڪو وري.
سونيئِي ڳُڏُ ڪري، مُئيءَ کي ماروئڙن سان.

20

هُيمَر جَن سان حالَ، سي اَڄ سنگھاري سِجڪاڻ ٿيا؛
عُمَر اُنهي پارَ جي، اُتمَ سارَ سَنپالَ؛
جو صبح اُٿي ساجھُرين، مارو چيڙن مالَ؛
پيَسَ پَري پنوهارن ڳوُن، هَي جي ٿِيَم حالَ؛
آهي اُنهي ڪوٺَ ۾، جيَنُ مَنجھ جَنجالَ؛
سِگھَڙي وڃي شالَ، پهان پکي پنهنوارن جي.

ڪافي 1

هو جي ماروئڙا ٻيهرَ مانَ مِلن،
شالَ الله اوراهون ڪَندن، سانگي سانگ سَندن.

ويني آهيان واٽ تي، مَنَ اَچو حال پُڇَن.

پَڪا پَڪَن سامهون، اوري آٽي اڌِنِ.
انهن ڪارڻ جيڏيون، منهنجيون اکيون رٽ رُئَن.
اَصل لاڪون آهي، "سَچو" سَگ سَندن.

ڪافي 2

مارو اُهي مِلِيامَ، عُمر جامَ، وو،
طَلَب جَنِين جِي آهي تَن کي.

ڪَرَم ڪَيائون ڪيترا، ڏوتِي هت ڏنامَ.
هِت جنهين کي، هُت پي تن کي پيو آرام.
پاڙِيائون سي پانهنجا، ميان، ڪَيئون جي انجام.
طالع وارا تن جي، گولن جا بہ غلام.
ڪاڏهن "سچو" سالڪان، ميان، ٿِئي طَلَب تمام.

ڪافي 3

ڏوراپا ڏيئِي، ڪنهن هَٿ مُنجان، وو، ماروئين!

وساري ويهي رهيؤ، حال بُڌي هيئِي.
مِڙي اُچو مون گڏِي، آهِيو جهانگيڙا جيئِي.
لَهو سُڌِ سَنگهار جِي، جي آهيو اَتيئِي.
"سچو" ساريؤ ڪِين سا، جا ويڙهيچؤن ويئي.

ڪافي 4

راتِ مُڪَم روئِي،
ساري سلامَ سنگهارن ڏي.

اکيون اباٽي پار ڏي، بينيون جهُڙَ جهوئِي.
اَباٽَن جي آسري، لِيڙون ٿِيَم لوئِي.
وندن وِرچن پاڻ سين، ڏؤنرن جي ڏوئِي.
لِڪِي ڪاغذ مُون وڏو، پَڪيءَ کي پوئِي.
کي ڏينهن ڊِويَم ڪيت سان، آبَ پَري اوئِي.
اوهان پاجهؤن ڪوئڪو، ڪَل لَهي ڪوئِي.
مارو ملندو مارئِي، "سَچَل" کي سوئِي.

## داستان ڇهون

1

جِگَرَ جارڙيون، ٻيا ڪِرڙيُون ڦوڳَ ڦُلاريا،
سي سنگهاريون ساٿيھ ۾، وِهَن وارڙيون،
ٿامان ٿارڙيون، لاڙيون چنِن لاڪڙان.

2

وَروتا ويرهيچن جا، اِهي موتيئن مالهڙيون؛
رَس نہ اَچن روح کي، ٿالھ ۾ ٿالَهڙيون؛
سَنگهارنِ جون سومرا، چِڱيون چالَڙيون؛
جو فَجُر ڦوڪي سَنديون، ڪن دانهَ دالَڙيون؛
وَرُ سي لويون لاڪَ جون، ٻَن شالان شالڙيون؛
اَنئي پَهر آهن اکيون، منهنجيون عُمر آلَڙيون؛
ڪامل تنهنجي ڪوٽ ۾، وجهان فَلَڪين فالَڙيون؛
شال سٽندو سو ڏٽي، مون نِڌر نالڙيون؛
وجي گِجهيون گِالهڙيون، ڪنديَس سَرتن سان ساٿيھ ۾!

3

هِت ڏسان ڏوتِيڙن جيُون، ويني وائڙيون؛
هُت پَون پنوهارن تي، مِنِيون مائڙيون؛
ياد اتي جون مون پيون، چوهُون چائڙيون؛
توڙي چار ڪُندان لوئِيءَ جون، هِت ڦاڪين ڦائڙيون؛
تان پِي وجان اوڏهين، جتي ڪِنوٽِيون ڪاٽڙيون؛
مون کي لُوهِن لائڙيون، تَن لالن سَنديون سومرا.

4

ٻُور پُجاٽُون ٻَير ڪَن، ٻَهون ٻيرڙيون؛
چاڙِن چوندن سي چڙهيو، ڏيئِي ڦيرڙيون؛
پائوَ پيرڙيون، ڪن تماشا تِڪُن جا.

5

هُت گهُمَن ڏوتِي ڏٽ لئہ، ڪَيون تولا تولڙئين؛
چاڙِن لنب اَئون مَکٽِي، جهَلي جهولَڙئين؛
پِيهَن پَچائن مانيؤن، ڦوڪي ڦولَڙئين؛
تون عمر اولَڙئين، ڪَري هُت چَڏيج مون.

6

هُت ريت تہ اَڏو ٻَنڊِ، ڪَن لويون لاڳڙيون؛
مَشَر مارُئڙن جيون، سَچيون ساڳڙيون؛
وَتين تورنِ ڪينڪِي، مَڪَڻ ماڳڙيون؛
اَجان ڦُتنَ باڳڙيون، تہ ڪڙا آهن ڪوهَ تي.

7

اَجان ڪِنونِ ڪِنوٽِيُون، تہ سانگيُن ساھ پوي؛
وَسي تَر تارِ ڪَن، ٽيون ۾ ٽوٽِيون؛
جاتي هُئَن جوٽِيون، تاتِي آجَڙي آرامِ ٿيا.

8

اَج جوڙي وينا جهَنگَ ۾، جهانگِي جهوپڙيون؛
ڏي نہ ڏوتيڙن کي، لائِقَ لوپَڙيون؛
راجا روپڙيون، گهَرين رکن ڪينڪِي.

9

هُت ڏِينِ مارو ڏاجَ ۾، ڄاڻِي ڄارَڙيُون؛
پَيون آهِن سڀ ڪي، اُهي ويڙهيون وارَڙيون؛
سي چُوندبِ پيون پرِه جو، نائي ڏارڙيون؛
وِجهَن گوندنِ سَنديون، ڳچيءَ ڳارڙيون؛
پوءِ ڪنيو ڪارڙيُون، وَجَن لوئڙِياريون لوءِ ڏي.

10

مون ڳؤن وِسَرن ڪِينَڪِي، اُهي عُمرَ ويلڙيُون؛
چاريَم وڏي چاھ مَون، تي چيلا ۽ چيلڙيُون؛
تي ڪيڏيَمِ ڪيلَڙيون، سَرتِن سان ساڻيھ ۾.

11

اَوس اَڏنِ سومرا، چوڏاري چؤنرا؛
تَن ۾ سانيي رڱن سامهان، ڌُٿ ٻهون ڏونرا؛
ڏڳَ رکي ڏؤنرا، صبح ڪائِن خوش ٿِي.

12

ڪَرين چو ڪِلان، سانگِيڙن تي سومرا!
سارِهَ سو تِن تي، لاھ ٿوڪان آئون ٿهلان؛
هي جي مَوتَن جون مَهلان، تِي مَحلن مَنجھ گُذاريان.

ڪافي 1

ڪاڏي ويَڙا، وو، پِرين پاڙيچا!

جاڏي هَليا، تَهدِل تاڏي، هَلُ تون هِنيڙا، وو.
محبن مون سين عَجَب جيها، ڪيئي ڳُڻِ ڪيڙا، وو.
گوندر گاڏائون ڏينهڙا، هِت جالڻ جيئڙا، وو.
هِن اَجايا اُنهن ٻاجهون، جي پلڪ پيڙا، وو.
”سچوءَ“ سَندا سانوَل ٻاجهون، هي حال هَي ٿيڙا، وو.

ڪافي 2

آئين هَلِي هِن جاءِ، وي،
هِڪ ساعت ڪارڻ تون سانگِيڙا!

ڪا گهَڙي نيباهُ نہ ڄاڻج، پيچ نہ تَنهن سان پاءِ، وي.
”الدّنيَا سَاعَةٌ“ اِهو نُڪتو دل سان تون لاءِ، وي.
جاڏنهن آئين تون وڻجارا، وري وڃَڻ اوڏنهن آءِ، وي.
دنيا ۾ دَمَ ڪيئي گذاريئي، ”سچو“ سڄڻ جي ساءِ، وي.

ڪافي 3

اوڏاهُون آيا، مون ڏي عتابَ اَباڻن جا.

هي ڏيهُ وِيَڙُءِ وِسري، اِتي ڏينهن وڃي تو لايا.
ياد اسان کي ڪِين ڪيڙئي، منجهائينءَ مايا.
ڏينهن اسان ريءَ گذري، ويَڙئي سڀ اَجايا.
گهڻا مِينهن مَليرَ ڏي، والِيءَ وري وَسايا.
ٽُنهنجي ڏسڻ لئہ، هِت سانگِي سِڪايا.
سائينءَ ”سَچو“ سِگهڙا، مون مارو مِلايا.

## داستان ستون

1

مون جاليو سان جَن، موتِي تَن نہ پُڇيو؛
حال هن جون خَبران، پَيون هوندين ڪَنِ؛
تان پِي مارو مَنِ، وارُ نہ ڪَڏنهن وِسريا!

2

توڙي هو نہ پُڇن، آءٌ گهڻو پُڇان تَن کي؛
عُمَر آءٌ مَڃُڻ، تَن ڳؤن وڃان وِسري!

3

تي پُڻ وَسايامِ، ڪَڏهن مارُئين مينهَڙا؛
سي ڏينهن ڏاڏاڻي ڏيهَ جا، اَڄ ياد عُمر آيامِ؛
هِت پنهوارن ريءَ پاڻ کي، ڪيها لقَب لايامِ؛
هِن لحظي لَنگهايامِ، شال اِهي اَوَسر ڏينهڙا.

4

اِهي اَوسر ڏينهڙا، هِت جالڻ آيم جالَ؛
گَتيرا خوش حالَ، هُت ميان هون ملير ۾!

5

اَڄ سنگهاري ساريا، مون مينهَن وَسندي سومرا؛
ڳوڙها ڳاڻاتي بنا، هِن هَنجُنِ مَون هاريا؛
ياد ڪَريندي تن کي، ٻارڻ جَڻُ ٻاريا؛
هِتِ ”سَچوءَ“ سَنياريا، هُت سنيارَ ”سَچوءَ“ جي!

6

ساريم اَڄُ سَنگهارَ، مِينهن وسندي سومَرا؛
جيڪي ڏينهن هُئاسي گڏُ ۾، دَم نہ ٿياسي ڏار؛
ڪاٿي اَڄُ اَسين ٿيا، ڪاٿي اَجڙوارَ؛
وڏو قِسمت قيدالماءَ جي، پَري ڪان پَنوهارَ؛
تيلهان مون اَڄُ آئِيو، روئڻ زارو زارَ؛
پَلپَل هِت پَچارَ، هُت بہ سانگيڙن جِي!

7

ڪَڏهن سانگِن ساڻُ، تي گڏ وسايَم مِينهڙا!
اَڄُ قِسمت قيدالماءَ جي، پيو هِيءُ پَرياڻُ؛
هِت ڪَريان پُرزا پاڻُ، پَر تي لوئِيءَ جي لَڄَ مران.

8

وِسري ڪِينَ وڃان، مِيان مارُوئڙن ڳوٺ؛
وسِرڻ سَنديون ڳالهڙيون، مُورؤن تا نه مَجان؛
آهي اميد اَڃان، پکي مَنجھ پَنهوار جي.

9

شالَ نه وِسارين، هُئان يادِ انهن کي؛
عُمر اَباڻن جيون، ڳالهيون ٿيون ڳارين؛
ساھ رڳون سارين، مَن پَهچان پنهوارن کي.

10

لويون رنگارنگِ، ڪَن ساهيڙيُون ساڻيھ ۾؛
سي اَساوريُون اَڱريون، عُمَر پَهرِن اَنگِ؛
تاڪون تنهنجي تابَ ڳوٺ، جهانگِي پيِنا جهنگِ؛
هِن ويچارا واهِڻِي، تن کي وٿ نه تنگ؛
سي ڪِيئن ڏِيَن پيرُ پلنگِ، حال جني جا هِهڙا!

11

پَئي جيءُ جَنجال ۾، ساڻيھ سنياريُون؛
وسرن اُهي ڪين ڪي، جي مَهلان موچاريُون؛
پَر قسمت قيدالماءَ جي، ڪُيون هي ڪاريُون؛
ڪاتي اَڄُ آءٌ ٿيس، ڪاتي سَنگهاريُون؛
اوڏنهن نِهاريُون، وڃان سا وهلُور ٿي!

12

عُمَر شالَ نه لائِيان، لَقَب لوئڙئين؛
پاڻِي پِيَن پَٽ ۾، اَبُون اوئڙئين؛
ڏوُنرا ڏوئڙئين، ونڊن ورهائِن پاڻ ۾.

13

شالَ نه لَقَب سومرا، لوئڙئين لايان؛
پَٽ مَٿي هِيءُ لوئِي، مُور نه مَٽايان؛
جا ڪَتِي ڪيتَ ڏنارَ جي، پِلِي سا پايان؛
مَري مَلهايان، سارو مُلڪُ مَلِيرَ جو.

14

عُمَر اڃا ڪَپڙا، ڪاٽياريُون ڪَن ڪِيئَن؟
جهِڙي آيَسِ جِيئَن، شل تهڙي مارُن ڏي وڃان!

15

ڪِيئَن ڪاٽياريون ڪَن، ڪَپڙا اَڃا عُمَر جام؟
ٿِين پَنهواريون پَٽ ۾، مِهٽي هابُ مُدامَ؛
آهيان سومرا تو سامَ، نه لوئِيءُ جي لَڄَ رهي.

16

هِن لوئِيءُ جي لاڄَ، شالَ رهجِي اَڇي سومرا؛
نه مَرُ ٻُڌي خوش ٿِين، ريگستاني راڄَ؛
سا نه ڪائي ڪاڄ، جا قيد ڪَئِي تو ڪوٽ ۾.

17

توڙي لوئِي هِت ڇِڃي، وڃِي ٿَهباران ٿئي؛
نه پِي پهنديَس پَنهوارن جي، عُمَر ياڻِ پڇِي؛
جهَانگِن لاءِ جهجِي، مان اَڌ مُئِي ٿِي آهِيان.

18

توڙي هوءِ ڇِنِي، تا پِي لوءِ لوئِيءَ سان وڃان؛
اَڇِي عُمَرڪوٽ ۾، ڪَنديَس ڪِين ڪِنِي؛
سائِي سانييَم ساھ سان، جا ڏاڏاڻَن ڏِنِي؛
اُها نينديَس ياڻِ پِنِي، مِينهن وَسندي سومَرا.

19

اَبَر ٿِيا ۾ اُبَ، ۽ واءُ لڳو اوپارَ جو؛
”سچو“ چوي ٿيا سومرا، چڱا سانگِن سُبَ؛
پَر چِت اَندرَ ۾ چُبَ اَٽن تنهنجي زور ظُلم جا!

## ڪافي 1

اِهي نِياپا ڪو نيئِي، منهنجا مارُن ڏئي!

اَڇڻ اَوهان جي وسَ وڏائِي، ڪوڙين سي ڪِيَڙم ڪيئِي.
ڏکَ ڏوراپا تا منجو اسان ڏي، حالَ اَسان هِت هيئِي.
قسِمت ڪو جو قَلَم وَهايو، پَري اوهان ڪان پيئِي.
لوءِ اوهان جي ڏنهُن لوئِي جا آنديم، لِيڙان هِت ٿِي ويئِي.
ڳالهيون سَنگهارن جون سُڻ ”سچو“ ري، ساهَ سِيباٽيُم سيئِي.

## ڪافي 2

ڪانگڙا قريبَن جا، توکي ڪالَه اُڏايو ڪَن،
وَنڻُون وِيڙهيچن!

آسروندي آهيان، مَن ڪو پيرو ڪَن،
وَنڻُون ويڙهيچن!
پَڪا پَکَن سامهون، اوڏا مانَ اَڏِن،
وَنڻُون ويڙهيچن!
”سچوءَ“ جي به سَرير ۾، دونهان روز دگن،
وَنڻُون ويڙهيچن!

## ڪافي 3

اِهي اولانبا آيا،
مون ڏي مارُن جا، ميان!

ڏيهُ ڏاڏاڻو ڪِيئَن وِساريُئِي، ڏينهَن اِتي تو لايا.
کَهڙيين ڳالهيين ويڙهيچن ڏنهُن، مُنهن ڦيريُئِي مايا.

پهَر پنهوارن ريءَ ڪِيئن ٿِي گهارين، عُمَر ساڻُ اَجايا.
تُنهنجي ڪارڻ راتو ڏينهان، سانگِي سي هِت سِڪايا.
وَسُ نہ مُنهنجو سُڻُ ”سچو“ ري، ڏکيا مون ڏينهن لَنگهايا.

ڪافي 4
آيَم راتِ عتابَ،
ڏاڍا سخت سَنگهارن ڏنهَن!

مون کي عُمَر ماريو، جهانگيَڙن جي جوابَ.
”وينينءَ اِتي مارئِي، ڪائِي خوب ڪَبابَ“.
هِت سارو ڏيهُ ڏُکائِيو، عُمَر جي تِڪَ تابَ.
موليٰ تا معافِي ڪيا، ”سَچو“ سَڀ حِسابَ.

## مومل راڻو

### داستان پهريون

1
آءُ راڻا ڏي رَنگُ، موٽي ڪاڪ ڪَنڌن ڪي؛
لاهج لَڳِ خداءِ جي، ذرو پُرزو زنگُ؛
ناميان پاڙج ننگُ، مهٽي هاب مَتان ڪَرين!

2
مومَل مِهٽي هابُ، راڻا ڪر نہ راءِ تون!
جوئِن ڪي جوابُ، مرد نہ ڏين مينڌرا.

3
مون ڪي مِهٽي هابُ، ڪَيُئي ميان مينڌار؛
ڪَر نہ خان خرابُ، ڪامِل ڪاڪ ڪنڌيُن ڪي.

4
هِڪَ جُوءِ بِي جوءِ، مرد نہ ڇڏن مينڌرا؛
تو پُڻ پرين پوءِ، ڪوهُ لڄايو ڪاڪ ڪي!

5
هِڪَ جُوءِ بِي جوءِ، ڇَڏن ڪِين جوانَ؛
اُهي پِي انسانَ، جي ننگن تي نِثارُ ٿيا.

6
آءُ راڻا رَنگُ لاءِ، موٽي ڪاڪ ڪنڌن ڪي؛
نامِيان ناءِ خداءِ جي، پيىر وري هِت پاءِ؛
سودِا سَنديئِ ساءِ، آءُ وينڻي ڪانگَ اُڏايان.

7
آءُ راڻا رڪُ راڙُ، مون هِن نماٽيءَ سان؛
توکي ڪريان ڪيترو، ناميان نَر نِيازُ؛
جو تي ڪَيَرَم نازُ، تَنهن مِهٽي هابُ ڪري ڇڏيو.

8
مون تَؤن مِهٽو لاهہ، موليٰ ڪارڻ مينڌار؛
تون تا صاحبُ آهيين، هيءَ ڏوهارڻ ڏاهِہ؛
توڙي ٽِيس بيراهِہ، تہ پي ڳل تنهنجي آهيان!

9
ڏي ڪو رنگُ وري، ڪامل ڪاڪ ڪَنڌِن ڪي؛
مُنهن ڏيکارج مينڌار، وجان تا نہ مَري؛
بَخشج ذوق ذري، مِهٽي هاب مَتان ڪَرين.

10
ڇَڙهنديساءِ چِڪي، نہ تہ مُنهن ڏيکارج مينڌار؛
آندو مون کي هِتهين، ڪَنهن لارَ لِڪي؛
چاڙهيو مون کي ڏاڳهَ تي، تُنهنجي عِشق تکي؛
مَرُ بيو ڪو سِرُ سِکي، اُنهيءَ جي اولاڪ جو.

11
هِي جو ٽِپَٽو هو، سو اَکرُ ميٽِيندو ڪونکو؛
هِيرو زهرُ زبانَ سان، هِن ڳالهيين ڪِيَٽو هو؛
نا تہ پاٽئُون پِهٽو هو، مون کي زير زمين جي.

12
ڏکُ نہ ڏيٽو هو، تو مون کي مينڌرا؛
ناميان پنهنجي نَنگَ کي، تو نيبه نِيٽو هو؛
زهر پيالو پُر ڪري، مون کي تڏهن پيٽو هو؛
جي نہ جيٽو هو، مان ڪؤن هِنَ مِهٽي وري.

13
سودِل سِڪائِي، آءُ پُڻ گهٽو آهيان؛
راتو ڏينهان تانهنجِي، واتِ مون کي وائِي؛
ڪَر اُها ڪائِي، جو ڪارَنهِ لَهي ڪاڪ تَؤن.

14
ميان آءُ ماري، ڏاڍِي ڏنوَ ڏهاڳَ جي؛
مِهٽي هاب مَتان ڪرين، تہ ڪاڪِ نہ ٿئي ڪاري؛
ڪر سودِلَ سَتاري، ڏوهَن ڏي نہ ڏِسيج تون!

15
آءُ سودِا ڪر سَچُ، لاهي مُون تَؤن هِي مِيهٽو؛
جهيڙو جهڳڙو نِڪري، مون مَنَ اَندران مَچُ؛
الله ڪارڻِ اَچُ، ماڳَ وسائج مينڌرا!

16
اچين جي اوطاق، مُنهنجي ميان مينڌرا؛
تہ عيبن ڪؤن آڃِي ٿيان، ڪوجهي ٿئي نہ ڪاڪَ؛
هيرَ اِها هيراڪَ، مَتان مَٽئين مينڌرا.

17
موٺُڻُ مَرڪ نہ تنهنجو، هو سودِلَ سياڻا؛
وسائج وِلهيءَ جا، پيينگَ پِيَل پاٽا؛
پَري ڪري پاٽا، مون کي مارِيئِي مينڌرا.

18
آئڻ اُجهائي هَلِي، پِرِيَن پُڃاٽو؛
ڪِين گهٽايو گهوٽ سان، پرتِ هِن پاٽو؛
ظاهر زالاٽو، پر باطن بِرهہ بلي هُيو.

19
ڪاتِيءَ ريءَ ڪُهِي ڇڏيو، راڻا تنهنجي رَنجَ؛
سُکؤن ءِ سَهنج، سودِا ساڻ ڪَٽين وئين.

20
سودِا هِن سَڙيءَ جو، لَهِي وڃُ سماءُ؛
ويرن وڏو وڃ ۾، آهي ويرُ وڏاءُ؛
مون تي لڳندو ڪونکو، پيارا پاٽيءَ پاءُ؛

هيڪر هيڏي آءُ، تہ پيرولي پَڌر ٿئي،
21
ڍوليا تو لئہ ڏَٿ ۾، آءُ وتان ويڳاڻي:
راتيو ڏينهان اوتيان، پنبڻُين مان پاڻي:
لَٽا مون لِيڙون ٿيا، هيءَ پوتي پُراڻي:
تہ بہ راڻي جي راڻي، سَرتيون سَڏن ساٿيهَ ۾!

### ڪافي 1

آءُ تا روز روئان ساريون،
سوڍا ٿُنهنجِيون، وو، ڳالهڙيون ڪيتَريون!

بُڌي ورج، وَلها، زور منهنجيون زاريون.
سِڪ سَنديوَ ڪَيون، جِيءَ اندر جاريون.
راڻا رُسَڻ تانهنجي، ڪُوڪان هِت ڪاريون.
وينِي ڳرهيان ڳالهڙيون، هَنجون هِت هاريون.
جيڪي جايون جِيءَ ۾، وِره تنهنجي واريون.
سچو سَهندا سُپرين، عاجِز جِيون آريون.

### ڪافي 2

حالَ منهنجي هاءِ هاءِ،
تو ريءَ لَهَن هِي ڏينهڙا!

آهي هن اَحوال تي، وَلَها تان واءِ واءِ.
دوستَ تنهنجي ديسَ جي، اُڪَندِ اَسان ڪي آهِ.
ڏِسيو ڏهاڙِي روئان، جاني تُنهنجي جاءِ.
ڪاڪ نہ لڳي ڪَس مون، سوڍل تنهنجي ساءِ.
سوڍا سَتاري ڪري، پيرَ اَڱڻ مون پاءِ.
درد مَندن جون دانهڙيون، والِيءَ لُڳِ ورناءِ.
سوالَ سچوءَ جا سُپرين، تون لالَن دل سان لاءِ.

### ڪافي 3

مينڌرا، آءُ ميان، هِت ويني ڪانگَ اُڏايان!

تو سارينديَ سُپرين، هِت سوڍا ساهُ ڏيان.
راڻا رتِي راز جِي، ڪا جا آهي هِيان.
ڪامِلَ ڪَنڌيءَ ڪاڪ جي، آءُ جانِي ڪيئن جِيان.
شال اوهان جو اَڱتي، سچو نِيهُن نِيان.

### ڪافي 4

راڻي سندو رازُ، مون سان ڪيڏوئِي آهي!

ڪاڪيون آڏو ڪانڌ جي، نتو وٽي نازُ.
ٻانهان ٻانهِن جان ٻَڌي، ڪَرڻ نِت نيازُ.
هي هي آهي حُسن جو، ماريُون، غَمُ غمازُ.
سچو پرِيائِڻُ پرينءَ جو، آهي ساڻُ ايلازُ.

### ڪافي 5

مون کي تنهنجي سارَ سنيار، وو،
ڇَڏ رساما تون، آءُ منهنجا يارَ، وي!

ڏوهُ نہ ڪوئي تو ڏيان، آهي مون ئِي سِر مَيارَ.
سِڪَ سور اخان مون ڪيا، هِينئڙي مَنجهہ هزارَ.
موٽُ مَران تي مينڌرا، بِرهِي چاڙهيئي بارَ.
ويني ڪري ڪاڪ ۾، هيءَ ويچاري ويچارَ.
سچو سي ئِي آئِيا، جي دل گهُريا دلدارَ.

### ڪافي 6

منهنجو سوڍِلَ سارئِي ساه، وو،
راڻا رُسامَن سان ماريئِي!

وينِي ڪَڙهان ڪاڪِ تي، آٿيندوءِ الله.
هِن مُئِيءَ جو مينڌرا، توکي ڪيهو پَرواهُ.
سندو اَچڻ تانهنجي، روز نهاريان راهُ.
گهَڙي اوهان جِي تِي گهُران، چت اُوهان جو چاهُ.
مِهر مَتو تو ناهِ ڪو، جيڪُس منهنجو بَخت سياهُ.
ڪوڏئون قُربانِي ڪري، سچو ساهُ پَساهُ.

### ڪافي 7

پئِي پيش پرينءَ کي پاڻَ،
آءُ چونديَس هَلِي حالُ هي!

تو تؤن آهي مينڌرا، ڪاڪ ساري قُربان.
دل کي ديوانو ڪيو، ٻهڳڻ تنهنجي ٻاڻَ.
نامِيان ڏِسڄ ننگَ ڏي، آءُ تا تِيس اَجاڻَ.
آندم هيٺِ عتابَ جي، مون کي پنهنجيءَ جاڻَ.
سچوءَ سَندي ساهَ کي، تانگهہ ايڏاهِين تاڻَ.

ڪافي 8

مون کي ڪانڌ بنا هيءَ ڪاڪ،
ڪوڙي آهي، نِي وو، ڪاڪيون!

سوڍِلَ ٻاجهون سرتيون، هيءَ مَري ٿي مُشتاق.
منهنجو ساهُ سُڌير ٿئي، اَچي جي اوطاق.
سَڦري آهي سونَ ڳؤن، خاصِي ڍَٽَ جِي خاڪ.
سُڌ اَچِي لَهُ تَنهن جِي، جا چُور ڪَئِي چوطاق.
وِجهي ويڇاريءَ ويو، اَديون ڙي اولاڪ.
تَنُ سچوءَ جو عِشق اوهان جي، چِيري ڪَيَڙو چاڪ.

ڪافي 9

آءٌ تا ڏيهاڙيون، زارو زارُ،
ساريو روئان ٿي هت ٻالهڙيون، گهڙيون گهڙيون!

ڪڏهن هُئڙوَ سُپرين، پاڄياڻيءَ سان پيارُ.
ڪامِلَ آهِيان ڪاڪِ ڳؤن، تو بِنا بيزارُ.
اِيندو هئين اَڌ رات جو، ڪاهي ڪَرهُ سوارُ.
ماري مون کي مينڌرا، وَلَها هِيءُ ويڇارُ.
وَسي تنهنجِي ورهَ جو، بادل هِت بِسيارُ.
ڏسي وڏ وڙائِي تانهنجِي، هو ڏکِيءَ کي ڏهڪارُ.
سچو سگ اوهان جو، تنهن ڏي نيڻَ ڪٽو نِروارُ.

ڪافي 10

وَلها ورِي آءُ،
مون ڳؤن موٺُ نہ مينڌرا!

ميان مون سَان نہ مَٺين، سوڍِل سائين ساءُ.
رکي شريڪت شانِن سان، هيءَ ڪميٽِي ڪاءُ.
هو جي اَچي ڍِٺَ ڏنهُن، وَٽي اُهو مون واءُ.
هَي هَي هِن حالَ جو، لَهُ سائينءَ لڳِ سَماءُ.
سچو ڪنداسي سِگهڙو، پاڻؤن ڄاڻِي پَرچاءُ.

ڪافي 11

اَڙِي جيڏيُون منهنجو جِيئڙو، ونيو سَڄَڻ وجي!

چَرخي مُنا تاڙيون، پيئَر سَيڪائِي پَڄي.
درد منديءَ جِي دل اهائِي، مَت نہ ڪَنهنجَڙي مَڄي.
طَرف تُنهنجي يارَ سَچُو ري، سوز نہ پنهنجڙو سَڄي.

## داستان ٻيو

1

ڪاڪِ پُڇندا ڪاپڙي، ويا اَڌو ٻَنڌ؛
وجي رسيا اُنَ هَنڌ، جت مون تون آهي ڪانڪا.

2

ڪاڪ پُڇندا ڪاپڙي، وڏيءَ ويلَ وِيا؛
لُڏاڻون لَنگهي ڪري، ڪنهن پَرئين پَنڌ پيا؛
اُتي ٿاڪِ ٿِيا، جِتي مون ٿُون هَڏنهن ناهِ ڪا.

3

لَنگهيا لُڏاڻو، آءٌ ڪاڪِ چَڏيائون پوءِ تي؛
تاتي وجي رَسيا، جاتي مومَل نہ راڻو؛
نَڪا مَسجد تَڪيو، اُت نَڪو ٽِڪاڻو؛
تاتي ٿِيُن ٿاڻو، جِتي مُون ٿُون ناهِ ڪا.

4

ڪاڪِ لُڏاڻو لَنگهيا، اَڄ لاهوتِي لال؛
اوري هَڏ نہ اَٽِڪيا، ٿِيا پِرئين خيالَ؛
حدون پَيجي هليا، جن کي حَد پَجائِي حالَ؛
تن سُرت نہ ڪا سَنڀال، وجي ويجها ٿيا وصالَ کي.

5

ڪاڪِ نہ وِيا ڪاپڙِي، نَڪِي لُڏاڻِي؛
نَڪِي ڍِريا ڍَٺَ تي، جِتي رنگ رکيو راڻِي؛
اُهي مِڙئِي نابود ٿيا، تَن سامِن ساماڻِي؛
ٿاڪ ٿيا ٿاڻِي، جاتي مون تون ناهِ ڪا.

6

هِيءَ ڏوهارڻ ڏاهِ، تون ڍولِيو ساري ڍَٺَ جو؛
ڪامِلَ ٽِڪو ڪاڪِ تي، چَڙهِي ڪرهَلُ ڪاهِ؛
ڪاڻيون ڪَنڌيُون ڪاڪِ جِيون، ٻِي لَڳِي باغَن باهِ؛
اِهو مُون تَؤن مِهڻو لاهِ، ڪا مِهر پويئِي مينڌرا.

7

چڳِي ڳالهه چَوانءِ، سا سُڻ ميان مينڌرا؛
آءٌ تنهنجڙِي آهيان، تون منهنجَڙو آنءِ،
هيءَ نِڌر تنهنجي نانءِ، آهي وڪاڻِي وَلها.

8

ولها وڪاڻِي، آءٌ درِ تنهنجي آهِيان؛
تُنهنجي ڏسَ ڏهاڳَ ڪئي، هيءَ نامِيا نماڻِي؛
هيءَ مَرئِي ٿي هاڻِي، تنهن مُنهن ڏيکارج مينڌرا.

9

مومَلَ ماڻڻ هليا، ڪاپڙِي ڪَل دارَ؛
وچ ۾ آتش دودَ جا، آيَن ٻُهت ٻُخارَ؛

ڪي سَڙيا تنهن سوزان ۾، ڪي نَر چَليا نِروارَ؛
ماڙِي ڏسي پَنيلِيا، خود ڳؤن خَبردارَ؛
ڪي ويا ماڙيءَ ڳؤن نِڪري، پِرت نہ جِت پَچارَ؛
نَڪا صورت اُتهين، نڪا تارَ تنوارَ؛
نَڪو ڏسڻ وارو هو، نڪا سُرتِ سَنيارَ؛
تَن تي چَڙهِي آئيا، بيخُوديءَ جا بارَ؛
ڪين ڏنائون ڪاٿهين، روءِ نَڪا رُخسارَ؛
اَلانَ ڪَمَا ڪَانَ تَحقِيقاً تَڪرارَ؛
لَتا شورَ شُمار، هَمَه تا حَقُ ٿيو.

ڪافي 1
تو ڏي هُيَن ڪا تياري،
اِجهي اَڄُ سي اِيندِي، ميان!

رکج وڏو آسرو، جي تو محبت ماري،
اُهي نال نہ نيندِي، ميان.
اَچي اَڱڻَ تانهنجي، ڏيندئي سي دلداري،
سَنوان طالع ٿيندِي، ميان.
وٽي گهَٽي يارَ کي، زور نہ زياده زاري،
وري پوءِ نہ ويندئِي، ميان.
آهي هَتِ حَبيب جي، ڳالهہ سچوءَ جِي ساري،
ڏاڍا ڏاڻ سي ڏيندئِي، ميان.

ڪافي 2
هيڏي اَچَڻ جِي آهہ ڙي، پانڌي يارَ پرينءَ کي!

پريان رِيءَ پَرديسَ ۾، آهي اَسان سان هاءِ، ڙي.
وِهَڻ ڪارَڻ يار سَجَڻ جي، چِت ۾ جوڙِيَم جاءِ، ڙي.
پوتيون هِت پٽايان، لڱين لاڻ لاءِ، ڙي.
سِڪ سَجَڻ جي ساهَ ۾، ساٽِي تا نہ سَماءِ، ڙي.
سالَ سچوءَ کي آهي ئي، دوسن جِي واءِ، ڙي.

ڪافي 3
رويو حالُ چوان، اَلا! جي اُوٺي آيَم اوڏاهون!

پايو پانڌُ ڳِچيءَ ۾، آءٌ پيرين ٿَن پَوان.
سَرتيون اِنهيءَ سوزَ جِي، ناهي سُدَ اُوهان.
سُکن مَتي ڪينڪِي، آءٌ مَتيان سورَ سَنوان.
سَجَڻ سَجَڻ ٿِي ڪريان، بيون لاتيون ڪِين لَوان.
جوشَ تَنهن جا جان ۾، مون کي آهِن نِتُ نَوان.

سچو اکڙين مان ٿِيا، ريلا رتَ روان.

ڪافي 4
پِرين مُنهنجي اڱڻ، اللہ توکي آڻيندو!

اَچڻ سَندي اُن جي ٿيندين واڌايون، مبارڪَ جَڳُ ڏيندو.
وري وسائج پنهنجِيون جايون، ٿورو مون تي لکَ ٿيندو.
پَلو پنهنجا هٿڙا ڪري پلايون، لِڱين مون لائِيندو.
خَبران ڪِيئن جون اَسان ڏسي آيون، توکي پِرين ساڻُ نِيندو.
ويو فِراق فَنا ٿي وصلَ ٿيون وايون، سچو نانوَ سَڏيندو.

ڪافي 5
آئين سو ڳالهہ سُڻائين،
وَنهيا ڪانگل، تون پَلِي آئين!

خط جو آندوئِي يارَ سَجَڻ ڏهون، هلِي سو نال پَڙهيائين.
آءٌ نہ جوڙيئين جاءِ اکين ۾، اَڄ اوڏاهون آئين.
سِگهڙو سِگهڙو آءٌ اَسان ڏنهُن، ڏينهن گهٽا چو لائين.
اَچو اَچو تون چو نہ اَچين تو، محرم راز رلائين.
نانوَاللہ جي يارَ سچوءَ کي، محبن ساڻُ مِلائين.

ڪافي 6
وعدو ڪِيئن وساريُوَ،
پَلا سائين، ڪيئي ڳالهيون ڳالهيون!

اَسان نماڻن سان يارَ پيارا، ڪو ڏينهن مانَ گُذاريُوَ.
ڏکَ ڏيئي وَئين اڳي ڳؤن اڳرا، وري نہ پوءِ نهاريُوَ.
هيڏانهن هوڏنهن چني اَسان کي، پنهنجِيءَ ڪَڏَ قطاريُوَ.
آتڻ چَرخو ويني چوريم، ڏيئي سو عِشق اُڏاريُوَ.
سي ڪنهن ساعت سانول سائِين، سچوءَ هِت سَنياريُوَ.

ڪافي 7
جو تو پير پَري آئين،
تنهنجي ٿوري هڪ نَٽِي پُجان... اَلا، ميان!

عاشقَ هِتي لَکين هزارين، لَئون اسان تو لائين.
عَيب اَسان ۾ آهن اَپارين، اِهي پَلا ڪيو تو پائين.
ڏوهَ ڏنگايُون ڏسي اَسان جون، چِٽ نہ اَسان تؤن چائين.
راتو ڏينهان يارَ اوهان جاءِ، ڳُڻَ سچو تو ڳائين.

**ڪافي 8**
**اَڙي اَلو اَلو، رانوَل آيو راڄَ ۾!**

ويَڙا سورَ سنڌو ڪري، اَڄُ پيئَر ٿِيَڙم پَلو.
جنهن ساعت گڏيا سُپرين، سا ساعت ڪنهن نہ سَلو.
ڳالهہ نہ ڪريو ڪا ٻِي، هاريون اَوهين هَلو.
ڏهاڙي ڏسڻ ڪؤن، وارُ نہ پَوندو وَلو.
اَصل آهي اُنهن سان، روحَ منهنجي جو رَلو.
سچو گڏيو سَجڻَن، ڪَرَن لَڳو ڪلو.

## جهولڻو

جاني آءُ ڙي جاني، ميان،
آءٌ تا روز پُڇان ٿِي پانڌيؤن.

تنهنجي اَچڻ ڪاڻ هِت، پوٿيون ٿي پٿايان،
سَنجهي صبح سَرتيون، ٿِي پانڌي پُڇايان،
ڏاها تنهنجي ڏيهَ ڏي، ٿي ڪانگلَ اُڏايان.

پِرين تُنهنجي پارَ ڏنهُن، اچي قاصد جي ڪوئِي،
حالُ سٽايان پانهنجو، تَنهن رهَبر ڪي روئِي،
جانِي جال اسان جي هاٽي هجر ۾ هوئِي.

دلبَرَ تنهنجي ديس ڏي ٿِي ڏسان ڏيهاڙيون،
نانوَ تنهنجو سُپرين اَسين وَس نہ وساريون،
ڳِچيءَ پائِي ڪپڙو زور ڪريان ٿي زاريون.

اُتي ويني اوتيان، آءٌ پنبٽين مان پاٽِي،
اَچي ڏِسج سپرين تون، حال منهنجو هاٽِي،
درد مَنديءَ جي دل ۾، تنهنجي سِڪَ تا ساماٽِي.

تاڪَؤن سَجَڻ تانهنجِي هِينڙي حيرانِي،
ڏيئِي ڏکيءَ کي وئين تون نِيهُن تہ نِشانِي،
سدا سچو آهي، ميان، تُنهنجي ڳِچِيءَ ۾ ڳانِي.

## سنڌي پورب

### داستان پهريون

1
گنگا ڪانءُ گُذرُ، آهي ڪنِين ڪاپڙينِ جو؛
ڪڏهن لوڪ نہ لَڙيا، سدا تَن سَفرُ؛
آهي نامُ مَشَرُ، اُنهن اڏوتِين جو.

2
جوڳِي آهن جي، گوش گنگا ڏي تَن جو؛
آهِن ڪوڏيا ڪاتَ جا، پُڻ ڪاپَڙي ڪي؛
سِرُ سنباهِن سي، جنين ناتو ناٿَ سان.

3
جوڳِي جال ڏنامَ، پر ڪو ڪو لَيي ڪاپڙي؛
هي ويهي وستِن ۾ ويا، هو نہ لوڪِ لَڙيامَ؛
تنين ڪاڻ ٿِيام، هَي هَي هِهڙا حالَڙا.

4
جوڳِي جالَ ٻُجهَن، پر ڪونہ لهان ڪو ڪاپڙي؛
تن ڳُڻن پَريَن جِيون ڳالهڙيون، ٿيون سچل ساهَ سُجهَن؛
لوڪِ نہ ٻئي لُجهنِ، ٻِگر نالي ناٿَ جي.

5
جوڳِن اوري جُوءِ، جي لوڪان لعل لِڪي ويا؛
لاهوتِي لنگهي وڃِي، حُر پيا ۾ هُوءِ؛
راسِخَ روبروءِ، وڃِي ٿيڙا ناٿَ جي.

6
جوڳِي آهن جالَ، پر لاهوتِي لنگهي ويا؛
هي مِڻ مِڻ ڪَنِ مَٽِيَن سين، هو ڪڙا مٿي خيالَ؛
سي لانگوٽيا لالَ، پيئڙ پاڳِ ملن مون.

7
لوڪين لاهوتِي، ڪنهين پَر نہ پِرپِيا؛
سي پنهنجي رکِي پور ويا، سالِڪَ ثابوتِي؛
اُهي اڏيءَ آڏؤتِي، نانگا ويَڙم نِڪري.

8
ڪري لنگهيا لوڪَ مؤن، لاهوتِي لوڙا؛
گهوڙا ڙي گهوڙا، جو مون من مستانو ٿيو.

9
پُورب ڇَڏي پوءِ، آڏوتِي اڳي ٿيا؛
ويا اُڪنديا اڳنان، نہ ڪنهن لَڙيا لوءِ؛
رِجائي رٿُ روءِ، ويني وانڙيَن تي.

10
جوڳِي جالَؤن جالَ، پر لاهوتِي لنگهي ويا؛
هو هلي ويَڙا حالَ ۾، هي قابو مٿي قالَ؛
هَي هَي مُنهنجي حالَ، جو حالُ نہ پيو هَٿِ مُون.

11
جوڳِن هِت جايون، جي هُنَ لوءِ لِڪي ويا؛
تپش تيش تَن ڪي، وڃَن لاهوتِي لائِيُون؛
ووءِ ووءِ واتِ وِجهي ويا، وَيراڳِي وايُون؛
آڏُوتِن آيُون، خَبران ڪاتِي ڪُسَڻ جِيون.

12
جوڳِن آه نہ جنگِ، هِن سُلوڪِي سبَ سان؛
جيجان هن جهانَ ۾، هِن طُريلا تَنگِ؛
ڪنهن جي رتا رنگِ، ماڻِڪ مُنهن مَشعلان.

13
لاهوتِي هِنَ لوءِ، آيلِ آهن اَڄُ پِي؛
ووءِ ووءِ اجان پَوندِي، پوربيَن جِي پوءِ؛
اِنِ ڪاپَڙيَن ڪي ڪوءِ، سَڳر مَنجه صَحِي ڪري.

14
لاهوتِي مَون لوڪَ، ٿورا ڪري لنگهيا؛
سدا سامِيَڙن تي، محبتَ وسي موڪ؛
سي زائِر منجهوُن ذوقَ، ڪَنڌُ ڏيَن ٿا ڪاتَ تي.

15
ڪاپَڙِي مون ڪالَه، اجان ڏنا ڏيهَ ۾؛
هَي هَي منهنجي حالَ، جو ساڻن ٿِيَسِ نہ سنگتِي.

16
هُو جي ڏنا ڏيهِ، ڪالهہ اَجا مون ڪاپَڙي؛
سي اَڄُ لنگهيا لوءِ مَون، دانهَ ڇَڏي ديهِ؛
هاريُون هُوءِ هَڏيهِ، موٺَن ڪِين مَڪانَ تي.

17
پُورب پَنڌُ نہ آهِ، ڪڏهن ڪاپڙيَن ڪي؛
جِت ماڻهو ميڙاڪو ٿئي، سا جُوني جوڳِين جاءِ؛
سامِي سِرَ سواءِ، سودو ڪن نہ ڪو ٻيو.

18
پُورب آهِ نہ پَنڌُ، ڪڏنهن ڪاپَڙيَن ڪي؛
سي ڏيندا ويراڳِي وڃِي، ڪاتَنِ مٿي ڪَنڌَ؛
هوءِ سَندنِ هَنڌُ، جو لُڙ گڏجِي لَعل ٿِيا.

19
پُورب رکِي پيرُ، ڪَن پُڄَ پَراهين پنڌَ جِي؛
ٻيو ڪو وجي اتهِين، ڪاپَڙين ريءَ ڪيرُ؛
جنهن ڪي ڦِڪَلُ نہ ڦيرُ، ڪنڌُ ڏيندو سو ڪاتَ تي.

20
پُورب پند نہ ڪن، ڪنهين ويلي ڪاپڙي؛
ڪوڙِ ڪَپائڻ ڪندَ جو، توڙؤن آهي تَن؛
سچل سدا سامهون، آڏي آڌوتَن؛
سي وجِي ڪاتِ ڏين، گردنون ڪنيو غار ۾.
21
جاڏي پُورب پنڌ، تاڏي آءٌ نہ وڃئو؛
هي هِنن جو هنڌ، منهنجو هنڌُ هِنگلاج ۾.
22
پُورب پُڇيائون، پَر پيرُ رکيائون پَرنان؛
اوريان پَريان پنڌڙا، سي لَس لنگهيائون؛
اِئين اُتيائون، تہ گُرَ اَسين نہ گڏيا.
23
پُورب ڪانءُ پري، نانگَنِ نظر آهہ تا؛
نِگهہ وجهن ناٿَ تي، پريَون پير پَري؛
مَنجهؤن ذوق ذري، گُرَ گڏيا وجِي گودڙيا.
24
پُورب پَير ڌرن، ڪن وِڃَٿَ پارهين پندَ؛
تي؛ قدم رکي ڪاٿَ تي، ڪندُ قربان ڪَرن؛
ڪوڏؤن ڪاپڙن، سچل سِر صدقي ڪيو.
25
متي ڪاٿَ قَدمُ، ڪاڪيون ڪاپڙيَن جو؛
سنسو ميتي سروپ ۾، سچل تيا سي سَمُ؛
سدا ساميڙن جو، دَمامين سان دَمُ؛
آديسِي عَدمُ، تيا نالي اَندر ناٿَ جي.
26
ويا هَتَؤن ويهِي، اَجا ڪالهہ ڪالهوٽي ڪاپڙي؛
آيل آڌوتِن جِي، ڳالهہ ڪريان ڪيهِي؛
سچل ساري سڪ مان، ڳاروڙي ڳيهي؛
پُورب ۾ پيهِي، وجِي واصِل تيا وصالَ ڪي.
27
هَي هَي ڪالَهہ هِتاءُ، اَجان لاهوتِي لنگهيا؛
ڪونَ وجَڻ جو مون ڏنو، سامِيڙَنِ سَماءُ؛
تا ڪو پَوي پرياءُ، مَن لاهوتِن جو لوءِ مَؤن.
28
ويا لاهوتِي لالَ، لورا ڪري لوءِ مَؤن؛
ڳالهہ نہ ڳرهَڻ جهڙي، مگر مُنهن مَشعال؛
هَي هَي هِهڙي حالَ، ساريون سي سَدَ مَران.
29
جو پَنڌُ جوڳِيڙن جو، سو آڌوتِن آجاءِ؛
ڳنگا ءِ ڳرنار ڏي، جوڳِن پَنڌُ جُڳاءِ؛
پنڌُ اُنهين ڳؤن پَرنان، آڌوتِن ڪي آءِ؛
تان تان تِين نہ جاءِ، جان جان ريجهَن نہ رامَ سان.
30
ڪوڙين قربانِي، آءٌ تا ڪاپڙيَن تَؤن؛
ڏيئي ويا جي ڏيل کي، هَي هَي حيرانِي؛
ماريون مِهمانِي، آءٌ تا سِرُ ڪَريندِيس صَدقو.
31
ڪري لورا لنگهيا، هَي آڌوتِي اَڄُ؛
مون هَئون اَمان يَڃ، جو آءٌ بہ ويندِيَس اَن سين.

ڪافي 1

آءٌ ڪوڙين ٿيان قُربان، جوڳِيڙن جي جات تَؤن!

ڪاڪيون ڪاپڙيَن جو، ڏاڍو آهي مون اَرمان.
آيل آڌوتِن جو، آهي ڳنگا ۾ ڳذران.
نانگن سَندي ڳالهڙي، هِت پورب ۾ پَروان.
سچو ناٿ نِهارِڻ جو تو، بئي هنڌِ تي ٿُون مِهمان.

ڪافي 2

ساڳِي مون تا سجاتو،
اُهو جيڏيون يار منهنجو!

اَصل لاڳَؤن آهي انهيءَ سان، هن نماڻِيءَ جو ناتو.
تہ ڪو تي ڪري جوڳِي اِيندم، جاڻُ نہ هِيئَن مُون جاتو.
ڏِسي صورتَ ساري سُهڻِي، عشق اُنهيءَ سان مون لاتو.
هِيءَ نماڻِي عيبَن هاڻِي، پيچ پاڻهي تَن پاتو.
سَهَو سچو ري ڏسي اَسان جي، چِٽُ نہ دلبر چاتو.

ڪافي 3

جِيجان زلفن واري،
اُنهيءَ ساميءَ مَن موهيو!

باہ بِره جِي اَندر اَسان جي، ويو سو ڀَهڪِڻ ڀاري.
هِجر فراق پِي وو يار اسان ڪي، ڪُوڪان تو هِت ڪاري.
جوڳِي ڪِيَڙوُ جيءُ اسان جو، مونجهہ اُهو تو ماري.
اَڃڻ سنديون يار اوهان جون، سچو واٽان نِت نِهاري.

ڪافي 4

ماري ويو ڪالهه رات،
سونهن پريو سو تا ساميڙو!

راتو ڏينهان روح کي، طَلبَ تَنهن جي تات.
ڪينَ سُجاتم سرتيون، تا ڪهڙي آهي ذات.
سور نہ جهلڻ جهڙو، هاريون ڙي هيهات.
اَنئي پهر تنهن جِي وائِي، سَچوءَ کي آهي وات.

ڪافي 5

جو هوم ورونهن وارو،
جيجان گڏيم سو تا جوڳيڙو!

اڳينءَ پوئينءَ ڳالهه جو، خيالُ سَليائين سارو.
سُورن جي سوغات سان، آيو اوڏانهُن وڻجارو.
پَسڻ سان پيدا ٿيو، سيني مَنجهه ستارو.
صورتَ تنهن جِي سقرِي، مَشعل مُنهن موچارو.
جُڙي وينو جان ۾، بِرهه اُنهيءَ جو بارو.
آهي سچوءَ جو سرتيون، اِهو اکين جو اُجارو.

ڪافي 6

ڪهڙي ڳالِهيوُن يارَ، ڪِيتُئِي بيراڳي اسان کي!

درد منديءَ جي دل تي، باري چاڙهيئي بار.
اَصل گون آرام وڃايا، جانِي تنهنجي جار.
مون کي يار جدائِيءَ ماريو، آءٌ روئان زارو زار.
ڪيئِي داناءَ ديوانا ڪِيَڙا، تنهنجي حُسن هزار.
غمزي ساڻُ غلام ڪياسي، سچو ري سردار.

ڪافي 7

هَي هَي هِن حالَ وِي،
سَڳر تيس نہ سامِيڙن جي!

منهنجو آهي ڪم ڪاپڙين ۾، نا تہ جوڳِي آهن جال.
ويمَ ويساهي نڪري، اُهي رات لانگوٽيا لالَ.
ڳوليان ڦوليان واٽڙين تي، جي کُهي ويَڙم ڪالهه.
ڪاٽَ اُتي ڪَنڌ آڻ ڪَپاوڻ، لاهي جيءَ جنجالَ.
منجهه گوداوريءَ من گڏجن، جن جا خواب خيالَ.
راتو ڏينهان آهي هوتن جِي، سچوءَ ساهَ سنڀالَ.

ڪافي 8

اُڏر پَکيڙا پار پرينءَ جي، خبر مون آڻي ڏئين، لا!

ڪِين ڏِئِي سي سُپرين، واٽ تا ڪنهن بيءَ وئين.
پاڙي ويهي پرين جي، وڃِي تون واقف ٿِئين.
سُڌ سيائِي مون ڏئين، جڏهن پاڻِي اکين جو پئين.
سوز سچوءَ جو پاڻَ سان، ادا ڙي نازڪ نِئين.

ڪافي 9

عاشِقُ ڪِيتُئِي اُداسِي، وهواه ڳالهه خاصِي!

روز ازل کؤن لؤن لؤن منهنجي، واءِ ورهَ جي واسِي.
دِلڙي اسان جي سُهڻا سائين، پهريون ڪِيَئِي پياسِي.
هيڏي هوڏي ڪين وياسي، باسَ اِها اَسان باسِي.
بيخوديءَ مون باغ بهاران، خوديءَ کانءُ خلاصِي.
بِره آنجي ڪيو بيراڳِي، سچو رنگ سنياسِي.

## سارنگ

### داستان پهريون

1
مون ۾ آهين تون، تو ۾ آهيان مان؛
بجلِي بادل سان، آهي جيئن سُپرم.

2
سارنگ سندا ساٺَ، سرتيون سانڍِ آئيون؛
ڦيريو راڳن ناٺَ، وِڄُن ويس وَس ڪيا.

3
پورب سندي پار جا، ڪڪر ڪارونيار؛
وِڄُن ۽ وَڄڻ سان، چڙهن تا چوڌار؛
اُڀي ڪي اُڀيندي، لٿئون سِنڌُڙيءَ سار؛
ساوا ٿيا سَنگهار، مولِيٰ سَنديءَ مِهرَ سان.

4
موليٰ سَنديءَ مِهرَ سان، ساوا ٿيا سَنگهار؛
ڏلهي چڙيو ڏُٿ سان، ڏوٿيين ڏِيار؛
ترايون تجل جون، ٿيون تارون تار؛
سَو راهين سنوارَ، صاحب سَٽائي ڪَئِي.

5
ٻَهه ٻَهه ڪندا آيا، ٻيهر ٻَڪَروالَ؛
ڪڪرن جي ڪڙڪاٽَ ڪان، ويا ٿهي مالَ؛
آهُن ۾ اڇِي ٻَئِي، چونگن سندي چالَ؛
منڊائتي منڊل ڪيا، جر اُنا جالَ؛
پَلَر سان پُسِي پيا، پنهوارن پَلالَ؛
جهُري پيون جهوپيون، جهانگيڙن آجهالَ؛
ٺنگو ڪَج نہ نِتر ڪي، نِماڻن ٺنگ پالَ!
جَن جا هِهڙا حالَ، تن پَرور پَت رکيج تون!

6
مِهرَ سَندا مِينهَن، شاهہ وسائِين شَل!
جهُريَل منهنجي جهوپڙي، بنا جهَلي جهَلَ؛
ڪاهِلِ تي ڪَهَلَ، ڪندين شالَ ڪريمَ تون!

7
وِڄُن وِڪَ وَڌائِي، وَسَڻَ وَسُ ڪِيو؛
وَڄَڻ واڄا واهہ ڪيا، پَلُر پوءِ پَلٽيو؛
سَچا سائو ٿِيو، سيڪو سارنگ آئي.

8
نازڪ سندو نِينهُن، آهي اِئين جيڏيون؛
پنهنجي رائِي ريج ڪَري، جيئن ساوڻ مِينهُن؛
راز رکي تو ريهُن، مَن ۾ محبوبيءَ جو.

9
راتاڪو ريهُن سان، رِڻَ ڪيائين ريجَ؛
پَٽَن مٿان پَلٽِيون، هِيرون مَنجهان هيجَ؛
بَرن ۾ بهارَ ڪئِي، گلزاريءَ جي گيجَ؛
سَچل سارنگ سيجَ، سونهين ساوڪ وچَ ۾.

10
سارنگَ رنگَ ڪيا، پوياڙيءَ پَٽن تي؛
ٻَڪَر ٻاٻاڻن جا، پَلَر پِي ڍِيا؛
ڏيهان ڏرت ويا، مولِيٰ سنديءَ مِهرَ سان.

11
عالم کي آگاهہ، سارنگ ڪندو آئيو؛
ڳُڙ جيئن گوڙيون ڪَري، ڪاهيون اَڇي ڪاهہ؛
وايوءَ سان وارا ڪري، ٺاهيو اَڇي ٺاهہ؛
وَسايائِين وَڏَ ڦڙو، واٽن تي واهہ واهہ؛
گلزاريون ۽ گاهہ، پَٽَن تي پٽرا ٿيا.

12
اَڄ پڻ پورَبَ پارَ ڏي، ڪَڪر ڪَڪوريا؛
سارنگَ سُرَ سُرائتا، ساجهُري سوريا؛
سُر منڊل ۽ سارنگيون، چَنگ چگا چوريا؛
اُڀَ اُتي اوريا، طَبَلَ تارون تيج سان.

13
وسِي پيو وَڏَ ڦڙو، پنيون پِٽ پَريون؛
پَٽاريون پِٽن تان، وٽاٽين وريون؛
کِيرن جو ڪريون، چاڏيين ڏنئون چاهہ مان.

14
چاڏئين ڏنئون چاهَ مان، کيرن جون ڪريون؛
وهائيندِيون سي آئيون، ٿَڻَ مان تريون؛
پَٽاريون پريون، آيون وسائي وَڏ ڦڙا.

15
والي وسائيج، درد منديءَ جو ديس؛
پِرين مون پرديس، اُنِي اِيندم اُوڏڙا!

16
مُندون موٽي آئيون، جهُڙ جهجها جوٽيون؛
پَلَرَ ساڻ پُر ٿيا، پونا ۽ پوٺيون؛
پَسِي مِينهن مهر جا، ميهيُون اَڄُ موٽيون؛
جَريو اَڇن چوٽيون، وٽاٽين ولَر ڪيو.

17
والي وري تون، وطن تي وَسَ ڪرين؛
مِينهن وسندي مون، سڄڻ ساريم سُپرين!

18

ديسا ديس وسِي پيا، رحمتَ جا درياه:
گلزاريون ۽ گاه، پونئن تي پڌرا ٿيا.

19

سارنگ سعي ۾ اَتِي، سچل سستِي ڇڏ:
مٿان ايندءِ اوچتو، هاڻ نہ مُڙندءِ هَڏِ:
اَجهاپِي ڪا اڏ، وسَڻَ کان اڳِي وجِي.

20

سارنگ ساري رات، رڻن مٿي ريج ڪيا:
پَکن پرڙا سوئيا، پِره ڦٽِيءَ پريات:
پَٽن تي پڌرا ٿيا، گُلَ ڦُلَ پاتون پاتِ:
وائِي سڀ ڪنهن وات، سچل سارنگ سات جِي.

21

سارنگ صبح آئيو، گوڙيون ڪري گاجَ:
هاري هَليا هاجَ، کُڙمين هَر کُلهي ڪيا.

22

پينر نا پانئيو، تہ بوندنِ ڪَئي آ بَس:
اِجهوڙِي آئيو، ورِي ويتر وترو.

23

اکين آب وهائِيو، سرتيون سارِي راتِ:
وهائِن وڏ ڦڙو، پرچن نا پرياتِ:
پينر کان بَرساتِ، اکين اوتڻ سکيو.

24

هِڪ وسَڻ بيو وجَڻ، ٽيون لَهي پيو سيءُ:
جهوري وڏئين جهوپيون، ڇَن وڏائين ڇيءُ:
رنُن جو رڻُن ۾، واهَ وسيلو ٿِيءُ:
حال جنين جو هيءُ، ٿَن پَرور رک پناهَ ۾!

25

اَول آنڌي آئي، پويان جهُڙ جهَجهو:
نڪو اولو آسرو، نڪو اوٽ اَجهو:
ڏهيلين ڏجهو، ٿَن پروَر رک پناهَ ۾!

26

اَول آنڌي آئِي، پويان ٿي برساتِ:
رعد جي رڙين ۾، پيٽي نہ هُئِي باتِ:
ويچارين ورن جي، وائِي هُيَڙِي واتِ:
مٿان وسَڻ هينان چِڪڻ، سيءُ مُيون سڀ رات:
پِره ڦٽي پِريات، ڪٽڪان ڪانڊِين گڏيون.

27

اَج پوربَ پار ڏي، ڪَکَرن ڪديا ڪوڙَ:
صبح ويل سويلَ جو، سارنگ لاتِي سوڙَ:
وجن واجا واه ڪيا، مينگهہ ٻَڌا اَجُ موڙ:
لوڪان لاتِي لوڙَ، مولىٰ پنهنجي مهر سان.

28

اُتران اوري، بادل بَرسِي آئِيا:
سُرَ سُريلا سوز جا، سارنگ تو سوري:
گهوري مان گهوري، اجهو اڳڻ آئِيا.

29

اُتران اوري، ڪئِي چمڪٽِي چَمڪات:
اُتان ڪيائين اوچتِي، لس بيلي تي لاٽَ:
منڊلَ ٿيا مَڪرانَ تي، گوڙن جا گڙگاٽَ:
ڪَکَرن مٿان ڪيچ جي، ڦڙڪِي ڪاڏا ڦات:
وري ورتئون واٽَ، سچل سائي سنڌ جي.

30

سچلَ سائِي سنڌ جي، وري ورتائون واٽَ:
جهُڙ ڦڙ جهُلي آئِي، جهٽڪو ڏيئِي جهاٽَ:
وسِي پيا وڏ ڦڙا، گهيڙ پُسائي گهاٽَ:
لاتِي اج اُساٽ، سارنگ سنگهارنَ جِي.

31

سارنگ آيو صبر ۾، بوندن ڪئِي بَس:
رنگا رنگِي رسِ، ڦَزح ڪَڍي نيل تي.

## هير رانجهو

### داستان پهريون

1

چڏي ملڪيت مال، رانجهو رڻ ۾ چڙهي هليو؛
قسمت ڪَيُس ڪنگال، نہ تہ حاڪم هو هزار جو.

2

حاڪم تخت هزار جو، قسمت ڪيو ڪنگال؛
مسڪينيءَ جو مردَ کي، خطرو نڪو خيال؛
محبت مستانو ڪري، ههڙو ڪِيَڙس حال؛
پُڇي جهنگ سيال، حُب نہ تخت هزار جي.

3

مالڪ اُنهيءَ مُلڪ جو، رانجهن مان راجو؛
الفت کان عطا ٿيو، ڏکن جو ڏاجو؛
عشق ڪَيم آجو، دنيا جي ڪُلَ دردَ کان.

4

مالڪ تخت هزار جو، رانجهو آهِ راجا؛
ڪانِي مون کي قلب ۾، قربَ هڻين ڪا جا؛
ڏکن جا ڏاجا، لکيا هُيَم لوح ۾.

5

شاهِي هُيم شان، دلبر پنهنجي ديسَ ۾؛
اُتان آيس اوچتو، ڪٽِي سورن جو سامان؛
چا منجهاروُن چا ٿِي آيس، اهو اٿم اَرمان؛
حيرت ۾ حيران، مون کي هِير هِتي ڪيو.

6

رانجهو هُيس راڄ، مالڪ پنهنجي ملڪ جو؛
اديون عشق انڌو ڪيو، پِيَرَم ڪِين سَماءُ؛
گهورن ڪيم گهاءُ، هِتي اَچي هِيرَ جي.

7

اَچڻ اوکو مون هُيو، هاريون آندم هِير؛
پنهنجي لِکِئي پاڻ کي، پاڙڻ پَئي تقديرَ؛
ڪانہ هلي تدبير، قسمت قيد الماءَ سان.

8

جوڳيا ويسَ ڍڪِي، لاٿم سڀ لباسُ؛
پَٽ پٽيهرَ بافتا، نيٺ ڪيم ناسُ؛
ڪيو نينهن نِراسُ، دنيا جي درد کان.

9

مون کي ماءُ ڪيو، چوچڪ ڏيءَ چريو؛
عقل هوش نيو، منهنجو محبت وارئِين.

10

چوچڪ ڏيءَ چَريو، مون کي ڪيو ماءُ؛
پِيَرَم ڪونہ سماءُ، آيل عشق انڌو ڪيو.

11

شاه هزارِي هوت کي، محبت ڪيو ميهارُ؛
عاشقن کي عارُ، ڪهڙو آهِ قريبَ کان.

12

مور نہ محبت کان مُڙان، هتي اَچِي هاڻ؛
ڪاڻ ڪنين جي ڪاڻ، ڳئون چاريندس ڳوٺ جون.

13

ڳئون چاريندس ڳوٺ جون، ڪاڻ ڪنين جي ڪاڻ؛
اها روح رهاڻ، مَنَ پِي ميلي محب سان.

14

ڪاڻ ڪنين جي ڪاڻ، ڳِليين ٿِيس ڳِنوارُ؛
من مون ملي يارُ، لَهنَ ڏولا ڏيل جا.

15

نورنگ ندورو، ڪيڙو وجهان ڪوهَ؛
رانجهو منهنجي روحَ، سدا وسي ٿو سرتيون.

16

ڪيڙي نا ميڙي، مولِيٰ مون کي جيڏيون؛
جهَنگ سچو جهيڙي، تہ بہ رانجهن منهنجي روحَ ۾.

17

ڪيڙو وجهان ڪوهِ، نورنگ ندورو؛
دل اَٿم ديرو، هزاريءَ جي هوت جو.

18

واحدَ شالَ وجهين، چڱي چوچڪ چت؛
پَرور رکين پَتِ، سدا سِڪَ وارئين!

19

ريجهي روح رانجهي سان، ڪيڙو ڪيڙتالُ؛
وِڌؤن وجهي وچ ۾، چوچڪ ڏسُ چندالُ؛
مادر مِهٽا ڏئي جهجها، جهيڙي جهنگ سيالُ؛
منو مون مِهوالُ، مون کان مور نہ وسري.

20

هَر هَر وينو هِير جي، رانجهو ڏِسِي راهَ؛
وينو وڃائي وَنجهُلِي، چاهون تي چِناهَ؛
سانييو وتي ساهَ، سچل سور سڄڻ جا.

ڪافي 1
جو جوڳي زلفن وارو،
سو سامِي مون تان ڪين سُڄاتو!

گُل ڪئي ڪفنِي دست پهوڙا، مشعَل مُنهن مُوچارو.
انگ پيوت بنائي آيو، بيک پِئِي وڻجارو.
بِئي لباسَ ڪو رانجهو اِيندو، چڙي تخت هزارو.
سببَ اِنهيءَ ڳون ڪين سُڄاتم، ماريو مُئيءَ لئہ وارو.
سچو سُڄاتو رانجهو آهي، جڏهن جمال سَليائين سارو.

ڪافي 2
جو اگڻ پيهي اَڄ آيو،
سو سامِي مون تا صحيح سُڄاتو!

بيراڳِيءَ جو بِيڪ ڪري، تنهن ڪيڏو هنر هلايو!
سَر جهَنائون جوڳِن واريون، تنهن لِڱين بسمو لايو.
مُرليءَ مست آواز اُنهيءَ جي، منهنجو روح ريجهايو.
رانجهو تخت هزاري وارو، مولِيٰ آڻي مِلايو.
عطر عبير اِنهيءَ جي ڪارڻ، مون تا مُشڪ مَلايو.
پياري هِي سِر پاڻون جاڻي، سچوءَ ڪي سمجهايو.

## داستان ٻيو

1
لوڏي ڪَيئائون لوءِ مان، رانجهَنُ رمزدار؛
جاڻي هليو جان تي، جوڳِن جو جنسار؛
مُرلِي مَٽيادار، چوريون وتي چاهَ مان.
2
اَلستِي آواز ڪو، منهنجي ڪَن پيو؛
هِردي اندر هِيرَ جي، آهي ڪونہ ٻيو؛
مُرليءَ مست ڪيو، جوڳِيڙن جي جيڏيون.
3
ڪاريهَر ڦِتيل، گودين وڌا گودڙئي؛
مَنديو وتي مَندن سان، نانگ نسورا نِيلَ؛
رانجهَن جي رسِيل، مُرلِيءَ مستانا ڪيا.
4
مُرلِيءَ تي تنهن مَردَ جي، ڪنيا ڪاريهرن ڪَرَ؛
ٻِرَ چڙي ٻاهر ٿيا، نِيلا نِڪري نَرَ؛
زهري منجهہ زهَر، جوڳِيڙي جهَتي وتا.
5
جن ڪي اَديون اوچتي، ڪاٽيو ڪاريهَر؛
تَن جي خاص خَبَرَ، جاچيو جوڳِيڙن ڪان.
6
جاچيو جوڳِيڙَن ڪان، تن جي خبر خاصُ؛
نانگن ڪيا ناسُ، سِنڱهَڻ سان سَوَن مٿي.
7
ٻرَ مان ٻاهر نڪري، ڪاري ڪنيا ڪَرَ؛
ذَرُ اِنهيءَ جي ذَرَ، جهين ذَرُ نہ ڏيهہَ ۾.
8
سَپ سُڄاتئون ڪِين ڪِي، جوڳِن ماري جڪَ؛
جَنين سِنڱهيو ڪَڪَ، سَپاڳا سي ئِي ٿِيا.
9
ڪُنڊَلَ ڪَنَن ۾ وجهِي، خان چڙي خانِي؛
جوڳِيسَرُ جانِي، راوِيءَ طرف رَوِي هليو.
10
راوِيءَ طرف رَويو، جوڳِيسَرُ جوان؛
هيڪر هِيرَ اُڪيرَ ۾، مَرد ٿيو مستان؛
سورن جو سامان، سچل ساڻ ڪڻِي هليو.
11
چڙي چاهہ چنابَ جو، راوِيءَ ڏانهن رويو؛
مُرليون سُرليون، ونجهَليون وڄائيندو ويو؛
ٿانِيڪو ٿيو، سو نانگو نورنگ پُر ۾.
12
جوڳِي آيو جُوءِ ۾، مَرڪٽو مَٽدار؛
مرلي مستانا ڪيا، جنهن جي لک هزار؛
ڪاريهر ڪَردار، نِيلا ناٿَ نوائِيا.
13
منڊَڙا، مَڙهي، جوڳِي آيو جوءِ ۾؛
پڙهيو سو پڙهي، مَنڊَڙا محبوبن تي.
14
ٽُنبيون تَن ٽِڪي، جوڳِي آيو جوءِ ۾؛
ڪنهن جي قُربَ ڪٽي، رانجهو رولِيو رُڄَ ۾.
15
نيٽِيءَ نورنگَ پور ۾، ويهڻ وهڻ ٿيو؛
ڏوراپا نہ ڏيو، جنهنجو چاهڻ چناهَ سان.
16
نيٽِيءَ نورنگ پور ۾، ويهڻ ٿيو وهڻ؛
قِسمَت ڪاريا ڪَمَڙا، مانديءَ لڳو مِنهڻ؛
ورهَوَن ڪَيي وهڻ، ورهہَ سندي واسِينگ جو.

17

هاريءَ ٻڌي هيرَ، مُرلِيءَ ڪَئي مَگنُ؛
سچو وسري ڪِين ڪِي، ويچاريءَ وَچَنُ:
لانگوتيءَ لَگنُ، لِکيو جنهن جو لوحَ ۾.

18

هُتي ڪير هُيس، هتي آهيان ڪيرُ!
سالم اهي سيرُ، سچل سِڪَ ڪَرائِيو.

**ڪافي**

آءُ اسانجڙي ديري،
توکي گهٽو سارِيان ٿي.
نا تہَ مُحب مَران ٿي.

تون تا ميڏا، مين تا تيڏي، ڪُهِ گهتان سپ ڪيڙي،
هِت گهُنگهَر گهاريان ٿي.
اگٹ ساڏي آءُ پيارلَ، لَهِ پوَن سپ جهيڙي،
تولہَ هَنجُون هاريان ٿي.

## جوڳ

### داستان پهريون

1
ڏوٽِيءَ منجھ ڏيانُ، آهي آڌوتن جو؛
ڳُر ٿي ڳُرڳر گودڙيا، ڪَن گروڙي گيان؛
اَصل ڪان اَشنانُ، گنگا جمنا تَن جو.

2
پورب پَنڌ نہ وڃڻا، ڳرناري گمنام؛
ويچاري ٿي واٽ تي، ڪَرن ڪين وسرام؛
سيني ۾ سَنگرامَ، سَچا سَنياسن جي.

3
پوربَ سندا پيرَ، لاهوتي لَٽي ويا؛
ڳِرناري ڳُنير، سَچا ڳُر ڳُر گيات ۾.

4
ورلو ويراڳي، ڳياني، ڏنم گودڙيو؛
پُليا ڏنم پيرَ ۾، يوڳِي ۽ ياڳِي؛
طالبُ تياڳِي، لَکن ۾ کو هيڪڙو.

5
جوڳِين جتائُون، جوڙي جوڙيون جان تي؛
جَمتا ٻڌي جيلھ سان، ٽُنيون ٽَٽيائون؛
جَنجيرن سان جهان تي، ڪِشتا ڪَڙيائون؛
گروڙي ڳائون، پورب پنڌ پُڇِي ويا.

6
جوڳِي ياتون يات، پَر منهنجو آڌوتن سان؛
سَفر ويا ساجهري، رهيا رُڳِي رات؛
طلبَ تنين جِي تات، راتيان ڏينهان روح کي.

7
آهِن اَکيچارَ، اَنتر مُک اڏوتَ؛
پورب سي نہ پُريا، نہ ڪِي ڪَن پرچارَ؛
اَٿ ئي پهر اَڄَ ۾، رهن سي ڳُر گارَ؛
سَچَل سَنسڪار، سَنسا تِن وڃائيا.

8
اَجا آڌوتِي، آهن اکيچارَ؛
اَوديا اَهنڪار، پَڃِي جن پورا ڪيا.

9
ڪاپڙي ڪَن قاڙَ، آيل اَڄ لنگهي ويا؛
مَست ڪري ويا مَن کي، مُرلين سان مٺيارَ؛
تَن جوڳيڙن جي جاڙَ، مون کان مُئي نہ وسري.

10
ڪاپڙي قنديلَ، ڪنيو ڳُهمن گودڙيا؛
ڇِهَت ڪري ڇِبَن ۾، وتن ڪاريهرَ قتيلَ؛
مُندن مُرلين سان اُهي، آڌوتي اَصيلَ؛
سچل سِڪ سَبيل، جيءَ ۾ جوڳيئڙن جِي.

11
لاتِي لاهوتين، ڏرم جي ڏوٽِي؛
پَنبِ جي پوٽِي، ساڙي سنياسِي هليا.

12
جهونا ڳڙه جي جوءِ ۾، جوڳِين جوڳُ اَجوڳُ؛
يوڳِين يوڳُ اَيوڳُ، پاڻُ وڃائي پانهنجو.

### ڪافي 1

محبت جي مَي ماريو، ڙي مون کي،
ڪاڪيون ڪنهن سان ورهُ وراهِيان!

عقل علم سڀ چوڙ ڏنو سِي، عشق ڏنو اولارو.
اکيان کول تہ ظاهر ڏيکين، سير سڄڻ جو سارو.
پُرجهي پير ايڏاهِين پايو، هوت اَٿوَ هاڪارو.
محبت مون منصُور وجهايو، ڳچيءَ جي وچ ڳارو.
سَنبرُ سچيڏنا چوڙ سانباها، ورهَ ڪيو جان وارو.

### ڪافي 2

ياڪِي تيو يار اَسان ڪوِن، دل نماڻِيءَ جِي ڪسي!

ويني ڏِسان واٽ اوهان جي، ماڻ کو رهبر رسي!
اَڇڻ هِن جو ايڏاهين، ڏيهہ سنڌِي کو ڏسِي!
سِر سچوءَ جي يار سدائِين، ورهَ جو مِينهڙو وسِي.

### ڪافي 3

ڳالهيون ڳارن ٿِيون، ميان، دل کي دوستن جون، ميان!

ياد اَچن جي ڳالهيون، اُهي ڪوڪان ڪارڻ ٿيون.
هو جي ڪيائون ڳُجھ ۾، اُهي مامان مارن ٿيون.
ڳُڻن واريون ڳالهڙيون، اُهي ٻارڻ ٻارن ٿيون.
پَسَڻ ڪارڻ اَکڙيون، صاحب سارن ٿيون.
پاڻِيءَ ڳاڏون رَت جا، هنجو هارن ٿيون.
اکيون ڏسَن نہ غير کو، واحد وارن ٿيون.
سچو اُهي ڳالهڙيون، نِت مون کي مارن ٿيون.

ڪافي 4
تنهنجِي آهيان آءٌ، پنهنجي ڪري ڄاڻ!

ڄاڏي تاڏي توهين دلبر، ڪاڏي ڪاهيان آءٌ.
هونديس اوهان ساڻ.
آءٌ ڪنيزڪ تون تان سائِين، سَگ نہ ساهيان آءٌ،
چيتڪ ڪَيس اَڄاڻ.
سِڪن ڪيئِي تو لَئہ سانولَ هِڪ تا چاهيان آءٌ،
صدقي ڪيمُ پاڻ.
تو هَئون باهر سُڻ سچو ري، ڪنهن دم ناهيان آءٌ،
پنهنجو جهَلج پاڻ.

ڪافي 5
تنهنجي ڪارڻ ڪاريو،
هوءِ هوءِ هولِيَڙو!

ڪنهن سان ڪريان سُپرين، تنهنجين ڳالهين ڳاريو.
ڪنهن در ڏيان دانهڙي، تنهنجي محبت ماريو.
آگ عِشق جي اَندر اسان جي، ڏاڍو بارڻ باريو.
آءٌ اوهانجڙي آهيان، والِي ڪِيم وساريو.
پاڻئون پاسي نہ ڪريو، سگ سچو پنهنجو ساريو.

ڪافي 6
سُهڻا توکي ڪيهو هاڻِي هاڻِي،
ڏوراپو ڏيان، پلو مَن موهَڻا؟

وس ويچاريءَ جو ناه اَصل ڳون، تون پرين پاڻهين ڄاڻِي.
اَندر منهنجي وو آهي اوهان جِي، ڏاڍي سا سِڪ ساماڻِي.
اُوهان ٻاجهون ويني اوتيان، پنبڻين مان پاڻِي.
سچو اُوهان جو آهي اَصل ڳوٺ، پنهنجو سو سگ سُڃاڻِي.

ڪافي 7
چو تو چڏين، چو تو چڏين، مون ڪي هاڻِي،
آءٌ تا تُنهنجڙِي آهيان!

پاڻُ پنهنجو پاڻهين ساڻُ غريبن گڏين.
پڪا پڪن سامُهان، اوري سي دلبر اَڏين.
سچو نهاري واٽڙيون، ايندين صاحب ڪڏهين.

ڪافي 8
رهجِي اَچي منهنجِي يارَ، توسان!

آءٌ ڇا ڄاڻان عشق منجهارؤن، بِرهي والڙا بار.
طرف ٻئي ڪنهين خيال نہ پانيان، آهي سدائِين يار.
هوندين هميشہ گڏ اسان سان، نيڻن وهايم نار.
ٻانهن سچو جِي سُهڻا سائِين، پرتِي اَڻئي سردار.

ڪافي 9
تون تا ڪڏهن ايندين يار،
تُنهنجِي روز نهاريان راه!

سِرَ تي چاڙهيا سُپرين، بِرهَ تنهنجي جا بارَ.
راتو ڏينهان روح ڪي، تنهنجِي سارَ سنيارَ.
وهَن تا واڪا ڪَيو، نيڻن سَندا نارَ.
آءٌ تا هڪڙو ناهيان، تنهنجا عاشقَ لک هزارَ.
سورَ سَندءِ ميان سُپرين، مون ڪي ڪوهِ هڻن قهارَ.
پرين پارج پانهنجا، جي ڪيئِي قولَ قرارَ.
ڏوهُ ڏيان ٻئي ڪنهن ڪي، آهي مون ئِي سِر مَيارَ.
اَندر منهنجو اَڏ ڪيو، جانِي اِنهيءَ جارَ.
اَٺ ئي پَهَر تِي وجِي، تُنهنجِي تَند تنوارَ.
مُئِيءَ ڪي ماري اِتهين، تون وئين ڏنهُن وٽڪارَ.
سچو سَگ اوهان جو، تو روئي زار و زار.

جهولڻو 1
ساتِي ساري سَنيها، چئج پُنهونءَ ڪي،
بيراڳي آهييان، وو!

حالُ ڏسيو تو جو وجين، سارو عرض ڪَرين، وو،
دلاسو ڪو دوست ڏنهن، وني جلد ورين، وو.
ڪارو ڪَج نہ ڪيچَ ڪي، ڇَپَر تا نہ ڇڏين، وو،
ٻانهي ڄاڻِي پانهنجِي، ڳولِن ساڻُ گڏين، وو.
توسان عمر گُذاريان، جان ڪِي هِت هُئان، وو،
ڳالهين تنهنجِن ڳاري آهيان، جان تِي رت روئان، وو.
ڏوريندي مون ڏونگرين، گهڻا ڏينهن ٿيا، وو،
ٻڌا هوندا هوتَ تو، جي سچوءَ سَڏ ڪيا، وو.

## مالڪوس

### داستان پهريون

1
لوڏيندي لامون، ڏاهو ڏار چڙهيو چوي:
آندو اَتم پاڻ سان، نينهن پَريو نامو:
توڏي ساريو سڄڻان، ڪيم راتيان روانو:
پڙهِي پروانو، مون کي جلد جواب ڏي!

2
ڪانگل آيم اَڄُ، پريان سَندي پارَ ڏهُن:
ڳالهيون ڪيائين سڄڻان، سي روح ٻُڌي ڪيو رڄُ:
پَڪيءَ ڪيو نا پَڄُ، ظاهر ڪيائين زبان سان.

3
ڏاهو اَڄ ڏسو، جي ويڙهي ويڳاٽو وتي:
پورن مَنجهئون پانهنجي، تو ڏئي حالَ حِصو:
سَرتيون سُورَ سُٽِي ڪري، هِنَ خيالؤن ڪِين ڪِسو:
ڪو قريبَن قِصو، تنهن سيڪاري موڪليو.

4
ڪيون وڪاٽيون واتِ، اَڄُ ڏاهي ڏارَ چڙهِي ڪَري:
سُٽَڻ سان ڪي سَرتيين، لِڳِي چُپُ چُپاتِ:
آتَڻ واريون اُتهين، لونياٽيون سان لات:
روئن ساري راتِ، هَي هَي سو ڪانگو ڪيون.

5
گهٽا ڏينهن لڳاءِ، چاهون ڪانگ قريب جا؟
ڪي دم آڏو دوست جي، پَلِي ڪري پَڳاءِ:
هاٽي ڪِي تا تَنُ تَڳاءِ، متان جهوريءَ منجه جهجِي مران.

6
وات ڪري وائِي، اَڄُ پُڻ ڪانگ قريبَ جو:
ڪِي جو چيائين ڇُهنبَ سان، تنهن لُڃ ڏاڍِي لائِي:
اندَر ڪي آئِي، جَڻ جَرَ جيري سنڌڙي.

7
لَئِي لامَ لَتو، ڪِي جو ڪانگ قريب جو:
تنهن لاڪِيٺِي جي لاتِ جو، پَوي ڪونه پتو:
ڪاڪِيون ڪِيئن ڪَتو، پَر اَڻَ سُوريون آهيو!

8
ڪيهي ڪَمَئون ڪانگڙو، اَڄ تو ويڙهي مَنجه وتِي:
پَسِي تنهنجو حالڙو، ڪاڪيون ڪامَ ڪتي:
تنهنجي لات لتي، تو جيءَ کي جياپو ٿئي.

9
اَڄ لاتيون ڪانگ لَتيون، سِي ڪِي سٺو سرتيون:
جو ڪَهَڻ سان ڪُهيو وجهي، ويڙهي منجه وتِيون:
سنديون راز رتيون، تو پُڻ ڪري پڌريون.

10
رويو رويو رٺُ، تِي پکيءَ پارانيا ڏئي:
تہ پيرين وجهانءَ گهِنگهرو، سي چمڪائيندو وٺ:
ڪيئن ونِي خطُ، سِگهڙو ساٿيڙا ورين!

11
جو تو ڪانگ چوي، سو سُٺيجو سَرتيون!
وڏيءَ ويل صبحَ جو، تو چڙهيو لامَ لَوي:
اُلڪي ڀِ نہ آهي، آتڻ ڪٿون اِتهون.

12
ڏاهو چڙهِي ڏار تي، تو ڏئي ڏوراپا:
پڌرا ڪري نہ پرينءَ جا، اهو نازڪ نياپا:
آٽيو اوراپا، ڳالهيون ڳوريءَ کي چوي.

13
تِرَ نہ هِڪ توڙي، اَڄُ لامين لاڪِيٺو لَئِي:
وينو آهه وِڳوڙجِي، ڪنين کي ڪوڙي:
ڳالهه ڪرڻ ڪان ڪاڪيون، مُنهن گهٽو موڙي:
پَر پنهنجا توڙي، چڪيون ڏئي تو چهنب سان.

14
سٺيجو سوئِي، جيڪي چوي ڪانگڙو:
هئين سان هندائجو، سرتيون سيوئِي:
ڪنڍيون ڪُندن سان وجهان، پکيءَ کي پوئِي:
جانب ڏنهُن جو ئي، آٽي نياپا نينهن جا.

15
آءُ ڪانگل ڪائِين، تا توتي عطر اوتيان:
اَڇڻ باجهون تانهنجي، آهيان اباٽڪ آئِين:
ڏاها گهٽا ڏينهڙا، متان تون لائِين:
پير اڱڻ پائِين، تہ منهنجو ساهہ سڌير ٿئي.

16
ڪانگل آيم ڪالهه، ونِي سنيها سَڄڻان:
محبت ريءَ مقالَ، ڪانہ ڪيائين ڪڏهين.

17
ڪي جو ڪانگ ڏسِي، ڪالهه اوڏاهون آئيو:
پيُس هنياءُ قِسِي، ڳالهيون ڪندي سَڄٽين.

18
مالهان موتين جون وجهان، پکيءَ کي پوئِي:
پيرين سونا گهِنگهُرو، تا ٿئي سوايو سوئِي:

سينڌو سيڪوئي، مَرُ تنهين جو نه ٿئي!

19

پَڪيءَ سندا پَر، ڪريان مُرصع موتيين:
جو آٽي عجيبن ڏنهُن، ڏئي خوب خَبرَ:
پينر ڙِي مون پَر، شال وينو ڪري وائِيون!

02

سنيها جي سڄڻان، سِي ساري ڏنائِين:
اِئين اُتائين، ته پاڻ نه آڇِ وڇ ھِر.

21

اَدا اِيندو تيءُ، ونِي سُڪَ سنيهڙا:
جاءِ ئي تي مون جيءُ، ڏاها جڏهن ڏساءِ تو.

ڪافي 1

ڪالھ جو ڪانگ اُڏاٽِي،
پلو، ڪيئن وئين پِريَن وٽ؟

گهٽي تو سان ڪا ڪَئي، اڱيون يارَ سِياٽي.
پرينءَ ڪِي تا پُڇيو، ڏيج دلاسو هاٽي.
ساري مون کي ڏيج سَنيها، الله ڪارڻ آٽِي.
پرين سندي پارَ ڏي، عاشق چو نه اُماٽِي.
ائين اڏامي اوڏهُون، سچو ساهَ سيباٽي.

ڪافي 2

لوَن وچِي ڪيئن لايَم، پِرين نه جاتُم پَرديسي!

پُرجهُيم ڪين سَهيلون،
تيلهان آڏو ڏک آيم.
ڏينهن گذريا غم تنهن جي ھِر،
ڳالھ جنهن جِي تي ڳايَم.
دانهون فريادون ڪَريان،
چو سِڪ سچو سيبايَم!

ڪافي 3

لَوَن مون سان جا لايَو،
يارَ، ويڙهي هِن ويهِي!

دردمنديءَ جِي دِلڙي، دلبر گهُوٺَ اکين سان گهايَو-
ڳالھ ڪَريان بِي ڪيهِي.
مُشتاقن کي محب مارين تو، تَڪَ اِهائي آيَو-
جيهِي وٽيَوَ ڪَيَوَ تيهِي.

ڳالھ اِنهيءَ جِي سُڌ نه مون کي، پاڻ پِرين پُرجهايَوَ-
رمز ڳُجهِيءَ دل ريهِي.
پاروَن پنهنجي ڪيئي قاصِدَ، هِن ڏي هوٺَ هلايَوَ-
ڏيهه گڏيا جَڻُ ڏيهي.
دل سچوءَ جِي دلبر سائين، ديدن ساڻ دتاريَوَ-
نِينهَن اوهانجڙي نيهِي.

ڪافي 4

ڪيئِي ڏک جا ڏينهڙا لنگهايم،
سُڻ تون مُنهنجا سائين!

ڳالهيون ڪندي مون ڪيئِي سِرَ تي ڏک جا مينهڙا وسايَم.
پرين اَوهان جي پار جا، تي ڏهاڙي پنڌڙا پُڇايم.
سِڪ اَوهان جي سُپرين، ميان سارا ئِي سورَ سَلايم.
سچل سي ئِي آئيا، جَن لَئي فالان روز وجهايَم.

ڪافي 5

تون تا پنهنجو پاڻ پَساءِ،
شوقُ تنهنجو مون کي يار شتابي.

اَچي اڪڙين ھِر، جوڙي ويهِج جاءِ.
ناميا نانوَ ڏٽِيءَ جي، پيرَ اَسان وٽ پاءِ.
اڳي پوءِ پِي آسرو، هوت اَسان کي آهِ.
اَڄُ پِي واٺَ نهاريان، لالن تنهنجي لاءِ.
آءُ اڱڻُ آسروند جي، سچوءَ ڪيم سِڪاءِ.

ڪافي 6

هوتَ ڏنئِي هيڏي اِيندا،
ڪيئن ساتِي، مون کي سَچُ چَئو!

هُتئوُن پَتِي پَکڙا، هِت ڪِي آٽِي اَڏيندا!
پنهنجي وڙوَن پاڻُ سان، هيءِ غريب گڏيندا.
ڏگَ پائِي سِي سُپرين، توراٽيءَ سان ٿيندا.
دردمند جي دل تي، دانهه دستَ ترينڊا.
ڏوڙا طالعَ مون تِين، جڏهن سچو نانوُ سڏيندا.

ڪافي 7

يارَ پانڌي، ڙي ميان،
مِيَر ساتِي، ڙي ميان،
ڪيچيڙا، پيليڙا، ڪڏهن اسان وٽ اِيندا!

هوندا اسان وٽ يارَ هميشہ، ڪِي ڏکَ ڏيئي پوءِ ويندا؟
اِهو اَتم آسرو، چوري تا نہ ڇڏيندا.
صاحب پنهنجي ساٿَ سان، هيءَ غَريب گڏيندا.
پَڪا پنهنجا، چئو ڙي ساٿِي، ڪِي هِت عَجيب اَڏيندا؟
سچو توکي سُپرين، پاڻ اچي هَٿُ ڏيندا.

## ڪافي 8

تون آهين صاحب صورتَ جو، هِي آهہ غلام تنهنجو؛
آهي ذوقُ شوقُ سُهڻا، مون کي مُدامُ تنهنجو.

جي آهن اصل اوهان جا، سي نا وسار جو، ميان،
مون تي آهي مُقرر، سائِين سلامُ تنهنجو.
راتو ڏينهنان روئڻ ۾، هنيَڙو اُداسُ هُيَڙو،
رهبر آٽي رساٽيو، پِريَم پيامُ تنهنجو.
دلگير تون مٿان ٿئين، ڪر دور درد کي، ميان،
اول آخر اسان وٽ، هوندو مَقام تنهنجو.
رد ڪر فنا فِڪر کي، اُميدوار ٿِي رهُ،
هِت هُت يقين ڄاڻج، آهيان اِمام تنهنجو.
تون آهين اَصل اسان جو، آهيون اسين سڀ تنهنجا،
آهي قبول ڪُلِي سچو ڪلامُ تنهنجو.

## ڪافي 9

ڏي دلاسو دوست هن کي، اَصل تنهنجو آهہ، ميان!

هِت ٿِي گُذاريان ڏينهڙا، سانولَ اوهان ڄي ساءِ، ميان.
غصو نہ ڪر غمناڪ سان، نا تہ حالَ هِنَ هاءِ هاءِ، ميان.
دلبر اوهان ڄي در بنا، جاني نہ مُون ٻِي جاءِ، ميان،
جنهن کي نہ تنهنجي دوستي، آهي اُنهيءَ واءِ واءِ، ميان.
ڏسِي اسان جو حالڙو، تون پير اسان وٽ پاءِ، ميان،
پاڄِي وڻي هيءُ پانهنجو، لالَن پنهنجي ڳَل لاءِ ميان.
مطلب اهو محبوب ڪر، طالب نہ هيئن تَرساءِ. ميان،
آهي دم اسان ديدارَ جو، ڪنهن وار تون ورساءِ، ميان.
راتو ڏينهان هُو تا تنهنجِيون، ڳالهيون وينو هِت ڳاءِ، ميان.
نيڻ ڳڙُ نالي ڏٽيءَ جي، هي سگ سچو سَرچاءِ، ميان.

## داستان پيو

1
پينَر ڪِيئن پِنو، هِي جو نامو نيهَن جو؟
جيڪس خُمار ڏنو، هُو جو آيس عَجيبَن ڏنهُن.
2
پڙهندي پرزو پرينءَ جو، پَلو ڪِيئن پِنوس؟
جيڪس خُمار ڏنوس، هُو جو آيس عَجيبَن ڏنهُن.
3
روئِي زارو زارُ، پنو لکِيُس پريَنءَ ڏي.
ڏِنس خَطَ خمارُ، اَوليءَ عبارَت ۾.
4
آٽي عبارتَ، اَجا لِکڻ لڳِي پِرينءَ ڏي؛
روئندي پَريون رتَ، اوتڻ ٻَئِي اکِيون.
5
عبارت آٽي، اجا لِکڻ لڳِي پِرينءَ ڏي؛
ڊِيدن درداٽي، اَچِي اوتيا اُتهِين.
6
نِيهُن منَجهؤن نامي، معلوم ٿيو محبوب کي،
تہ بہ پانڌي، پيغامي، وِرهُ وڏائڻ آئيو.
7
آيو اوڏاهُون، اَڄ ساٿِي سلامن سان؛
ماريون ڙي مان هون، اها ويل نہ وسري.
8
نامو راتِ نيو، قاصد پار قَريب جي؛
پورن مَنجهہ پيو، هُت واچِيندڙ ورق جو.
9
جارؤن لکيم جو، ڪاغذ قريبن ڏي؛
حقيقت جا حال ڄِي، واچِڻ وينو ڪو؛
پڙهندي پَنو سو، تنهن کي آنڌيون آئيون.
10
عريضو آٽِي، ڏنو قاصد قَريبَن جو؛
هن ويلِي هاٽِي، هِيءَ سِر ڪَريان صدقو.
11
نامو نيندي ئي، قاصد واٺَ ڪِري پيو،
تنهَن ويلي ويندي ئي، ورهَ وڪوڙيو نڪٽيان.
12
پڙهندي پرزو ئِي، واچِيندڙ وهلور ويو؛
لِڳين لَرزو ئِي، اَچِي پيس اوچتو.

13

قاصِدُ ايندي ئي، پيو شوڪارن ۾؛

نياپا ڏيندي ئي، ساڻيءَ ساهُ مَٽي ويو.

14

نامو سارو نيهَن، جو پُڻ لِکيو سَڄُڻين؛

رات برابر ڏِينهَن، مون کي گوندر گذري.

15

ڪا جا ڪتابَتَ، لِکِجي آئي پرينءَ ڏنهُن؛

سچو سا ثابت، مون هون واچَڻ نہ ٿئي.

16

پَني ۾ پيغامَ، ڪي لِکي مُڪا سَڄڻين؛

سي نہ سمجهن عامَ، جي آهن مَنجهہ اشارتان.

17

ڪِي جو لِکيائون، پني مَنجهہ پريت جو؛

اُهو پَسِي آئون، بيخود ٿِيَڙس سَرتيون.

18

ساڻِي ٿِي سونهون، واچيندو وَرَق کي؛

سو مَنجهہ مطالع مون هون، خوني خط پِرينءَ جو.

19

لِکُيون لَسَ لَڙهان، ساجَن سَلامَن جون،

اهو پُرزو پاڻ پَڙهان، ٻُڌايان نہ ٻين کي.

20

مُنجان ڪِيئن لِکِي، ڪِتابت قريبَ ڏي؛

متان ساڻِي واٿ سِکِي، ٻڌائِي ٻِين کي.

21

مون ڏنهُن اَڄ لِکِي، جانيءَ جدائِيءَ مَؤن،

ڪنئون ترار تِکِي، هُئِي ڪتابَت قريب جِي.

22

لَڙهان لَسَ لِکيون، پرينءَ پيغامن جون؛

ٻِي رقيب سِکيُون، تو ٻڌائِي ٻِين کي!

23

رَت اکين رويو، ٿِي ساڻِيءَ سَنيهڙا ڏئِي؛

نُهريون نچويو، جارؤن جَرُ هاري گهٽو.

24

نِچوئِيندي نُنهَن، ٿِي پاڻي ڪَيي پٽرو؛

وجهي ساڻِيءَ سُنهَن، تہ تون ڏيج سِجدو سَڄُڻين.

ڪافي 1

ڪوڙي ڪَيئِي ڳالهہ پنهنجِي،

ڪالهہ ڪانگا جا چَيئي مون کي!

جيڪُس ڪِين ڪِي ڏُر وئِين تون،

واٺ ڏسِي مُوتيين اَهنجِي.

عجيبن جي آڏو وري تو،

ڪَچِي ڪَئِي سا ڪنهن جي!

وري برار وٺُون اوڏانهين،

سائِين ڪندو شال سَهنجِي.

تنهن کي سوئِي توڙ رساڻِي،

وٺي جو دامَن ڪنهن جِي.

اَصل لاڪُون سچوءَ سَيائِي،

طاعت مَڃِي آهي تُنهنجِي.

ڪافي 2

پرينءَ هِي پيغامَ، ساري ساٿيا ڏيجو!

ٻانهون ٻڌِي يارَ سَڄَڻ کي، ڏيجو سِڀي سَوَ سَلامَ!

ڪڏهن ڪندؤ پارِ اَسان جي، اڄڻ جا اَنجام!

درِ اوهان جي يارَ رَسڻ ريءَ، ٿِئي نہ طلب تمام.

شوقَ اَوهان جي شورُ مَچايو، ڪياسين هُل هَنگام.

جيهو تيهو آهي اَصل ڪؤن، سچو سو گولو غلام.

ڪافي 3

آءٌ اصلَ ڪؤن جو آهيان، گولو غلام تنهنجو!

مون سان وعدو ڪَيَڙئِي، ويهي، ڪالهہ پَڪي هنَ پيهِي،

ناهيان ڏور اوهان ڪؤن ڏيهِي، ڪن لايان ڪلام تُنهنجو.

تنهن ڏينهن لاڪون اَڄُ تائين، منهنجو ساهُ سِڪي تو سائِين،

پيو اوچتو هَنڌائِين، هن دل کي دام تنهنجو.

ڇڏ سڀ لاڳاپا لاهي، اِهو وجڻ تہ واجب ناهي،

اِهو فرض اسان تي آهي، سجدو سلامُ تنهنجو.

ڏاڍا خوني نِيڻ خماريئي، سي ڏاڙي ڪارڻ ڏاريئي،

نيڻَن سان مُلڪَ ماريئِي، هر جا حُڪام تنهنجو.

آئِي سائينءَ ڏهون وراڻِي، ٻيا خيال ويا اُڪاڻِي،

تون تہ سرور نبي سُڃاڻِي، سچو، آهي امامُ تُنهنجو.

ڪافي 4

اَڄ تا خبران آيون آيون، دوست اُوهان جي ديسئون!

وري وسائيندو سِگهڙو،

جاني سو پنهنجيون جايون جايون.

تہ ڪَرَ ويندين نِڪري،
هيئن پُلي ڪينَ پانيون پانيون.
ڏکُ وڏوئِي ڏيلَ منهنجي کي،
وئين تون لالن لايُون لايُون.
راتو ڏينهان روحَ پنهنجي سان،
ڳالهيون سنديوَ تا ڳايُون ڳايُون.
اَچڻ اوهان جي جوُن، طَرف سچوءَ،
چي، شالَ وري ڏِين وايون وايون.

کافي 5
منهنجي اکِهين لڳِي، نہ تہ هاڻِي لڳِي،
دل، اَلو، اَلو، تنهن يار سان!

روز اَزل کؤن اکيون لايون سِي، دوستَ مني دلدار سان.
ڪيئِي داناءَ ديوانا ڪيائِين، چشمن جي چَمڪارَ سان.
دوستَن جي در اَچي پيِيَس، اَصل سَچي اِعتبار سان.
جيڪِي تئي تو جوش وارن سان، سو نہ تئي هُشيارَ سان.
ناز نياز جي نيهَن وارن کي، تَڪ کيو تلوار سان.
سِرُ سچوءَ کيو صدقي سائِين، عقل چَڏي اقرار سان.

کافي 6
آهي اِنهن اکين کي، خاصو خمار تنهنجو!
وينو وِني آهيان هِت، ڪاملَ قرار تُنهنجو!

هن کي اوهان جي پاجهون آهي نہ ماڙ ڪائِي،
هِي تا غريب آهي، اُميدوار تنهنجو.
تِيءَ پاڻَ کان پَري تون فرمائيو اوهان جو،
آهي جميل اَصل کؤن هي اعتبار تنهنجو.
هِنَ تي کَرم وڏو ڪيُوَ، جو درد دل بچايُوَ،
ساريان لطف سنياريان، نِي بيشمار تنهنجو.
چاهَون ڏِيو اُوهان جو، دامن لڳِي جو آهي،
سچو غلام جاڻي، جو داغدار تنهنجو.

کافي 7
لنگهي ويون ڪالهہ قطارون،
ڪونجڙين جون ڪيچ وٺن ڏنهُن، ميان!

ڪنديون ويون ڪيچَ ڏي،
ميان الا! طرحين طرحين ٽَنوارون.
ويچاريون، ميان الا، ولَرَ ڪيو وڙڪَن،
ڦِٽي تيون سِي قارون.
ولَرين ڪونجَڙيون، ميان الا،
ڪنهن اَندوهَ اُڏاريون.
اُنهن جي افسوسَ جون، ميان الا،
پونديون ويون پڇارون.
اُنَنِ ڳانا پٽ جا، ميان الا،
موتين مَڙهيون مَهارون.
سچو هليو سوز ۾، ميان الا،
لاهِي لوڪَ مَيارون.

کافي 8
ڳِلي ڳِلي مون تي ڳولِي ڳولِي،
يارَ سجَڻَ تنهنجِي ڪارڻ!

چڏي لاڳاپا لوڪَ جا، اسان تا پانهپَ پولِي.
ٿِيَس ديوانِي دوستَ اوهان لئہ، ڪري چيهاڙيون چولِي.
اچِي اَچانڪ اندر اسان جِي، حُبَ مچائِي هولِي.
اصل لاڪُون آهي اوهان جِي، هيءَ غريبِ سا گولِي.

کافي 9
مون وٽ يارَ پيارا، آءُ تُون پاڻُ سُجاڻِي!

حال مِڙيوئي معلوم توکي،
دنيا سا ڪوڙ ڪهاڻي- آءُ تون پاڻ سُجاڻِي.
ٿينديَس گولِي، در در ڳولِي،
جانب ڪاڻِ جوڳياڻي- آءُ تون پاڻ سُجاڻِي.
سِڪندي تو لئہ سُهڻَل سائين،
روئندي سا رات وهاڻِي- آءُ تون پاڻ سُجاڻِي.
سَچلُ آکي سَهي ڪِيتو سي،
پِرتِ جي ناهِ پڇاڻي- آءُ تون پاڻ سُجاڻِي.

## داستان ٿيون

1
ڪِي جو لِکيائين، سو مُلان وچِي واچيو:
هڪ سِٽَ پڙهيائين، پِيءَ سِٽَ سُڏڪن ۾ پيو.
2
ڪي جو مُحب لِکيو، سو مُلان واچڻ نہ آئيو:
پَر هُئڙو اڳ سُکيو، جنهن مطالع نہ ڪيو.

3
ڪوليو ڏئي خطُ، آيس جو عجيب ڏنهُن:
روئي اکين رت، ڪري مطالع من سان.
4
پُرزو پڙهڻ آئيو، اُتي مُلان مَسيت منجهاءُ:
سُورن سندو ساءُ، آيُس سَيڪنهن سِٽَ مَون.
5
هِڪ سِٽَ پڙهيائين، تنهن ۾ واچڻ نہ ٿئي:
اِئين اُتائِين، تہ هيءَ جَر جيري نہ جهليان.
6
نامِي مَون نِروار، ٿِي هيءَ جَرَ جيري سَندي:
تنهن پَلڪ پڙهڻ وارَ، ٿيو سَڙِي ڪارو ڪنگرو.
7
رقعِي منجهان رازُ، مڙيوئِي معلوم ٿيو:
تنهين منجهہ نيازُ، طرحين طَرح لِکيو.
8
پهرينءَ سِٽَ سَماءُ، ڏنو واچِيندڙ کي:
اُنِهيءَ خطَ منجهاءُ، ڄِيون جيري ڪديون.
9
ڏوڙو ڏک پيوس، پَنِي جي پَڙهڻ سان:
وڃئون ساهُ ويوس، هَي هَي ڪندي ڪاڪيون.
10
جو نامَن منجهہ لِکيو، سا هُئي جيري جي جَر:
منجهَون سڀ شهر، واچيندڙ ڪونہ لَيي.
11
پَنو ڪيرُ پَڙهي، جو پُڻ مُڪو سڄڻين:
لکيو منجهہ لَڙهي، متان ٻُڏندڙ ٻُڏِي مَري.
12
واچيو جنهن ورقُ، جو پُڻ لکيو سَڄَڻين:
سو جَڻ ٿيو غرقُ، دردن جي درياهہ ۾.
13
سگهي ڪيرُ پڙهِي، هو جو نامو نِيهَن جو:
سِرئون سِر چڙهي، موجَ متو تنهن ناهِ ڪو.
14
وَنِي خطُ هليو، ساتِي سلامن جو:
وڃَ ئي منجهہ جهليو، ورهہَ ڪُوڙيو واٽَ تي.
15
وِنِي هليو خطُ، پانڌي پار پرينءَ جي:
روئِي روئي رتُ، تنهن هلندي حال وڃائيو.
16
آلو هُيڙو عشق جو، سو ساتيءَ ساڻ نِيو:
اُهو ڪامِي پاڻ پيو، جو هو خونِي خط پِرينءَ جو.
17
هُن پانيو نامو، پر شعلو هُئڙو شوقَ جو:
جِندُ سارو جامو، تنهن جو سڀ سڙِي پيو.
18
پِريَن ڏانهہ نيو، تنهن کو خط خَبَر جو:
پڙهندي ڏسُ هِنيو، تنهن ڦڙڪندي ڦاٽِي پيو.
19
ڪو نامو نيهَن نِئين، پِريان سندي پارَ ڏي:
هَلِي ساڻ هِئين، مانَ اُنهن کي ارمان ٿِيئي!
20
رهبر روانو ٿيو، پِريان جي پارَ ڏي:
شَل پهچي پَروانو، سلامت کي سَڄڻين!

ڪافي 1
اوري ڪانگَل آءُ،
ڪِيئَن جِي خبَر ڏي ڪاءُ!

پِريان سَندي پارَ جو، لهي اڄُ سَماءُ.
ڳالهِن تنهُجِن مؤَن سَريرَ کي، اڃي منهنجي ساءُ.
مُنهنجو ٿئي هِت ڪينڪِي، پاجهون هوتَ هَلاءُ.
سُورَن ڪارڻ سُڻ ڙي ساتِي، جيڪُس ڄٽيم ماءُ.
سچو دوستَن جي دَرَ جو، اَصلون آهہ غريب گداءُ.

ڪافي 2
اَڄ سَڄَڻ پاڻ اِينڌِي،
جَن لَئِي نِهاريَئِي ٿي واٽان!

مَتان لاهين آسرو، حال پائِي اڃِي ٿِيندَئي.
عجيبن جي اڃڻ جون، مُبارڪون ڏيندَئِي.
پَڪا پَڪن سامُهان، آڻي دوست اَڏيندئِي.
مَتان ماندي تون ٿِيئين، گوشي پاڻ گَڏيندئِي.
توکي جاڙِي پانهنجو، سَچو ياءُ سَڏيندئي.

ڪافي 3
پانڌِي پيغامَ پُهچاءِ، مُنهنجا محبن کي، ميان!

اَڳڙين کي اصل ايڏنهن جو، وڏو اوسِيڙو آهِ.
ڏاها وڃج ڏيهہَ اُنهيءَ ڏي، جاتي جانِبَ جاءِ.

اَداڙي ساٿِي پارَون اسان جي، پانڌُ ڳچيءَ ۾ پاءِ.
راتو ڏينهان آهي ڏهاڙيون، هِنيَڙي کي هاءِ.
دوستَن سَندي درَ جو، اَصلَون سچو سگ سَڏاءِ.

ڪافي 4
منهنجا واقفَ يارَ،
سدائِين تون جِيئندين!

راتو ڏِينهان روح منهنجي کي، تنهنجِي سارَ سَنپارَ.
تُحفو هِن کي آهي اهوئِي، تنهن جي پيرن جِي پيزار.
اَچڻَ اوهان جي جِي وينا وِجهَايون، فقيرن گون ڦار.
ڳالهيون سَنديُوَ ساريو، سَچوءَ کي اچي ٿِي اُڃنگار.

ڪافي 5
ياد مونکي اُهي آيون، وو
يارَ ڪَيئِي ڳُجهِيون جي ڳالهڙيُون!

اوهان جي پِيي، وو، اَچڻَ جون، ٿيون وَري هتِ وايون.
دردمنديءَ جي، وو، دِل کي، وِرهَ وجي ڪِي لايُون.
نانوَ سائِينءَ جي سُهڻا سائين، چِٽُ نہ وَڃُ مُون تان چايُون.
آءُ تا ڏينهَڙا گڏ گذاريون، هِت وينا وِرهَ وَسايون.
ڏوهَن سچوءَ جن ڏي نہ ڏسو، هِت ٿا سَندَوَ سَڏايون.

ڪافي 6
پورَ پِرينءَ جي هَي ماريان،
عِشق سَڄَڻ جي چاڙهيان!

دوست بنان درماندِي، دَمُ هِتي ڪِيئن گهاريان.
سِرُ سَڄَڻَ تَون صدقي، واريو آءٌ واريان.
ڳالهيون ڳُجهَ اَندرَ جون، آءٌ پِرين سان پاڙيان.
سِگهو موٽِج سپرين، ڏهاڙيُون وينِي نهاريان.
محڪم محبت وِڌيُون، جاڙيءَ متي جاريان.
هو جي ڪَيَم پاڻ سان، ڳالهين اُنهنِ ڳاريان.
مَجلِس محبوبَن جِي، ساعت ساعت ساريان.
سچيڏنا ساهڙَ ريءَ، ڏَمَ مِڙيئِي ڏاريان.

ڪافي 7
ٻن جِيَڻ مُنهنجو جيڏيون، سُکَ ڪيها سَڄَڻ ري!

سُکَن وڏيَس سَرتيون، آءُ پِريَن ڪانءُ پَري.

ڏُکَ چگِيرا دوستَ جا، جي قادر ڪَرم ڪَري.
سوئِي عاشق ڪونجي، جو محبت مَنجهہِ مري.
ڪاڪيون مون کي ڪِينڪِي، ٿي ساجَن ريءَ سَري.
جيڪا اَديون عشقَ جي، آئِي هيٺ اَري.
تَنهن جان جُٺو قربان ڪَيو، زُدَون مَنجهہ ذري.
سچو سوز اُنهن جي، ڳاري منجهہ ڳري.

ڪافي 8
هوت ڪڏهن هِت اِيندو؟
ڪَهُ ڪانگا ڪَل ڏي ڪا!

چئہ ڪِي ويهَندو هتهين، ڪِي ساڻ نماڻِي نيندو؟
هيڪندِ اَچِي هوتُ مُون، هِن ٺڪيءَ سان ٺيندو.
پاڻُ پنهنجو سُپرين، ساڻ غَريبِ گڏيندو.
پَڪا پاڄاڻين کي، اوڏا يارُ اڏيندو.
هوتُ پنهنجا هَٿڙا، هن ڏکيءَ کي ڏيندو.
سَنگت پنهنجيءَ سُپرين، سچوءَ کي ٻہ سڏيندو.

ڪافي 9
زار روئِي ڪيم زاري،
دوستَ ڙي توريءَ تا نہ سَري.

محبت تنهنجي، وو، ڪِيَس مستانِي،
بارُ بِرهُ جو باري، دوستَ ڙي چَوي لوڪ چَري.
هِن بنديءَ کي، وو، بخش بلوچا سائين،
هوت اَچِي هڪ واري، دوست ڙي سَندءِ ذوقَ ذري.
ميلائي لَڳِي، وو، محب اَوهان جي،
واجهہ وجهي ويچاري، دوست ڙي وجان تا مَ مَري.
آهي مِڙيوئِي، وو، توکي معلوم سائين،
حال حقيقت ساري، دوست ڙي وچ مَ يار وري.
جيڪِي آهين، وو، سو تا تون هين سائين،
حڪم سندءِ آهي جارِي، دوست ڙي پيڙَم خبَر ڪري.
سچو آهي، وو، اَوهان جو سائين،
ڏجو تنهن دلداري، دوست ڙي وجن ڳِچَ ڳري.

## داستان چوٿون

1

ڪاغَذ لکي ڪالَ، مُڪم جو محبوبَ ڏي؛
ڳالهيون سنديون حالَ، ٿِينديون پڙهڻ مان پڌريون.

2
آيو راتِ رقمُ، مون ڏي محبوبن جو،
تہ دوستيءَ وارو دم، ڪڏهن تون نہ وسارئين.
3
لکيو موتي مُون، ڪاغذ قريبن ڏي،
اَتَمَ تون هِي تون، ٻئي جو ناهم آسرو.
4
حَبِيبن ڏانهُن هِيئن، اَديون لِکجي آئيو،
تہ تون مون سان جيئن، آءٌ تيئن تو سان آهيان.
5
نئون لِکيو آيوم، پِريان سنڌي پار ڏنهن:
سو لُونءِ پَريو لايومِ، ونئِي حال هيانوَ سان.
6
جيڪر لِکي موڪليان، هَي خط هزارين:
پڙهي مانَ مهنجا پرين، هِي سگ سنپارين:
شل وار نہ وسارين، اِهو اَتَم آسرو!
7
لکي خط مُنجان، هِي پِريان سنڌي پارَ ڏي:
تہ منهنجون لک هُجان توسان آهن تو جيئن.
8
پانڌي پَهچائي، ورُ عَريضو عجيبَ ڏي:
قاصِد ڪونچائي، متان سورَ وجهين ساهَ کي.
9
چَئو ڪِيم تِکو، مون کي پارئون پرينءِ جي:
سرتيون سپ سِکو، جيڪر لائڻ لُونءِ ڙي.
10
ليلائيندو آئيو، پانڌي اَڄُ پَراءِ:
ورتس دردَ ڏُراءِ، جو مَت وجائي آئِيو.
11
اِڳيَئون مُحب مَنِي، متان ڪا منهنجي ڪَرين:
وهندو ورُ ونِي، ساڻِي خبر ڪِيئنِ جي.
12
وچِي ڏيهہ ڏنو، ڪِي تو سندو سجڻين!
چگِيءِ طرح چِنو، پانڌِي ڏنئِي پرينءِ کي؟
13
سورَ پري سِٽِ جا هُئِي، سا ساڻِي ڪين سِکيو:
تہ متان ڏئِي، لَهسَ لِکيو، جو پڻ مُکو سجڻين.
14
سندو رازَ رقعو، آيو جو عجيبَ ڏنهُن:
سا سِٽَ پڙهندي سَرتيون، ڳالهائڻ چُکو:
عاشقَ جي ارواح کي، جڻ لڳو تِير تُکو:
مون ڏي مُحب مُکو، جڻ ساڻِي سلامَن جو.
15
حَبِيبَن هيڪارَ، آئين ورِي موٽئيين:
باڀِيهَل ٻيهارَ، اَچي ويهہ اَکين تي.
16
وري ڪانگ وريو، پِريان سنڌي پارَ ڏنهن:
لامين لڳِي لُونءِ جو، تنهن ڏاڍو سُر پريو:
ڪاڪيون ڪنِ ڪريو، جو تو ڏنئِي سنيهو سَجڻان.
17
سنيها ساري، منهنجا چَوي محبوبَ کي:
پرين تُنهنجي پارَ جِي مدت مون ماري:
مُنج ڏهاڙي مون مَٽين، اهو ڏاهو ڏياري:
مَرُ سِگهَڙو سَنياري، ڏئي سِڪ سَنِيهڙا.
18
سنيهو سان سُورَ، چوي تو چهنبَ سان:
پَون پاڙيچن پُور، ٻولِي ٻُڌي تَنهن جِي.

## ڪافي 1

آءُ ڪانگا ڪا پرين جي ڳالهہ ڪَر
وعدو ڪَيُئِي ڪالهہَ سو پَرحال ڪر!

ڪِيئن ڏنو تو دوست منهنجو ديس ۾،
خوش ڏنو هو ئي يار ڪهڙي ويس ۾؟
سا خَبر مون سان ورِي في الحال ڪر.
ڪِي پُڇيائون خَبر منهنجي حالَ جي،
ڪي ڪَيئي آگاهہ هِن احوالَ جِي،
سو مون سان ڏاها اِهو اَحوال ڪَر.
هت فراقَ آهي ماريو، مان ٻيو چا چوان،
سور منهنجي ساهَ کي نِت نِت نوان،
آءُ ادا خاطر منهنجِي خوشحال ڪَر.
ڪِي اُڏاڻو هُئين پرينءِ جي پارَ ڏي،
ڪِي نياپا هِي نِيا هُئِي يار ڏي؟
ڪا مَدد مُنهنجِي ادا الحال ڪر.
دوستن جي منجهہ حضور حاضر ٿئين،
زاغ زاريءَ مَون نياپا هي نِئين،
لڳ سائينءَ سارو، سچوءَ جو سوال ڪَر.

ڪافي 2

اي پرين ٿون پاڙ پنهنجا، قولَ جي تو ڪالهه ڪيا!

مَنجهه جدائِيءَ تانهنجي، هِت اَسان هِي حال ڪيا.
مون تا مِلڻَ لَءِ تانهنجي، ڪوڙين ڪهڙا ٿِي خيال ڪيا.
حالَ مُنهنجي ڪي ڏسي، ڪيئن پلا تو پالَ ڪيا.
سڌ سچوءَ سڪ سوزَ مون، جاني اوهان ڪي جالَ ڪيا.

ڪافي 3

مُنهنجو هاٿي مون وٽ اِيندو، هاريون واقف حالَ جو!

ڪينَ ڇڏيندو ڇِپَرين، نال نِماڻي نيندو.
شالَ مقام مُئِيءَ جو، ٿر وچِي نِي ٿيندو.
درسن سندو دائما، ڏاڻ ڏکيءَ کي ڏيندو.
سچو پار پرينءَ جي، وره وارو ڪو ويندو.

ڪافي 4

هِن غريب جو حالُ، توکي مَعلوم آهي!

صدقي ڪنديَس سِر سائِن ٿون، ٻيو سڀ مِلڪ ۽ مالُ.
دوستَ اَوهان ريءَ ديس ۾، جيَڻ آهي جنجالُ.
ڇَئِي ٻُڌايان ڪيترو، آرياڻِي احوالُ.
مَج سچوءَ جو سُپرين، سائينءَ لڳ سوال.

ڪافي 5

پرديسي گڏيا دوستَ لَٿو هِجر هلاڪِي،
آيا اڱڻ مُنهنجي، جن ڪيو هو فراقِي.

جَن ڪاڻِ سڪيَس سالَ، ويني واٽڙين تي،
مون ساڻ اَچِي پاڻ، ٿيا محب ملاقِي.
پَرديس لَڳ مون ٿِي، پانڌي روز پُڇايا،
مون ڪي ڪانهه پَئِي خبرَ، اَچِي سي ٿيم اوطاقِي.
پيغامَ پَهريئون پانڌن هَٿ پاڻ مُڪائون ٿي،
هاٿي هِڪُ ٿيا مون سان، جي يارَ هئا ياڪِي.
آهي سَگ سچو دوست جي در جو اصلَ گون،
تنهن ڏيَڻ ڏوراپو، ناهي مَستُ ميثاقِي.

ڪافي 6

تون تا وسين مُنهنجي مَن،
ميان تو کي ڇَئِي ٻڌايان ڇا!

هوتَ سنديَوَ آءٌ حاضِري، ٻيون سي ڏنڙم ٻَن.
مقصد منهنجو تون ٿِئين، ٻيا ڪَعبي نيتَ ڪَن.
آءٌ گهٽو گهورِي تَن جِي، ڪيو سِرُ صدقي جن.
عرضَ اِلاهُون عاجزن، ڪوهُ نہ ڪرين ڪَن.
اَڪيُن عامُ نہ آوُڙي، تو کي جانِي ڏِٺو جَن،
آهي سچوءَ کي سدا طَلَبَ توهان جِي تَن.

ڪافي 7

يارَ اسان کي ٿيون مارين،
تنهنجيون اَلغرضايون!

انهُون دانهُن تي، سائين هِي ڪميڻيون ڪارين.
باهيُون تنهنجي بِرهَ جيون، ٻارڻ دل ۾ ٻارين.
ڪِيئَن جو ڏنئون خَبران: سچو تو هُتِ سارين.

ڪافي 8

جڏهن پرينَ پاتيم جهاتِي،
تڏهن حاجَت ناهي حج جي!

اَچِڻ ساڻُ اُنهن جي يارو، عشقَ ڪَئِي اثباتِي.
سڀ ڪُجهه تيڙم حالَون محرم، وسريَم ذڪر ذاتِي.
چوريءَ چوريءَ يار سَجَڻ سان، ڏس سچو دل ڦاتِي.

ڪافي 9

دوست تُنهنجي در جي، هيءَ ڳالهه آءٌ ڪنهن سان ڪريان!

جڏ پرين پَرڏيهُ تون، ميان، ڏکَ اَوهان ٻاجهون ڏريان.
دوستَ رهه هِن ديس ۾، ميان، سِرُ منجهُون سُورن پَريان.
لَکَ سَيَئِي ويني لنگهيَس، ميان، پَوريم اوريان پَريان.
ساڻ چرخي چتَ جي، ميان، ورهَ جا ڏاڳا وريان.
سِرُ سَچو چَوي پانهنجو، ميان، دوست تو آڏو ڌريان.

## داستان پنجون

1

ڏار چڙهِي ڏاهي، ڪِي جو چيو ڇُهنب سان:
اِهو مون آهي، آڏرُ ڙِي اَرواح ڪي.

2

ڏاهو ڏار چڙهِي، لَسين تو لاتيون ڪري:
ڪو نئون سبق پڙهي، اَڄ پڻ آيو اوڏنهون.

3

ڏاهو مَتي ڏارَ، عجب اڄ لاتيون ڪري؛
تو ”سچو“ ڏئي سنيارَ، پريان سندي پارَ جِي.

4

ڏاهو ڏار چڙهِي ڪري، ڪِي تو چهنب ساڻ چوي؛
اَديون سڀ اُهي، آهيو ٻُڌڻ واريون.

5

چهنبَ ساڻ چوي، ڪِي پيو ڪانگل ڪاڪيون؛
پورن مَنجهه پَوي، تو سُٺِي ساهُ سنهيڙو.

6

مُحبن ڏنهن مَسين اڄ پڻ ڪانگل آئيو؛
لاتيون واهَ لَسين، ڏاهو ڏار چڙهِي ڪري.

7

لاتيون ڪنديئي، ڪانگو هيٺ ڪري پيو؛
هَي هَي هَنڌيئِي، ساڻيءَ ساه مٿي ويو!

8

ڪَهيو هِيئن ڪانگي، آئون چيائين چهنبَ سان؛
ته ’سجڻ ڪنهن سانگي، وري ايندءِ اُتهِين.‘

9

چُهنب ساڻ چئِي، ڪا جا ڪانگل ڳالهڙي؛
ساري آتڻ سان انهيءَ، ڪَهڙي ڏِسُ ڪَئِي؛
پُورن منجهه پئِي، سڀ ڪنهن اَئٺ ڦٿو ڪيو.

10

ڏاهي چڙهي ڏار تي، ڪا جا لتِي لاتِ؛
ڏک ڏنائين سڀ ڪي، وائِي آٽي واتِ؛
پَيون ۾ هيهاتِ، آتڻ واريون اُتهين.

11

ڏاهو چڙهي ڏارَ تي، ڪري هيءُ مذڪور؛
سنيهَن ۾ سورُ، چوي تو چهنب سان.

12

سُٺو سنِيها سَرتيون، تو چڙهيو ڏارَ ڏئي؛
سارو ساهُ نئي، تو نازڪ نِياپَن سان.

13

ڏاهو ڏارَ مٿي چڙهيو، تو ڪري بِرهَ بيانُ؛
آتڻ تي احسانُ، ڪري ڪلامن ساڻ تو.

14

ڏاهيون سڀ ڏسو، جو آيو ڪانگ قريبَ ڏنهُن؛
وجي جان جٺو، نيو نياپَن ساڻ تو.

15

وتيون ۾ ويڙهي، تو ڪاريون ڪانگ وهائي؛
روحُ نئين ريڙهي، سڀ ڪنهن جو سرتيون.

16

ريڙهيون روح نئين، پَسو سَڀ جو پاڻ ڏي؛
سنيها جي سَڄَڻان، سي چڙهيو ڏار ڏئي؛
آتَڻ ۾ افسوس ٿيو، تنهن جي پيرَ پِئي؛
ڪَتي سگهي ڪانڪا، ڳؤن وهلور وِهي؛
کهڙِيءَ طرح ٿئي، وري سَنباهو سَرتئين!

17

ويس تَندُ ڇڄِي، پَهو پٽِ ڪري پيو؛
سُٺِي سَنيها نيهن جا، پَئِي جهوريءَ منجهه جهڄِي؛
اِنهيءَ پَتِ پڄِي، پيسَ روئندي ڪپڙا.

18

ويڙهي وتندي ئِي، ڪانگي قهر ڪمائيو؛
ڪاڪيون ڪتندي ئي. پَيم پورُ پريان جو.

19

صدقي ساهُ ڪريان، هِنَ ڪانگِي تَون ڪاڪيون؛
جي ڏئي سنيها سَڄَڻان، سي سانپي ساه ڏريان؛
پلي پيرَ پَريان، اُنهيءَ ويلي اوڏهِين.

20

آٽي ڪانگَ ڏنياس، ڪتابَت قرَيب جِي؛
پَهو ڪتيندي پَٽ پِيُس، چوهون تَند ڇُتياس؛
پيڄون پيچ ٿياس، روئندي چولي چِڪَ ۾.

21

هَلِي ڪانگي هِڪَ، ڪا جا ڪَيس ڳالهڙِي؛
تنهن مامَ ٻُڌڻ سان روئندي، چولِي ڪيائين چِڪَ؛
سَنيهي مَون سِڪَ، پاٽهِي ڪيائين پٽري.

22

ڏاهي چڙهي ڏارَ تي، ڪا ٻولي هيءَ ٻولِي؛
سا ٻُڌي روئِي رتَ سان، چِڪَ ٽيس چولِي؛
جڻ هنيڙي ۾ هولِي، تنهن آٽي هِندن جي هنئي.

23

سَڄڻ ڏنهُن سَنيهَ، تنهن آٽي آتڻ ۾ ڏنا؛
جڻ ڏنائين سَين ڪي، ڇُريءَ ٻاجهون ڇيهَ؛
ڏک پَريائين ڏيهه، ماريو اِنهيءَ مام سان.

24

سُٺو سَنيهه سَپي، ماريون مَحبوبن جا؛
لَڪن مَٽجهه لَپي، ڪا سوُرائِتي سارَ سان.

ڪافي 1

آءٌ تا ڪالھ اُڏامِي، وڃي پَيَس پرين وٽ!
ھت قبوليم تَنھن جِي حلق بگوش غلامِي.
مِھر مٿو ٿِي ناھ ڪو، عاشقَ ٿِج تون آرامِي.
اصل لاڪُون اُن جو، ھِي پاڇِي آھي پيغامِي.
ويَس برابر اوڏھين، وينيس ڪين وسامِي.
مونکي ڪيائون پنھنجو، ”سچو“ يار سلامِي.

ڪافي 2

ڪڏھن اِيندين ھِڪُ ٿِيندين،
نت نھاريُون سنديَئِي واٽڙيُون!
سائولَ ڪنھين سانگَ سان، اگھ اسان جي ايندين.
اِھو اٿئون آسرو، بَديون تا بخشيندين.
ڪَنھين ڏينھن ھِن ڏکيءَ کي، دوست دلاسو ڏيندين.
پرين نيندين پاڻ سان، ڇپَر تا نہ ڇڏيندين.
توري گھٽي ڏينھڙي، گولِي ساڻ گڏيندين.
پَڪا پَکن سامُھون، اوري آٽي اڏيندين.
سو ڏينھُن ٿيندو ڪھڙو، ”سچو“ ڪري سڏيندين!

ڪافي 3

مَنُ موھي منھنجا جاني،
گھٽا لايَئِي ڏينھڙا!
صورتُ تنھنجي سُپرين، مورت ڪئِي مَستاني.
پرين اوھان جي پار جو، گوندر ٿيو گُذراني.
روز اَزل گون ڏنُوَ اسان کي، نيھن پنھنجو نِيشاني.
اگھ اسان جي آءُ پيارا، محب ڪريان مھمانِي.
پيريءَ جا ”سچو“ ڏينھن وسارج، ٿيئِي جَمالُ جوانِي!

ڪافي 4

يارَ سجڻ ڪيئن سَرِي، تو کي اَسان ٻاجھون!
اسان نِماڻن ڏي سھڻا سائين، دوستَ نِھارج ورِي.
توکي قدر ناھي ڪو، پَلو، چيٽڪ ڪِيڙس چَري.
اَڇي ”سَچوءَ“ جِي ايڏھين، سَندي دز ذرِي.

ڪافي 5

ياد مون کي اَڄُ پيون،
مِنيون ڳالھيون سُھڻا تُنھنجيون!
رھيون آھن روحَ منھنجي ۾، ڪين وسرِي سي ويون.
وينا ڏسون تا واٽ اوھان جي، دوسَت دلاسو ڪو ڏيون.
”سچو“ آھي سَگ تنھنجي جو، ميان نالِ نِباھي سو نيون.

ڪافي 6

مون سان تو ڪَيون ڪيون، سُھڻا اُھي ڳالِھيون ڳالِھيون!
سي نہ وڃن وسري، پلو ميان،
چڳيون اوھان جي چيون چيون.
اوھان ٻاجھون سُپرين، ميان،
نِيھن وھايون ئيون ئيون.
لِڪُون ڪيون سين لوڪَ کون، پلو ميان،
پَٽر اُھي اَڄ پيون پيون.
ڳجھيون سي ڳالھيون يارَ ”سچوءَ“ کون،
ڪين وسري سي ويون ويون.

ڪافي 7

آءٌ تا تنھنجڙي آھيان، يار مون کي چو تو ڇڏين!
تون تا منھنجو آھين اَصل کون، ڪنھن نہ ٻَئِي در ڪاھيان،
ھوتَ اِيندي ھت ڪڏين.
آءٌ نماٽي عيبن ھاٽِي، سَگَ نہ ساٿُوَ ساھيان،
پَڪا اوري آٽي اَڏين.
توڙي سُجاٽِين توڙي نہ جاٽِين، لالچ تا ٻي نہ لاھِيان،
ساڻ گولِيءَ پاڻ گڏين.
آءٌ تا ٻانھي تون تا سائين، آءٌ غريب سا چاھيان،
نانءُ ”سچو“ ڪري سڏين.

ڪافي 8

انھن جادوگر چشمن بيران ڪيو سين!
اِنھن نيڻن سندي نازن حيران ڪيو سين!
راتو ڏينھان دل کي ھيءَ آھي پريشانِي،
اُنھن غمزن ڳجھن رمزن ديوان ڪيوسين.
ھَي ھَي ھيءَ فرياد وي يارو، ڪنھن کي سُٽايان،
خونِن ھِن خمارن، مَستان ڪيوسين.
ميدانَ منجھ ”سچو“ تَھ دليون آيو آھي،
اِنھن تارن سَندي تِيرن نيشان ڪيوسين.

ڪافي 9

زاريون ڪَيو زار زار، ميان،
وينِي روئان، ٻَڙي جيڏيُون!
ڪيئن ڪريان ڪاڏي وڃان،
ياڪِي سو ٿيڙم يارُ، ميان.
راتو ڏينھان ڳالھ اِنھيءَ جو،
جيڏيون ڙي جِيءَ کي جار، ميان.
پاتو اَٿم لَڱر پرينءَ جي،

ٻُلِ هَنجُن جو هارُ، ميان.
عاشقن کي سوز ”سچو“ ڙي،
آهي سَدا سِينگار، ميان.

## داستان ڇهون

1

آءُ ڪانگا ڪارون، تو سان ڪيان ڪيتريون؛
جو پَهچائين پيغامَ تو، پريان جي پارون؛
کي سچوءَ سَنپارون، تو ڏاها ڏهاڙي ڏئين.

2

ڪارون ڪِيئن نہ ڪريانس، جو تو ڏئي سَنيها سَڄڻان؛
پُئي پَرَ پَکيءَ جا، ساڻ جواهِرَ جَڙيانس؛
موتين ۽ لَعلن سان، پيئَر ڪنپ پريانس؛
پيرين دست ڏريانس، جو آه نياپا ڏيندڙ نِيهَن جا.

3

پَکِي سو ئي پَرَ، تو اُڏري پار پِرينءَ جي؛
خوشيءَ جِي بہ خَبَر، مانَ وٺِي اچي ڪا اُوڏهون.

4

چڙهيو لامَ لَنئي، اَڄ تو ڪانگل قريبَ جو؛
سنِيها سَڄڻان، سي ڇهنب ساڻ چَئي؛
پورن منجهہ پَئي، تو ساهُ منهنجو سَرتيون.

5

چڙهيو لنئي لاَمِ، تو ٻوليون ٻاجهاريون ڪري؛
ڏئي سَنيها سَڄَڻان، ٿُريو مَٿي ثامَ؛
ماريون ماري مامَ، جا تو ڏئي لِڪائي لوڪَ ڳون.

6

پِريان جا پيغامَ، تو ڏئي مِڙيئي مامَ ۾؛
سَوين مُنجَن سَلامَ، جو ڏاهو ڏاهَپَ سان ڏئي.

7

چِپيو رهي چانپين، تو ڏئي سنيها سَڄَڻان؛
آيل اولانپين، تو ڳالهائي ڳُجهہ ۾.

8

سِگهو اُڏامِي آءُ، تون پَکيڙا پِريَن جا؛
سپ ڪنپ ڪريان تانهنجا، ساڻ جواهر جَڙاءُ؛
عِطر ڪٿوري اوتيان، ٻيا ماٽِڪ تو مَٿاءُ؛
ساري سنيهاءُ، کي آٽي ڏيج عجيبَ جا.

9

ماريون مامَ منجهي ڪِي تو ترُيو ٿاريءَ تي چَوي؛
سَڄڻ ڏانهَن سنجهِي، ڏاهو ڏکِڃي آئيو.

10

آٽي ڪانگ ڏنوس، ڪو عريضو عجيب جو؛
پيئَر سَپ پنوس، ٻاريندي ٻوڙهن سان.

11

مون ڏي ڪالهہ مُڪو، دلبَرَ دلاسَن جو؛
سندو رازَ رقعو، سو پڻ واچيو وهسان.

12

واچيندي وياس، هاريون پنهنجي حالَ ڳون؛
نامي تنهن نِياس، پاڻ لکيو جو سَڄڻين.

13

ڪانگا ڪتابَتَ، ساري سارج ساهَ سان؛
اِها اَمانَتَ، ٻئي ڪنهن عامَ نہ آڇئين.

14

ڪٿريءَ ۾ ڳنپَ، لويان لاڪيٽي سَيَئِي؛
جو ٻالهيون ٻُڏي تانهِجيون، ڇپَرؤن وهن ڇَنپَ؛
تا پُڻ اُتي ٿنپَ، ويهو تو وايو ڪري.

15

اَڄ نہ انهيءَ ڏارَ، لامين لَنوين ڪانگڙو؛
جيڪس پِريان پارَ، ڏسندي سو ڏکَ پَريو.

16

زاغَ نہ تيءُ زبون، ونءُ اُڏامِي اوڏهين؛
نہ تہ خاصو مُنهجو خون، پوندو ڳِچِيءَ تانهنجي.

17

ڪاغذ قريبَن جو، اڄ مون کي آئيو؛
ساجن ڪيو سعيو، اَچڻ جو هن پارَ ڏي.

18

لِکو ۾ لامين، تو لاڪِيٽو لاتيون ڪَري؛
ٿهڪندو ٿامين، ڏئِي سنيهو سَڄَڻان.

19

چڙهيو مَٿي ڇانپَ، ايئن چوي تو جيڏيون؛
ڪج سِيني ۾ سانپَ، ساري سَنيهن جِي.

20

ساري ٻالهہ سَچِي، ڪانگي ڪئي قريبَ جِي؛
ريهي دل رچِي، تنهن نازڪ نياپَن سان.

21

آٽيو ڏنا ڪَر، ساٿِي يارَ سَنيهڙا؛
منهنجي پارؤن پَکِيَڙا، وڃ دوسياٽي در؛
جو سِڪَ آهي مون سَر، ميان محبوبَن جِي.

22

ڏنا ڪَر آٽي، سدا سِڪَ سَنيهڙا:
هِينئڙو مون هاٽي، آهه سچو سوداءُ ۾.

ڪافي 1

مانَ پرينءَ پهچائِي، هِي نياپو ڪو نيئِي!

ڳچيءَ پائي ڪپڙو، پاجياٽي پَرچائي،
حال ڏسي وج هيئي.
پرين ڏسج پاڻ ڏي، چِتُ نہ وڃُ مون تَون چائي،
يارَ اسان ڪان پيئي.
الله ڪارڻ آءُ تون سائين، بانهِي تِي باڏائي،
بخش اسان کي پيئي.
اوهان باجهون سُپرين، ويني سو ورهَ وسائي،
ڪانگ اڏائي ڪيئي.
در اوهان جي جي دلبر سائين، سچو تو سگ سڏائي،
ٻَڌِي بانهُون بيئِي.

ڪافي 2

هِنيون هوتَن هٿ آهي آهي،
ڪيرُ چوي تا ناهِي ناهِي!

فَهمُ فراستَ، عقل ارادتَ، نيهَن بِنا ناهِي ناهِي.
مست ٿيا مخمور اٿاهين، ڪَل نہ پَئِي ڪنهن ڏاهي ڏاهي.
ڏوڙا طالعَ ٿين اُنهن جا، يارُ جِنهان نون چاهي چاهي.
وسُ مِڙيوئيي يارَ سَجَڻ جو، هيءَ نماڻي چاهي چاهي.
سَگ سِياپو يارَ سَجَڻ سان، ڪير سچيڏنا ساهي ساهي.

ڪافي 3

آءُ اسانوٽ يارَ تون، آهي هِت اَسان جو حالُ هِي!

اُباڻِڪو آهيان گهٽو تو ريءَ پرين پرديسَ ۾،
آءُ مِڙيوئِي، معلومُ ڪر، عاشق سَندو اَحوالُ هِي.
آهِ اوسيڙو اوهان جو، شب روز اکڙين ۾ ميان،
جانِي سَندءِ مون جاڳِندي، آهه خواب ۾ بہ خيالُ هِي.
دوست تُنهنجي درَ اُتي، دونهين وجهي ويهِي رهان،
منهن ڏيکارج محب مون کي، نہ تہ آهہ ويهڻ هت وبال هِي.
دردمَند جي در پيهِي، آءُ دوستَ دل خوشحال ڪَر،
صدقِي ڪريان سِرُ ساهَ سان، چا مِلڪ ۽ ٻيو مالُ هِي.
ويني نهاريان واٽڙِي، تنهنجي اَچڻ جي لئہ ميان،
لَهُ سُڌِ سَنديَم ساجن اچي، نہ تہ آہ جِيڻ جنجال هِي.
پاٽون پَري نہ ڪريو مون کي، ڪي دوستَ دلداريون ڏيو،
هوءَ تون سَدائِين ساڻ مون، آهي سچو جو سوالُ هِي.

ڪافي 4

آيو مُنهنجي گهر يار،
جنهن جي ڪارڻ مون تي ساتي سَنپايا!

در پيهي مون آئيو، اچ دوست مِنو دلدار.
سوئِي گڏيو سُپرين، هو جنهن جو جيءَ کي جار.
بلڪل ڪيائون پانهنجو، ڏنائون قول قرار.
معاف ڪيائون مِهَر سان، مون تي هُئو ميار.
سچو سرهائِيءَ ۾، چڏ روئڻ زارو زارُ.

ڪافي 5

راتِ پرينءَ ڪاڻي پيئي، اڙي ساتِي سُد ڏيجو!

پُڇاٽان پِرينءَ جي، حالُ اسان هِت هيئِي،
ساٽو ٽِڪيءَ هِڪ تيجو!
پَسَڻ ڪارڻ پرينءَ جي، ڪانگ اُڏايم ڪيئي،
نالِ ونِي هيءَ نيجُو!
عرضُ آرياٽيءَ کي، نانءُ ڏٽيءَ هِي نيئِي،
بانهون ٻَڌِي چگيا چيجو!
سچو پاران ساتيو، ڪين ڏوراپا ڏيئي،
پيرين پانڌيو وجي پيجو!

ڪافي 6

دوست دلاسا ڏيئِي، ڏک ڏوڙو ورِي ڏيندئِي!

متان ويهين ماٽ ڪري، يار سَجَڻ سان تو پيئِي،
سان نيڻن دل نيندئِي.
مون تا ڏنا ڪيترا، ماريا سي ڪَجلين ڪيئِي،
اَچ صبح تو وٽ اِيندئِي.
سچو آڏو سَجڻان، بانهون بڌي آءُ بيئي،
سيُ بديون بخشيندئِي.

ڪافي 7

هِيئَن مَ وڃُ تون ماريون، هوتَ نماڻِيءَ کي، ميان!

سِک تُنهنجيءَ سُپرين، ڪوڪان هِن کي ڪاريون!

پرين پَري چو وجين، ٻارڻ دل ۾ ٻاريون؟
ٻاجهَ ٻاروچا تو پوي، سُٽِي ضعيف جون زاريون.
جايون ساري جيءَ ۾، ورهه اُوهان جي واريون.
ميان مشتاقن جون، سَههُ آرياڻِي آريون.
سک اُتي ٿيو سُپرين، ڏک هِتي ڏيهاڙيون.
راتو ڏيهان تو روئي، سچو تو کي ساريون.

ڪافي 8

سَجَڻَ تُنهنجو برهه ٻاري، اَسان جي ساڻ تو ياري،
آءٌ تا ٻانهِي تون تا سائِين، ٻڌي ٻانهان ڪِيم زاري.

اَچانک لَنئه جا تو لائِي، پِئِي، تا ڪَلَ نه مون ڪائِي.
وٺيئي جائِي ڪَيئِي سائِي، پاتي سُون ڪِل ڳچيءَ ڳاري.
وڌو سين طلبَ ۾ توئِي، نه هو هِت حال مون ڪوئِي،
جوان هِي حال ڪنهن روئِي، معلوم آهي تو کي ساري.
آلانپيون عشقَ جي لايون، ويون وسري سَيئِي وايون،
اسان جي طرف ڏي آيون، ڪئِي سپ لوڪَ بيزاري.
لِڪان ڪيئن ڳالهه هِن دمَ جي، ڏاڍِي آهي راهَ هِن غم جِي،
ملامَتَ ڪُل عالم جِي، اَسان تا اَصل اِختياري.
سچو ڪَر سَوَ شڪرانا، پُڇِي تا بِرهُ بيگانا!
توڙي هِت سي ٿيا ديوانا، مليوسين دوست هِڪواري.

ڪافي 9

يارَ مرشِد تنهنجون ديدان،
مشتاقن کي مارنِ ٿيون!

چڪِي نه هٽڻ ٿيون چوهَ منجهاران،
ڪانُ ٻتيءَ جو ٻَجائن ٿيون.
ڏسڻ سان ڏور وجهن ٿيون،
دام دلين جو دٻائن ٿيون.
شهبازن جان ڪَرن ستونا،
گهورَ اُنهيءَ سان گهائِن ٿيون.
جاڏي چڙهن تاڏي برهه بُراقان،
پير رڪيب نه پائن ٿيون.
سچو جهڙا سَوين هزارين،
ڪي ئِي ڪُرنش منجهه ڪنبائِن ٿيون.

## داستان ستون

1

چڙهيو سَر چانيين، لَنوين جي لاتيون ڪري؛
نه سنيها سانيين، جي تا مُڪَئي سَڄڻان.

2

ٽڪيو تي ٽاريءَ، لَنوين جي لاتيون ڪري؛
ڏئي سان زاريءَ، اُيي سنيها سَڄڻان.

3

پارانيا پويون، وجهي ڳوري ڳچيءَ ڪانگ جي؛
ڪِدي آبُ اکين مان، نيهين نِچويون؛
لڙڪن سان لويون، تي هئين لائيس هٿڙا.

4

چڙهيو ڏار ڏئي، سنيها جي سڄڻان؛
تو جَڻ روح رڳن مَون، نياپن ساڻ نِئي؛
جٿو جاءِ ٿئي، سٽين پارانيا پرينءَ جا.

5

اَچ ڪانگل آيو، ماٺ ڪندي مونجهه مَون؛
سو تا منهنجي ساهَ کي، سرتيون سيبايو؛
هيڏي هَلايو، اَچُ محبوبن مِهر سان.

6

اَچ ڪانگا چئه ڪِيئن، سَرها ڏنئِي سُپرين؟
حالَ اسان هِت هِهڙا، ڪي هُت پي هُئا هِئين!
جهامَ ڏئي جهُڙ جِئين، تِيئن تِي اوٺَ اکين جِي.

7

ڏاها تيءَ نه ڏورِ، ويههُ مون کي تي ويجهڙو؛
ڪر ڪالهوڪِي ڳالهڙِي، جان هُئين رات حضور؛
دوستَ اڳين دستور، ڪِي تعظيمان توکي ڏنيون؟

8

زاغ زبانون ڪدِي، اِهائِي وائِي؛
پريان سندي پار جِي، آهه تو کي واڌائي؛
پچِي حقيقت حالَ جِي، هُت ساجن سَيائِي؛
نه ڪِي عاشق خوش اسان جو، ڪَل ڏئين ڪائِي!
مون سان بيحد پلائِي، ڪَئي پرينءَ پارؤن تانهنجي.

9

الله لڳ اُڏامر، تون موتي محبوبن ڏي؛
وجِي ڏيج پرينءَ کي، اِهو پاڇيءَ جو پيغامر؛
ڪري قدمن تي پَئي، سَوَ لک ڏيج سلامَ؛
آهي اوهان ريءَ سپرين، هِت مِڙيوئِي ماتامر؛
اچڻ جو اَنجامر، ڪَر سِگهو طرف سچوءَ جي.

10
نا ته مرِي ويندو هيءُ، الله لڳ اَڇيج تون:
تو توَن آهي هن جو، جانِي، صدقي جيءُ:
لاهِ فراق فقير ڪون، والِي ويجهو ٿيءُ:
تون پڻ ان جو ٿيءُ، جو نوڪر تنهنجي نانوَ جو.
11
سَيِئِي ڏيج ساري، سنيها ڪي سَجّڻان:
اوهان پاڄهون سُپرين، هُت ڳوندرَ ڳذاري:
گهَڙِي نا گهاري، ميان محبوبن ري.
12
پَکِي سوئي پَرَ، اَڄ اُڏاڻو اوڏهين:
رسيو وجي اُتهين، سو پانڌي منجهه پَهَر:
آڏو عجيبن جي، ڪيائين سڀ خَبَر:
هُت عاشِقَ ڪي اُوهان بنا، هِنيڙي منجهه حَشَر:
تو اوتي اڪڙين مَون، باراني بَحَرَ:
هاڻي ڏيو دلاسو دلبر، متان عاشق اُت مَري وڃي.
13
ڏار چڙهيو ڏاهو، تو ڏئيم دلاسان دل ڪي:
ته صبح سانباهو، هو اَچڻ جو عجيبَ ڪي.
14
پکيڙا پُوياڻ، لَڙهان موتين سَنديُون:
آءُ اُڏامِي اوڏڙو، تا جهولِيءَ ۾ جهولياڻ:
سَيَئِي ڪنپ ڪتوريءَ ۾، لاڪيڻان لوياڻ:
پوءِ سارو سَمهوياڻ، هِڪ هِڪ ڪري هَٿَن سان.

ڪافي 1
آيا ڏنوَ، آيا ڏنوَ، چئه ڪي پانڌِي آيا!

پرينءَ ڪي هِن پارَ ڏي، سَلِ ڪي ساتِي، سَعيا!
طرف اسان جي ڪَهُ ڙي ڪانگلَ، ها روح سندن جا رايا!
وري سگهو ميان ونءُ اوڏاهين، جو سُورن اَسين ستايا.
سچو ساري مِيان گهٽو سنيارَ، سَجَڻ پِي ڪي ئي سِڪايا.

ڪافي 2
چَشمن يارَ جي مون تي، چئه جا چوٽ چلائِي!

درد مندن جِي دل اَچانڪ، آٽي عشق آڙائِي.
اَسان نماڻن تي روز ازل ڪون، چَوُ تَنهن جي حُسن هلائِي.
بِنهِي اڪڙين سيف ستم جي. چَو جا آٽي چمڪائِي.
بَڙچِي بِرهَ جِي سِيني اَندر، سچو هِن خيالُ کُپائِي:

ڪافي 3
منهنجي زاري زاري، سُهٽا سائين تو سان!

معلوم تو کي ڳالهه اسان جي
يارَ سجَڻ سا ساري ساري.
هِيءَ تا هيٺِي واءُ وهيٺِي،
بِره اوهان جو باري باري.
دوستَ هِئين ۾ يار سمائين،
گهوٽ نه وجهج گهارِي گهاري.
اَصلَ لاڪون آهي اوهان سان،
يار اسان جِي ياري ياري.
طرفون تنهنجي يارَ سچوءَ کي،
آهه ڳِچيءَ ۾ ڳاري ڳاري.

ڪافي 4
يارَ تو سان، ڪي تا ڏينهڙا لَنگهايَم!

راتيان ڏينهان سِر تي ڪيئي، ڏکَ جا مينهڙا وسايَم.
پُڄاڻا اوهان جي ڏاها، ڏاڍا سي پور پرايَم.
سِڪ تنهنجي سُپرين، سارا ئِي سورَ سَلايَم.
پرين تنهنجي يارَ جا، ڏيهاڙي سي پنڌڙا پُڇايَم.
سچو سي ئي آيا جَن لئہ، فالان ٿي روز وجهايَم.

ڪافي 5
ساتِي منهنجي يارَ کي،
ساري ڏيج سلام!

پِرت منهنجي روز اَزل کان، تو سان مُحب مُدام.
چئِي مَڪا هُئوَ يارَ سَجڻ، ميان، اَچڻ جا اَنجامَ.
اَوهان جي نِي يارَ اَچڻ جا، هُلَ پَون هَنگامَ.
سچوءَ جيها ڪيترا، تنهنجي در غُلامَ.

ڪافي 6
تو سان يارَ سجڻَ، منهنجي پِرت اَصل ڳون پيئي.

اَصل اسان جو عشق توئي سان،
ڪوڙيين آهن ڳالهيون ڪيئِي.
ڪڏهن مُکو- ڪونه اسان ڏي،
ڏکين نياپو ڏيئي.
اَسين توئِي سان هِڪ ٿينداسين،

وچون وائِي هِجر جِي ويئي.
سي ئِي سانپِج ڳالهيون اَسان جون،
جانِي ڪيڙم تو سان جي ئِي.
جي ئِي ڪَيا هَم قولَ توئِي سان،
سچو پاڙيندس سي ئِي.

ڪافي 7
ويهي هِت ڪِيئن وسارين؟
پِرين تو کي پاڻَ پُڇَڻ تا!

جيهو تيهو آهه اسان جو، چئہ جو دوستَ چون تا.
ڪڏهن ماندو متان ٿئين تون، تنهنجي اڳڻ اَچَن تا.
جڏهين ٿين ٿيون هُت پچاران، تڏهن هِت پورَ پَون تا.
پِرين تو ڳون پَري نہ آهن، ويڙهي جَڻُ تہ وسَن تا.
ماندو مَتان ٿين، خوش تِي سچو، هو اَچُ گوش ڳذارن تا.

ڪافي 8
مانَ پِريَن کي پوي، ڪَن فرياد اَسان جِي!

عشقَ جو ماريون سُٺو سَپيئِي،
اديون ڙِي ناهِيو اوي.
هن نماڻِيءُ جو يارَ سَجڻَ کي،
حالُ وجي ڪو چوَي.
هِيءَ تا تَن رِيءَ راتو ڏينهان،
راند روئڻ جي روي.
در دوسَن جي ڪيئي آهن،
سچوءَ جيها سَوي.

ڪافي 9
ساڻِي تون يارَ مُنهنجي کي،
نيئِي پَهچاءِ سَنيهو هي!

تہ قيد الماء جي قسمت، وڏِي، دوري تو ڳون مون کي.
سي پاڙج واعدا پنهنجا، ڪيا هُيئي يارَ جانِي جي.
ڪتابَن ۾ وڏم مُنهن تي، تہ تي خورسَندگي حاصل،
لڳي دل اوچتِي تو سان، وساري بِره بي تي ٿي.
مون کي تو تا فراقِي ڪيو، اِها فرياد ڪنهن کي ڏيان؟
هو جي ڳالهيون ڪِيُئي سانولَ، سچوءَ کي ياد آهن سي.

# متفرق ڪلام

## بيت، دوها ۽ هدايتون

### بيت سنڌي روجهن بابت

1

روجهُون رڻُ يادِ ڪيون، اُپيون رتُ رئَن؛
هر ڪنهن ويلَ هُئَن، اِهڙن اوراتَن ۾.

2

روجهُون رڻُ ڦِٽو ڪري، لاهِ لهِي آيون؛
ٿِين تار نہ ترايون، جو مُند نہ اُنَن مِينهڙا.

3

مُندين مِينهن اُنانِ، وري روجهُنِ رڻُ ڦِٽو ڪيو؛
ڏولائيءَ جا ڏينهڙا، گهٽا گهر ڏنانِ؛
اُنهيءَ ڳؤن اَرمانِ، لحظي مَنجهه لهي ويون.

4

مُندين مينهُن پيونِ، ترايون تارِ ٿيون؛
وڄڻُ مٿين ماٿرين، ٽاڪن تي ٿيونِ؛
وِسري ڪينَ ويونِ، سورڻُ ريجاٽِن جو.

5

هنيَڙو چِڏي هُتِ، ٿيون روانيون روجهون؛
ڏڪيا اَوسَر ڏينهڙا، ٿيون گُذارِن هِت؛
اَنئي پَهر چِت، وطن ٿَن نہ وسري.

6

رڻُ چِڏي روجهُون، ڪا ڏس چِتائي هَليون؛
جيلهان مُند اُنا نہ مِينهڙا، تيلهان ٿيون ڪوجهون؛
لُڪَنِ جون لوجهُون، جَرين جالِڙَ هَليون.

7

ماٿر مينهن پِيانِ، روجهان موٽي آئيون؛
اَوسَر سَندا ڏينهڙا، وسري سپ ويانِ؛
ٽاٽا ٿر ٿيانِ، ڦَٽيون ڦوڙيون گڏيون.

8

جڏهن ٿيا اَبَر، تڏهن روجهُن ڳاٺَ مٿي ڪيا؛
موليٰ وچڙيون ميڙيون ، جن ٿي گذاريا اوسَر؛
پهاڙيءَ جي پاندَ ۾، گڏجي ڪَن گُذر؛
ٿيون سيپئي سَر، لَنگهيَن ڏڪيا ڏينهڙا.

9

جي ڦَٽيون جي ڦوڙيون، اُني اَچي گڏ ٿيون؛
اوسَر ڪَيون هُيون، اورَنِيون اوريون؛
لَڪين ڪِروڙيون، رڻُ سپوئي روجهيون.

10

روجهڙين اُتاءُ، لنگهيا اَوسَر ڏينهڙا؛
موليٰ آندا مِينهڙا، پنهنجي مهر مٿاءُ؛
جي هيون ويچاريون وِچڙيون، هڪڙيون ٻيَن ڪاءُ؛
ويُن ڏولُ وِچاءُ، اُني اَچي گڏيُون.

11

آسَروند آهين، روجهون راٽيون رڻ ۾؛
اُپيون پيون اُپ ڏي، ٿيون وائِڙيون واجهَائين؛
رڙيون ڪيو رڻَ ۾، ٿيون ٻُوندون ٻَرسائين؛
تنهن ڪُنڊ ٿيون ڪاهِين، جنهن ڪُنڊَ وَسَن مِينهڙا.

12

سچو رک سَماءُ، تو ماٺهو روجهن سان گڏين؛
هاٺي صبر مَنجهہِ ئِي آءُ، ڪمائي پوري ڪري.

13

آيون وَس چِڏي، مُندين اُنَن مينهڙا؛
موليٰ سندي مِهر آهہ، جي وچڙيون گڏ گڏي؛
لٿيون لاهَ لڏي، روجهون ريجاٽِن تي.

14

رٽُئُون روجهيُون آيون، وين اوسَر ڏينهن؛
مندين اُنن مينهن، ڪيئون رُخ ريجان تي.

15

رٽُئُون آيون روجهون، جو سنپاليائون ديسُ؛
مُندين اُنَن مينهڙا، وسري وين پرديسُ؛
جي هيون اُني ريءَ اُديسُ، سي پُڻ سرهيون ساهَ ۾.

16

جي اوسَر ڏسِي روجهيون، رڻَ چڙهي ويئيون؛
تن ڪي وجي اُتهَين، پَلڪان ڪي پيئون؛
پوءِ مُندين اُنن مينهڙا، سَبزيون سپ ريئيون؛
ڊِوَ واري ڊِيئيون، ڊِليون ڳاهَ ڳُلن تي.

17

رڻِ چڙهي روجهان، ويون وري ڪَٽُ ڪري؛
سَبز سِيٽيون آئون ساوڙيون، سَيڪا چاڪُ چَري؛
پُري آئيون پِيئي تي، پَهاڙؤن پَري؛
ويَن ڏولائي ڏينهڙا، سَيڪا پَلُ پَري؛
سچو مون نہ سَري، ريءَ ميلائي سَڄَٽين.

18

جي رڻ چَڙهيون روجهَڙيون، ڪيون ڏولاون ڏِڪيون؛
جبلن سَندي جهولِئين، ٻِرُ هيون ٻُڪيون؛
ٿيون هاٽي سپ سُکيون، جو مُندين اُنَن مينهڙا.

19
هِنيون لاهي هَليون، روجهان رڻ چتاءِ؛
موٽي مِهر موليٰ جي ٿين، جو اُنن مينهن مَتاءِ؛
ڏولائي جا ڏينهڙا، لاٿا پاڻ خداءِ؛
وري پنهنجي ديس ڏي، وريون جاءِ بجاءِ؛
واري وسَ وساءِ، ڪا رازق روجهڙيَن تي.

20
روجهون وني واٽ، هليون ٿَرايَن تل تي؛
گولاڙن جي گس تان، چَٽن مِني ماٽ؛
لاهي اُج اُساٽ، راهِي ٿيون رڻ راهَ ڏي.

21
روجهون ريجاٽن تي، لنگهي لَس ويون؛
بوندون جِت باران جون، پَهاڙين پيون؛
رڻ ۾ سي رهيون، جن پنڌ نہ ڪيو پهاڙ جو.

22
راهي ٿيون رڻ راه ڏي، لاهي اوسٽ اڃ؛
پهاڙيءَ مان پُڃَ، روجهون ڪيا رڄَ تي.

23
راهِي ٿيون رڻ راه ڏي، لاهي اُڃ اُساٽ؛
اَڇي وُٺُن اوچتو، وڏڦڙو ۾ واٽ؛
رعد جي رڙين تي، ٿهي ڏنائون ٿاٽ؛
پُڳيون منجھ پهاٽ، لَٿن سِڪَ سچو چَوي.

24
ونِي وٽ پَهاڙ جي، هليون منجهان هيجَ؛
رِسي مَٽي ريجَ، پانڌوڙيَن پيا ڪيا.

25
رڻ چڙهي روجهون ويون، ڏسي اوسَر ۽ اولا؛
اُنا مينهن مِهر جا، مِهر ڪئي مَوليٰ؛
روجهيون ريجهيون، ڏسي ڪري ريجڪ رسيلا؛
واحد وسيلا، پئَن تي پڌرا ڪيا.

26
روجهُن زارو زار، اُيي رنو رڻ ۾؛
رڙيون سُٺي رُليُن جون، سعيو ڪيو ستارَ؛
ساري ساز سُروڌَ سان، سارنگ لَڏين سارَ؛
روجهن ساڻ رهاڻ لئہ، ڪِنوٽين ڪَئي ڪيڪارَ؛
تهي هليون ٿيلن تي، سُٺي گوڙ گجڪارَ؛
وسي وسَ وڏي ڪَئي، وسڻ جي وسڪارَ؛
تانگهيون تارَئون تار ٿيون، ترايون تلهارَ؛
سَچي لَڏڙي سارَ، سِگهي سڪَ وارئين.

27
ڦوڙائي جون ڦَٽيون، ڦوڳيون ٿيون ڦولهين؛
اَبر سندي آسَري، ٿڪَر ٿيون ٿولهين؛
گِوليو ٿيون گِولهين، ترايون ٿَر پَريون.

28
منداڻتا موٽيا ، روجُهون چَوَن روئِي؛
قسمتَ قيدالماءِ کي، ڪونَ جهَلي ڪوئِي؛
سائين سِگهوئي، ڪَندو وسَ ولهِن تي!

29
منداڻتا موٽيا، روئِي چَون روجهون؛
ڪميٽيون ڪوجهيون، قادرَ تنهنجيون آهيون!.

30
پانڌوڙيون پهاڙ جون، رٽين ڪوه رهن؛
لوچي سي لَهَن، جن سچو پَڌو سندرو.

31
ماٿر متاهان پنڌڙا، پانڌوڙيون پُرن؛
سانگن متي سَرڙا، چَريو سي چَرن؛
وري ٿيون ورن، سچل سي ساٿيهه تي.

32
چِڏي رڻ راهِي ٿِي، روهَن متي روجهہ؛
بيلي پَئي بوجهہ، چَرڻ جِي تنهن چِت ۾.

33
روهَن اَندر روجهڙيُون، ڪيون ڏکيون ڏولاون؛
سچل سي ساون، سُکيون ڪيون سُکديسَ ۾.

34
پَلر پَهاڙين پَلٽيا، واحد ڪَين وسَ؛
لنگهي ويون لَسَ، روجهون راجاٽَن تي.

دوها

شَي آهيان ڪاڪيون ڪهڙي، جا سمجهي نہ جاڻان!

بعضي پايان پُتلي، يا آهيان گُڏيءَ ڏور،
يا گوءِ آهيان هٿ يارَ جي، يا وانگيءَ وانگر زور.

يا تا محل آهيان، جنهن ۾ شهنشاهہ،
ٻوليون ڪري ڪيترين، تو درنئون داناهہ.

يا تا گهوڙو آهيان، جو هَلائي هَسوار،
يا تا موج درياهَ جِي، جا ٻوڙي ٿي ٻاهار.

يا مِهنديءَ گل تا آهيان، جنهن اندر لالائِي،
يا آهيان گل گلاب جو، جنهن سِر ۾ سرهائي.

يا تا چشمو آهيان، جو اَبر پَريو آب،
تنهن ۾ سايو سج جو، يا پاڇوئي مَهتابُ.

يا تا پاڇوئي حق جو، آءٌ اَصل ڪون آهيان،
جنهن ۾ ڳالهہ ناهِ تا، سو پيي تا ناهيان.

ڳالهہ سَچوءَ تا سَمجهِي، ڪون هاديءَ اِهائِي،
تا غير خدا جو ناهيين، آهين صاحب سدائي.

هدايت 1

رمزان سي هاديءَ جون، ميان،
جيڪي چيائون مون ڪي سي سَلَڻ ناهن،
هوءِ هوءِ - ذريون آهن دل تي!

ڳالهيون ڪري ڳُجهہ جون، تا صاحبَ سَمجهائِين،
لااِلہٰ ڪون اڳئان تا هادِي هلائِين،
سَمجهڻ سَمع بَصَر جو تا فائِق فرمائِين.

خوديون خاص نہ پائنجو هِي نِت نِت نمازان،
جاٽو پَلي ڳالهڙِي هِي سوز و گدازان،
اَنٿو اَناالحقَ جا اِهي عِبرت آوازان.

هَي هَي هِڪڙِي ڏينهڙي، تا هادي اِئين چوَن،
جَن نہ سمجهي هِت ڳالهڙي، سي سُيان گهٽو رون،
جَن سُڃاتو هتهين، سي هُت پي اِئين هُون.

جيڪي پَليون ڳالهڙيون، اُنهن پُڇَڻ پَري آهہ،
ڪوڙا قصا ڪُهہ پئا يار- سُڃاڻ سَواءِ،
پُرجهَڻ آهي پاڻ ڪي، ٻي پَلي بات نہ ڪاءِ.

هاديءَ حقيقت جي، يار، موتِي هيئن چيو:
آقا آهي هيءَ ادا آهي ڪونہ ٻيو،
جي ئِي لنگهيا سَڀَ ڳوڻ، يارُ مقصد تن ٿيو،
سائين ساڳيو سو اَٿو، جو وجودؤن ويو.

هدايت 2

مرشِدَ هادي رهنما، تا سَمجهائِن اِئين:

هُو ٿون جاڻج پاڻ ڪي، متان هيءُ ٿئين،
وحدت جي چوگان ۾، اِها گوءِ نِئين،
سچو ساڻ يقين جي، هِي حال ڏي هِئين.

هدايت 3

هادي ويڙهي آيو، هاڻي سائينءَ هِيئن سمجايو،
والِي ويڙهي آيو!

ڪڏهن ٿيو ڪونڪو، عاشقِن آرام، ميان،
راتو ڏينهان تن اُتي محبت جو ماتام، ميان،

خاڪون هَلج خاص تي ڪر پاڻيءَ ڳوڻ پرواز، ميان،
چڙيءَ چَنبو مارئُي، تي شاهِين ۽ شهباز، ميان.

جيڪو اَصل آهي، ٿيو هاڻي سو سلطان، ميان،
گهوڙي چڙهندِڙ گم ٿيو، پيو گهوڙو ۾ جولان، ميان.

گرد ڳجهو ڪيو طالبو، اهو گهوڙي جو هسوار، ميان،
گهوڙي وارو گم ٿيو، اُپريو گرد غبار، ميان.

آيو بحر جوش ۾، تڏهن موج پَئي ٻاهار، ميان،
هَي هَي آيو نانءُ ۾، ٿيو ساوڻ جو سينگار، ميان.

لُڙَ منجهَون ٿيو اَجو ڪارو، اَصل سو درياہ، ميان،
بيحد رنگ گهٽا ٿيا ٻاهر، هرڪو ٿيو گمراہ، ميان.

سانوڻ لٿو، هڪ تِي تڏهن پاڻي موتيو پوءِ، ميان،

ڪارو اڇو لُڙ ٿيو، اهو سارو سمونڊ ءِ ، ميان.

نانءَ لَهِي ويا ٻاهريان، اهو باقي رهيو نام، ميان،
ڪوران، ڪَسيان، واهڙان، هت ڪلي ٿيا گمنام، ميان.

هِت سَپِيئِي درياهه ٿيو، ٻيو ڪوڙا لٿا نانءَ ، ميان،
اول آخر هڪ ٿيو، ويا وچائون گنان ، ميان.

اصل جيڪي هوس آءٌ آهيان هِت پي سو، ميان،
آخر ٿيندس وجي اُهوئي، هڏ آهِيان ڪونہ ٻيو، ميان.

اکيون اکڙين ۾ رکي، تون پنهنجو پاڻ سُجاڻ، ميان،
پوي نظر جت تانهنجي، تت پنهنجو چشم چال، ميان.

اکيون اکڙين ۾ رکين، تا هِت هُت تون هين آءٌ، ميان،
جي خبر اکين جي لَهيين ، تا تون نرالو نانءُ ، ميان.

اکين مون معلوم ٿئي، اِهو صورت جو سينگار، ميان،
سچو سارو سچ ٿيو، ٻيو ناهي تفاوت وار، ميان.

# ڪافيون

ڪافي 1
اڄ تون اسان وٽ آءُ، تون مينهن والَ ميهارَ، ميان!

پاٽي اُپڙڻ نا ڏئي، هڪ ويريون ۾ بيو واءُ، ميان.
ڪارِي، ڪُن لَهريون لسان، دورَ وڏي درياءُ، ميان.
ساهَڙَ سببون تانهنجي، سَرتيون ڏين نہ ساءُ، ميان.
پِرين وڙئون پانهنجي، سچوءَ لَهُ سماءُ، ميان.

ڪافي 2
لَڙ وهي لوهاٽو، يارَ، وي!

سا ڪيئن ترسي تار ۾، جيءَ جنهين جهوراٽو.
ڪاهيو پوي ڪُنن ۾، ڏِنس عشق اوراٽو.
ساهڙَ پاجهون ساهَ ڪي، ڪيو ورهَ ويڳاٽو.
سانولُ سدا آهِ مُون، اوهِين سيئِي ٿيون جاٽو.
پچندو اَچي پاڻهين،سچل يارُ سِياٽو.

ڪافي 3
آڪوڙِي! آءٌ ڪير آهيان، ذات نہ ڄاڻان ڪير!

سَهي ڪَري ڪين سگهان ٿو، پيئر پنهنجو پير.
ڪاٿئون ٿِي آءٌ ڪاٿي آيس، پرٿئون پاتم پير.
ساڳيو ئي سو رانجهو آهيان، تنهن ۾ ڦندُ نہ ڦيرُ.
پاڻؤن جاٽي پر گهمايَم، سُرهو ڪَيَرَم سيرُ.
جوڳِي ٿي ڪَرَ جوڳِ پچايم، ڏاڍو ڪَيَرَم اَنڌيرُ.
مَڪي مَنجهہ مَسيت بڻايَم، جٽيو جيسلمير.
سچو نانءُ تہ آهي منهنجو، هَڏِ نہ آهيان غير.

ڪافي 4
ساٿي ڙي ديسَ دلبر جا، سِگهو وڃ پار پرين جي؛
خبر ڪا خيرَ جي آڻين، آهي خوش خاص سو مَظهر!

پانڌِي پيغامَ هي ني تون، سنياري دوست ڪي ڏي تون،
ڳالهيون ڪر ياد پي ڪي تون، آهينم تون دل گهريو دلبر.

عاشق ايڏهن نهاري ٿو، تو لئہ گوندرِ گذاري ٿو،
سَجَڻ تو سَرس ساري ٿو، اُوهان لڳ آهِ مُنتظر.

زياده ٿو ڪري زاري، ڪيائين سَوَ ڳچيءَ ڳاري،
مَ ڪج تنهن گون بيزاري، ڏسي ڏوهن سندو دفتر.

دردَ ۾ دل بَجانو ٿيو، اُتي يَڪدل يَگانو ٿيو،
وٺي نياپا روانو ٿيو، رسيو تاروءِ وجي رهبر.

اڳيون پِي باجهہَ هُت پيئي، وائي تا هجر جي ويئِي،
دلاسا دوست ڪيا ڪيئي، لِڪڻ ڪون هِن اُهي ٻاهر.

آهي سڀ خيال هِي منهنجو، اوڏنهن ويو حال هي منهنجو،
سچُو ري سوالُ هي منهنجو، حضوريءَ ۾ ٿيو حاضر.

ڪافي 5
تنهنجي چشمن چيٽڪ لايو،
آءٌ هاٽي ڪئن ڪريان!

ڪَلَ نہ مون ڪي ڪا هئي، عشق اَچانڪ آيو.
دل اسانجڙيءَ لعل لپيٽيو، رمزن جو رنگ لايو.
سدا گهُرجي سچوءَ ڪي، محبت جو نِي مايو.

ڪافي 6
يارَ ٿئين وجي ياڪي،
متان هي وسارين، ميان!

ٻيو سَپو مون وسريو، برهُ رهيو هڪ باقي.
تنهنجي طالبَ آهيان، محبَ مون تا ميثاقي.
ڪم منهنجو ڪيچ ۾، هاڙهو سَڀُ هَلاڪِي.
لاهج پنهنجي لطفَ سان، گوليءَ ڪون غمناڪِي.
ڪَر پاڃاٽي پنهنجي، سچُو هيءَ ڪساڪِي.

ڪافي 7
هِيءَ غريب نماٽي،
ڪيئن بيراڳِڻ ڪَيَئہ!

معاف مدايون ڪَر تَنهين تَون، الهہ لڳ آرياٽي،
پيش اچي جا پَيَئہ.
بِينِي آهيان يارانهيءَ تي، حُب منجهؤن هوتياٽِي،
ڳالهہ چُڪِيءَ جا چيئہ.
هڪ خيال نِي دل تي تنهنجو، تنهن ڪَيَس جوڳياٽِي،
خيال ٻيا سڀ ڪَنيَئہ.

وعدن واري ڳالھ اَسان سان، هوتَ ڪَيَئہ جا هاٽي،
ڪيئن وسرِي سا ويَئہ.
ڏک ڏوراپا کهڙا توسان، پرين سا ڪيئہ پُڄاٽي،
نال نماڻِي نہ نِيَئہ.
پَري نوڪَ نيھَن جِي سائين،سچوءَ ڪي نِي سُڃاٽي،
هوت پَري جا هَنيَئہ.

ڪافي 8

عِشق اسان وٽ آئُ، اچي تو تا سانوڻ لايا!

چنچل چيهل تي چوڌاري، مينهن رات ڪئي موچاري،
عزت لڌي آسمان، پرين اچِي پير گھُمايا.

بوندَ بِرهَ جي بَرسي باري، جوشَ اڪِيَن مون جَرَ ٿيا جاري،
بيحد ٿيا بارانَ، اصل ڪون واهَ وهايا.

گل ڦُل گاهن ڪئِي گلزاري، مَجيائون سارنگ جي سرداري،
سَهسين ٿيا سامان، اڪين اچِي آگمَ لايا.

يار سَچَل چئي مُحب مِليا سي، بيشڪ دل جا دردَ لٿا سي،
شاهِي رکيائون شان، اچي ٿَن حُڪم هَلايا.

ڪافي 9

عِشق پنهنجي جي خَبر جي ڪَنهن اَدا عاشِق آهي،
مُشرڪ ۽ مُرتَد آهي، توڙي اهو تارڪ آهي.

جو ٿيو گُم يار ۾، پاڻ ئِي کون لا تعلق آهي،
پانهنجي هُوٽئون اُهو، هَر فعل ڪون فارق آهي.

ڪُفر ۽ اسلام ڪون، لاڙو انهيءَ لاشڪ آهي،
رمزتا هِن راز جي، سمجهي سوئي سالِڪ آهي.

دائم دُوئيءَ وارن نظرَ، هڪ خلق بيو خالق آهي،
اُپٽي جو عبرت جون اکيون ، تنهن کي مڙيوئي مالڪ آهي.

جِيئن هاديءَ فرمائيو، سوئي سَيو برحق آهي،
سو سچوءَ مُرشد سچو، سو پير عبدالحق آهي.

ڪافي 10

جيءُ آئين پَلي آئين تون،
ڪنهن منزل مون پهچائين تون،
تو موتِي سِرُ وڍائين تون!

سرمَدَ کي ڏيئِي لَٽ ڪهايئِي، سوريءَ تي مَنصور چڙهايئي،
شيخ عطار جو سِرُ وڍائِئي ، هاٽي هيڏي پنڌ پُڄائين تون.

زڪريا ساڻُ ڪرٽ چيرايئي، يوسف کي مَنجھ کوهَ وجهايئي،
شمس مُلن جي هَٿئون مارايُئي، عاشِقَ تو آزمائِين تون.

جٽيو ڪفر صنعان وجهايئي، بُلي شاھ کي ذبح ڪرايئي،
جعفر کي درياء ٻوڙايئي، تن کي پار لنگهائِين تون.

گهاٽي ۾ بلاول پيڙايئي، عنايت ميدانَ مارايئي،
ڪرمَل کي هِنَ حُڪم هِلايئي، ڦيرُوءَ ڪَنڌُ ڪَپائين تون.

قاسِم دُرن ساڻ سَنايئي، موسيٰ کي بي سُهاڳَ ونايئي،
اکيداسَ تَعزير ڏِوايئي، سو اَڄُ ساڳِيو آهين تون.

سچو سَندءِ پنڌَ پُڄائي، گهوريو پنهنجو سِر گھُمائي،
نِيهن واري ڳالِھ ڳالهائي، عاشق ٿي فرمائين تون.

ڪافي 11

حڪم تنهنجو تو هلي، پَر ڏوھ پاڻ ئي کي ڏيان!

آهي فعالءُ لمَا يُريدُ، نانءُ هِيءُ ڪاڏي نِيان؟
آهي وَبي يَنطِقُ وَيُبصِرُ ، تر نہ توريءَ جيان.
جاڏهن اچي ظاهر ٿئين، هَل هيجَ! مَون تاڏي هيان.
يَرجِعُ اِليٰ اَصلِه سُڻُ مامَ هِيءَ مُون هان مِيان.
گمنام غمزي ۾ ڪرين، ساڳِيوسچو سُوئِي ٿيان.

ڪافي 12

دِل چَيَن سان جي چُمين، پير مُغان جو آستان،
محبتَ سچي محبوبَ جي، بانڪا وجي تون باس تان.

ڪي ڏينهن مون دلدار لئہ، ورد ۽ وظائف ٿي پڙهيا،
جڏهن عشق آرانيا ڏنا، ٿيون خود خدا جون خواستان.

جڏهن شوق مون شامل ٿيو، بيو خيال خاطر ڪون ويون،

هڪ واسطو تنهنجو رهيو، وسري ويون پيون واسطان.

راهون سيئي گمراهه ٿيون، جي مون پڇين تون ڳالهڙي،
ڪر ڳُذري ٻئي گوڙ ڪان، اَٿئي راهُ رب جي راستان.

رنگ روح ڪي جيڪو لڳو، دنيا ۽ عقبيٰ پڻ پَڳو،
غمزي تنهن ڪم ڪُل ڪيو، وهواه ٻيا وسواس تان.

عشق جي ڙي جيڏيون، ناهي تماميت ادا،
چاهون چوائي تو گهٽو، هِي درد مون ڪي داستان.

سچو سدا سِڪَ ۾ رهين، متان تون جهَلين روٺيُون اکيون،
هت درد وارن جي پرين، پاڻهين ڪرن ٿا پاس تان.

ڪافي 13
ڪَنهِن سان ڪَيَم نہ ڪَلَ،
جو سودو آندم پاڻ سان.

سودو ڪَنهِن نہ پُڇيو، آيس ۾ مشڪل.
گران قيمت ڪون سَيَئي، مونيا تنهن مَهَل.
سودي ههڙي جي اُتي، لاهن سڀ نقل.
ميزون موڙن تي ڪري، عالَمَ ڪَئي اُجَلَ.
حال ڏسي تا هُنَ جو، جيئڙو منجهه جَنجَل.
ڏوهه نہ مون ڪي ڪو ڏيو، پئي خَلقَ منجهه خَلَلَ.
سچوءَ سرفراز ڪيو، آٽي سو عشِق اَجهَل.

ڪافي 14
صحي سجاتوسي، هاٽي اَصل اسان جو تون آهين!

عاشقَ متان اوتيين، پنبٽيَن مون پاٽي.
ڪڏهن اسان جي ڳالهه ڪون، عذر متان ڪو آٽي.
عاشق مِني ڳالهه جي، ميان، وَري تا ڏين وراٽي.
ڏينهن ئون نئين آهي سا، ميان، ناهي سا پرت ٻُراٽي.
تن ۾ تنهنجي اصل اَسان جي، سچو ري سِڪَ سَماٽي.

ڪافي 15
آهيان اوهانجَڙو اُئين- دوست چوين ڪير آهين؟

پرين ڏسج تون پاڻَ ڏي، آءٌ ٻانهو تون سائين.
پنهنجي درئوُن سُپرين، پير منهنجي در پائين.
ڳچيءَ پائي ڪپڙو، ميان، پرينءَ ڪي پَرچائين.
آءٌ اوهانجڙو آهيان، چِت نہ مان تَون چائين.
ديدان ڪڻُ تون مَتي الله لَڳ، ميان، سچوءَ ڪي سَرچائين.

ڪافي 16
جيڏيون مون ڪي چو ٿيون جهليو،
وينديس پرينءَ جي پار!

هُنَ پَرِ پيرا تي ڪريان، جو مون هُتِ روح رَليو.
ڏانهن گهٽا ڏينهَڙا، مون تي عِشق اَليو.
روح پريان جي پارَ ڏي، وني سا حُبَ هَليو.
پريان سندي پارَ ڏهون، پاڙيچون نہ پَليو.
سچوءَ جوڙِي سَرتيون، محبَتَ مَن مَليو.

ڪافي 17
منهنجو هِنئڙو وجي پيو، پرينءَ جي پار، وو!

سپيريان ڏي سرتيون، مون ڪي نيهڙي نيو.
ڳُٺين ڳالهيين يارَ سَجَڻ جي، سوگهو ساهه ڪِيو.
پاٽون پائي اگڻ اَسان جي، لالن شال لِيو.
جَڙ لڳي هُيوَ جيڏيون، تہ ڪِيئن مون ڏوهه ڏيو؟
سُپيريان جي سِڪَ ۾، مون سان ٻيلي ڪوئہ ٻيو.
سگُ سجڻ سان سگ سچوءَ جو، جيڏيون جيءُ ٿيو.

ڪافي 18
دل جا دلبر يار، سگهو سگهو اِيندو رهين!

اسان نماڻن جي ناءُ سائينءَ جي، لهين تون سار سنيارَ.
پار اوهان جي ڪيئي مڪاسين، قاصد سَوَ هزار.
اوهان ٻاجهون يار پيارا، اَچن تا اُوتار.
سي تون پاڙج پرين پانهنجا، ڪَيوَ جي قول قرار.
هوءَ جا هيڙي مٽي منهنجي تي، ڪرين سا معاف ميار.
سچو اوهان لئہ يار سياڻا، روئي سو زارون زار.

ڪافي 19
پڇو نہ منهنجي ذات، جوئي آهيان سوئي آهيان!

اچڻ اَسان جو ٿيو اُتاهين، جاتي ڏينهن نہ رات.
ظاهر آهِ زبانون منهنجي،الاقرب سندءِ ڪلمات.
سچو سِرِ سهِي ڪر پنهنجو، عشق منجهون عِشقات.

ڪافي 20
مڙس ٿي منصور ٿيءُ، نہ ٿہ ڪيم چئہ منصور هان،
منصور جي منزل اتي ، ڏاڍا تماچا تهمتان.

سگھ نہ جي ساري سگهين، منهن رکين تنهن تي مٿان.
جو چوڪراٽيءَ ۾ پئِي، رانديون روين راتو ڏينهان.
احوال سڀ اسرار جو، سائين عشق کي آهي عيان.
ٺَڙڪو نڱيءَ ۽ ناهہ جو، ناحق ڪرين ٿو ناتوان.
هِن ڪي چيو هُن ڪي چوين، آهيان لاهوتي لاطمع!
منصور جي تنهن ملڪ تي، آهن سدا نوڪان نوان.
سُڻ سچو تون سمجھ رک، توکي چڱائي ٿو چوان.

ڪافي 21
وهيان وساريان ڪيئن، جيڏيون جي لنءُ لائي ويا!

گھوري چڏيم هي گھر جايون، بره بهيران پنيءَ لايون،
پير نہ پوءِ ورايان، وري سنياريان ڪيئن؟
شهر پنيور ڪان ٿيم آزادي، ڪيچ ويندي ئي ڏنم شادي،
تنهن سان نينهن نباهيان، پوءِ نهاريان ڪيئن؟
تي ئي منهنجي دلڙي ديواني، محبت ڪيڙيس آءٌ مستاني،
در ڦيريون پايان، هت گذارايان ڪيئن؟
پور پرينءَ جي ڪئي پدرائي، اوڙي پاڙي وڃُتي وائي،
چاڪي عِشق چپايان، هُڻ گھر گھاريان ڪيئن.
ڪيچيڙن جي ڪم اَچان جي، رنگ- پَرِيَن جي رنگ رچان جي،
سچو ري گُڻ ڳايان، هي سرُ واريان ڪيئن.

ڪافي 22
اوهين پنهنجو پاڻ آهيو، ننگ نباهڻ وارا!

هيءَ نماڻي عيبَن هاڻي، هت مَٽئون مون نہ لاهيو،
- نيڻ وهائِن نارا.
عاشق سندوَ آهن اُداسي، چاه منجهون سي چاهيو،
- جي وره ڪيا وسڪارا.
ميلائيءَ جو مشتاقن سان، ناهہ ڪو سِگھڙو ناهيو،
- مَر تا ڪرن نظارا.
اصل لاڪون آهن اوهان تي، پاڻ پرين نباهيو،
- ڪم سچوءَ جا سارا.

ڪافي 23
ٿي تون رهبر راهي، پِريان سندي پار ڏي.

ڏيهہ انهيءَ جي ساٿي تون سگھڙي، آءُ لهي آگاهي.
تِر نہ هڪڙو ترس اِتاهين، والي آهي تنهنجو واهي.
هِن نماڻيءَ سان ناںءَ سائينءَ جي، ڪرين تون هيءَ همراهي.
درد اسان جي جِي اڳيان دوستن، ڏيندا هي نيڻ گواهي.
يار مسافر سگھو سچوءَ سان، آٽي تون ميڙ اِلاهي.

ڪافي 24
جاني جدائيءَ ماريو، ڏينهن ڏهلا سي گھوريا!

اَصل لاڪون آهيان اوهان جي، ويچاريءَ نہ وساريو.
ناںءَ سائينءَ جي اسان نماڻن سان، اَچي سو گڏ گذاريو.
مشتاقن ڏي مهر پئي تا، ڪٽي نيڻ نهاريو.
پري نہ پاٽُون يار ڪريجو، پنهنجيءَ وَٽِ ويهاريو.
سَگ سچو آهي در تنهنجي جو، پنهنجي سو ڪَڍ قطاريو.

ڪافي 25
ٿورا ڪيڏا مون سان لايا، يار سانگِيڙِي ميان!

جيئن چيوسي تيئن مجيائون، موتي نہ تن موٽايا.
چُپ چپاتي ويڙهي اسانجي، اَچ اَچانڪ آيا.
دل سان لايم هو جي دلبر، سچا سخن فرمايا.
ڏکن سکن ڏي ڪين ڏنائون، توٽي عاشِق تي آزمايا.
سچو هئاسي اُداسي جَن لَئہ، سي موليٰ محب ملايا.

ڪافي 26
اچ جو جوڳِي آيو، ناںءُ تَنهن جو نٿي جاٽان!

سر جهٽائون جوڳِن واريون، لڳين تنهن بسمو لايو.
ذري جوڳِي، ذري سنياسي، تنهن ساميءَ ناںءُ سڏايو.
ذات اِنهيءَ جي نٿي سجاٽان، چندين پاڻ ڇُپايو.
ڪڏهن نہ ڏٺم ڏيهہ اِنهيءَ ۾، موليٰ سو آٽي مِلايو.
ڏسڻ سان تنهن جوڳِيءَ جي، مون ڏاڍو پور پرايو.
سيرين بازارين گھڻ گھڻ گھنگھرو، ڇَم ڇَم تنهن ڇَمڪايو.
سوئِي ساڳيو رانجهَڻُ هُيَڙو،سچوءَ سِر سُٽايو.

ڪافي 27
هُتَئون هَلِي هِت آئين،
ڪَرڻ واپار ڙي وڻجارا!

وچ بازار جي چوسُولَ وچ ۾، پڙي پرت جي پائين.
شاهَ پنهنجي سان وعدو جو ڪيڙءِ، ڏينهن سمجهي چت لائين.
شاهوڪاريءِ جي ڪوني جا پائي، سا ويهج ڪِيمَ وَسائين.
وڻج وره جو ٿئي موتي لعلان، ٻي ڳهور سا ڪِيمَ ڳهُمائين.
سودو سَچَ جو آهي سچو هِي، ڪوڙ ڪَنگڻ ڪَچ ڪائين.

ڪافي 28
حُج ڦِٽي ڪِيَم هَاٽي، ماريس تنهنجي ماٽي،
الله جاٽي!

تنهن ڏينهن لاڪُون يار اُوهان سان، لايو نِيهُن هِن نماٽي،
الله جاٽي!
ويني ڏسان واٽ اوهان جِي، آءُ يَلا هِن ياٽي،
الله جاٽي!
جيهي تيهِي آهيان اوهان جي، سائين تون پاڻ سجاٽي،
الله جاٽي!
راتيان ڏينهان يار سَجَڻ ميان، تَن توئي ڏي تاڻِي،
الله جاٽي!
ڏوڙا طالع ٿِيَن سچوءَ جا، الله جي توکي آٽي،
الله جاٽي!

ڪافي 29
حال اَچِي ڏس هاٽي، وَهي تو پنبٽيئون پاٽي،
پاڻ جاٽين!
آءُ ڪنيزڪ مُلهه خريدڻ، سائين تون پاڻُ سُجاٽين،
پاڻ جاٽين!
سُڌ لَهج تون سِگهَڙي تنهن جي، جاني ڪَيَو جوڳياٽِي،
پاڻ جاٽين!
ڏيئِي ڏيکاري پاڻ چُپايُو، پلي اُها توکي ياٽِي،
پاڻ جاٽين!
روز ازل کون دَرَ تنهنجي تي، والِيءِ سا هِيءِ وکاٽي،
پاٽي جاڻ!
سيني اندر يارَ سَچوءَ جي، سِڪ سَندءِ ساماٽي،
پاڻ جاٽين!

ڪافي 30
مُلڪَ جا مالڪ ٻيا هِن، تون وِچَون بينين ٻَٽِي؛
هَي ڪَنهِن هِن حالَ ۾، توکي وڌو هَستِيءِ هَٽِي.

سير لِلّهِ سير باﷲِ، سير مون الله گهر؛
سير في الله لاهِ تون، خود کون وجي مَنزل ڪٽِي.

هِي جِيَڻ آهَ عاريت، جن جو آهَ تن کي وٽي؛
ڪڍُ وچَون تون پاڻ کي، اَندر ٻاهر آهي ڏٽي.

آهين امانت ٻِيَن جي، تون آهين ڪاتي ڪِينڪي؛
سِرُ هِيءُ سارو سهي ڪَرِهڪ ۾ ٽي چو تو ڳِٽين؟

انسان جو اولو ڪَري، سَؤ رَنگَ ڪَرين سَنسَارَ ۾؛
ساه کي هِيءُ ڳالهڙي، وَهَ واهَ جا سَچُو وَٽِي.

ڪافي 31
ڪم نہ عاشِقَ سو ڪرين، جَنهن ۾ تنهنجِي تعريف ٿئي،
ڪَڻُ ملامت کا متي، مَرُ ڏيه تو طعنا ڏئي.

ٻرہَ ۾ بَدنام ٿيءُ، ٻيو ڪِين ٿئي ڪَسبَن ڪِئي،
عشق جي درياه جي، چولِي چِڪي مَرُ تو نئي.

پوءِ تا ساري خبر دوست جي هِنَ پَنڌَ پئي،
راه گم ڪر پانهنجي، وَئون وڪَ نہ ڪنهِن ٻهڳُڻَ ٻئي.

ٻج حِجابان پڌر پَئہ، لونيو توکي کهڙي لِئي،
چا ٿيندو پوءِ تا سَچُو، هَي هَي اِنهيءِ ورهِ وئي.

ڪافي 32
سَل ڙي سوداگر، تون تا آئين وَني هِتِ سودو کهڙو؟

هُتَئون آٽي هِت ڪِيئن لڪايئہ، ڪٽي مُشڪَ عطرَ؟
هوکو هِت ٻيو ڪيهو ڳهُمايئہ، ڪَري تا ڳُم گوهَرَ؟
هِهڙي جوهَرَ جي هِتي، ڪَنهن سان نہ ڪَيئہ کا خَبَر.
پنهنجي اِڳيون ڪَيُئہ مڙيوئي، سارو مُلڪ مَشهر.
چاڪون تو تا شاه چُپائِي، هِيئن سا هَٽَ مُهر.
لکِي ڏنا تو ڪيترا، مُلَن کي مَحضَر.
لعلان لکين ڪيون پڌريون، سچو وي سَرورَ.

ڪافي 33

ڪيهي ڪَريان مهماني، يارُ اَڱڻ منهنجي آيو!

دوست ڳَڏيو دلجاءِ ٿي، هينئڙي لَٿي حيراني.
هن وَڙَ لائق هوس نہ آءٌ، محبَ ڪَئي مهرباني.
مشڪل جا هُئي ڳالهہ اسان کي، اُها ڪَيَئون آساني.
فضل ڪرم سان پاڻ بخشيائون، سچوءَ کي سُلطاني.

ڪافي 34

نہ مان مريد نہ مان پير، ساري فقرَ جو فقير.

نہ مان حاڪم، نہ مان ظالم، آهيان اَمُن جو امير.
نہ مان طاعَتَ نہ مان تقويٰ، آهيان ورهَ جو وزير.
نہ مان ڳهُمڻ نہ مان ڳهَتڻ، آهيان عِشق جو اسير.
نہ مان ڪُڇَڻ نہ مان پُڇَڻُ، آهيان دوست لئہ دلگِير.
سچوءَ ٻَڌ محڪم سِرَ تي، محبت جو مَنديرُ.

ڪافي 35

عاشق اکيون اُپٽي ڏسين، آهي مِڙيوئي يار، ميان-
ظاهر زباني ٿو ڪريان، عجب جيهو اِسرار، ميان.

اعتقاد فردا رکُ، اَچ دوست ٿيءُ اظهار، ميان-
جنهن کي پَسَڻُ هِت پرينءَ جو، هُت پِي تنهن ديدار، ميان.

سالِڪ سَهي ڪِي تا ڪَرين، صورت سندو گلزار، ميان-
بانهون ٻَڏين چو بين کي، آهين تون سپہ سالار، ميان-

بلبل اول ڪر پاڻ کي، گهُٽ گهٽ سارو گلزار، ميان-
جي تو زليخان جان ٿئين، ساجن سِيَو سنسار، ميان.

تون تان سچيءَ هِنَ ڳالهہ کون، عاشق نہ ڪر انڪار، ميان-
جيڪي چيو مرشد توکي، آڇج اُتي اعتبار، ميان.

سروپا اُهو ساجن وسي، ٿي پاڻُ کون بيزار، ميان-
آهي وس سَچوءَ سپ يار جو، ناهہ ڪو اسان اختيار، ميان.

ڪافي 36

عاشق جي اَحوال جي، تون ڪوهُ نہ پُڇين ڪَلَ؟

راڻي ڪارڻ ٿِي روئي، محل چڙهي مومَل.
سُهڻِي گهِڙي سِيرَ ۾، آڻي عشق اجهلَ.
سَسئيءَ ڳوندر ڳهاريا، پُنهونءَ ريءَ هِت پَلَ.
ڪڏهين ٻُڌي ڪانڪا، جهانگيڙن تي جهَلَ.
سِڪ سَچوءَ کي سرتيون، ڪيا هينئڙي اندر هُلَ.

ڪافي 37

ڙي جيڏيون، منهنجي يار سڄڻ سان زاري زاري!

هيءَ نماڻي عيبن هاڻي، بِره سَندن آهي باري باري.
حاضر ٿيندي‌َس در دوستن جي، پائِي ڳچيءَ سان ڳاري ڳاري.
پوءِ تہ ياڪي يارُ ٿيوسي، پهروين لائي ياري ياري.
هَتَ سڄڻ جي اَديون ڙِي آهي، ڳالهہ سچوءَ جي ساري ساري.

ڪافي 38

اڱڻ اَسانجڙي سائين، ڪَر يَلا تون پيرو!

نانءَ ڏٽيءَ جي دلبر سائين، پاند ڳچيءَ ۾ پائين،
- ڪَج فقير ڏي ڦيرو.
سدا سؤ لَڳ يار سڄڻ وي، جايون سي بنائين،
- وجهِي منهنجي در ديرو.
حجت رکڻ ساڻ اُوهان جي، بولُ اِهو بولائين،
- ناهيم اِيڏو سو جيرو.
واڻ اُوهان جيءَ جو ڪنئِيو، سچوءَ ڏينهن اُنهيءَ ڪان اَچ تائين،
- پيرادِن جان پيرو.

ڪافي 39

جي اوهين جاڻو، ڙي جيڏيون، آهي الله لوڪ سارو!

ڪاٿي آهي چُپ چُپاتيءَ، ڪاٿي ماري نعرو.
بيڪسيءَ ۾ ڪاٿي ڳذاري، ڪاٿي سو حڪمن وارو.
ڪاٿي شَرَع ۾ شور مَچائي، ڪاٿي ڳچيءَ ۾ ڳارو.
جاڏي ڏسو تا تاڏي آهي، سندس نِيهَن نظارو.
حقيقت جي حال ڪون، سَچُو ٿِيءُ نہ ويسارو.

ڪافي 40

لک ڪريان توڙي زاري، دوست چَوي تون ڪهڙو!

هَٿين پي پَوان پيرين پي پوان، پايان ڳچيءَ ڳاري.
آءٌ اُهائِي يار اوهان جي، تنهنجي محبت ماري.
روز اَلستان منهنجي آهي، يارَ اوهان سان ياري.

اسان يتيمن ڪي يارَ پيارا، ڏيج اَڇي ڏيڪاري.
وره مَتي تي وينِي وسايان، دوست ڏيو دلداري.
آءٌ اوهان تَون سُهٽا سائِين، واري وجان لک واري.
توڙي سجاڻي توڙي نه جاڻين، دوست نه آهيان ڏاري.
ڳلِ اصل ڪون آهي اوهان جي، ڳالهه سچوءَ جي ساري.

ڪافي 41
مون ڪي نه وسار، ڍوليا، آءٌ تا تنهنجڙي آهيان!

نانءُ سائينءَ جي اسان نماڻن ڏي، ڪِڃي تون نيڻ نِهارَ.
پِرين وڙئون پانهنجي، ڳڏ غريب گُذار.
ڪَيَوَ اسان سان جي يارَ پيارَلَ، پنهنجا سي وعدا پار.
اگڻ اَسان جي سگهو ڪِي اِيندين، والي سو ڪهڙيءَ وار.
دَرَ پنهنجي جو دلبَرَ سائين، سچو سو سگ سنپار.

ڪافي 42
دَع نَفسَکَ وَ تَعَال ، اَتِي ڳجهي اِها ڳالهه.

خاڪِي جسم ڪون ڪر جدائي، بَحرَ عَدَمَ جي ۾ جال.
خيال وجودي چونه وسارين، ڪرين بي قيل مَقالَ.
ڳالهيون ڪوڙيون سَٽ سپيئي، پئه تون خاص خيال.
ڪڏهن نه ٿيندءِ حق سو حاصل، جي تو بُت بحال.
گرد غبار ۾ ڪاءُ نه غوطا، سَچُو ري پاڻ سَنپال.

ڪافي 43
آءُ تا ڳڏ گذاريون، وي، ڏکيا سي سکيا ڏينهڙا!

ڳالهيون ڪيئه جي ڪالهه اسان سان،
ڪيئن تو يارَ وساريون.

ڳِچيءَ پائي ڪپڙو سائين،
دوست ڪريان ٿي زاريون.

راتو ڏينهان توکي دلبر،
سانوَل وينا سارين.

اَچَڻ سَنديون تانهنجون،
سائين واٽان نِت نِهاريون.

پِرين پَنهنجو پاڻ سان،
سچو سو سگ سنپاريون.

ڪافي 44
آءُ بارروچَل بيلِي، مونجهه تنهنجي آهيان ماري!

ناهي واجب رسڻ توئِي کي، تون ڳرو آءُ چيلِي،
سگَ نه تِي کو ساهِيان.
عشق اوهان جي ڪون هوت بارروچا، ڪيئن ٿرن هيءَ ٿيلهِي،
نه ته چِپَرَ اڳيون چاهيان.
سَگهَ نه ساريان پَنڌ ڪرڻ جي، تو بِن آهيان اَڪيلي،
ڪيچ وٽن ڪِيئن ڪاهيان.
وڳِڻي آهيان وره تُنهنجي ڪون، توڙي ڪِي پُورن پئلِي،
سَچو نه آسڙَ لاهيان.

ڪافي 45
ڏينديَسِ ڏوراپو، آءٌ وجي وراڻو روبرو.

پريان سَندي پارَ ڏي، ڪو نئي نياپو.
اوهان باجهون سُپرين، آءٌ ڪريان ٿي ڪاپو.
سوڍِل توئِي ساڻ آهه ، مُنهنجو سَڱ نه سِياپو.

ڪافي 46
منهنجو نيهُن وڌايو نازَ، نيڻن نيڻن جي، ميان!

تيغان آهن يا نه سِتمر جون، تنهنجون اکيون ڪَجليون ڪاريون،
اَلا سائين، يا نه بَحرِي بازَ.
درد مند جي دلڙي دلبَرَ، ڏاڍِي زور سان آندي،
اَلا سائين، نيڻن منجهوُن نياز.
مانَ پَون ڪِي ڪَن اَوهان جي، اوهِڪي واري،
اَلا ميان، عاشقِ جا آواز.
بَئي بانهون بَڌيسچو وج، تون ساڻ يقيني،
الا ميان، دَرَ متي ڪارساز.

ڪافي 47
ڪنهن ويلَ نه تا وسارن، عاشقَ نه تِج تون ماندو!

نَحنُ اَقرب، اِها اشارت، ڳڏ توئي سان گذارن.
اَصل لاڪون طرف تنهنجي، نِت نِت گهٽو نهارن.
جي تو اُڪنڌَ اُن جِي، سي پِي توئي کي سارن.
ڏينهن اِتهين چو تو لائين، تو هُت سچو سنپارن.

ڪافي 48
تنهنجي اَچڻ جون واٽڙيون، نِت نِت اُبي تہ نهاريان.

لَنءُ لِڪايو لوڪَ کون، هَنجَ ۾ هنجون ٿِي هاريان.
سي ڳالهڙيون ڪنهن سان ڪريان، جيڪي سڄڻ ٿِي ساريان.
داغ تنهنجي درد جا، ڏيهہ کي تہ ڪيئن ڏيکاريان؟
سچو چَوي سائين شوق تنهنجي ۾، ڪو دم ڪين وساريان.

ڪافي 49
ڇڏ غصو غمناڪ سان، اچي مِل تہ مانڊائِي لهي.

سُڻِ سيا توکي پرين، جيڪا واوِڙين سان وهي.
سور سيبائڻ جهڙو، پر جيءُ جُدائي نا سَهي.
پاٽون آيا هِن پور هي، ڪِي تو مُڪا پريَم پهي.
سچو وهاريو وٺ ۾، هِي ناهہ تڏهين ڪو نهي.

ڪافي 50
منهنجو ناهِ ڪوئي اِختيار، هَي يار وي!

مون تا سِر تي چائيو، باري بِرهَ جو بار-
هَي يارَ وي!
راتو ڏينهان تِيڏي ڪارڻ، روئڻ زارو زار-
هَي يارَ وي!
ڪيئن ڏنو تو سُپرين، جاني جيءُ کي جارُ-
هَي يار وي!
سچو سارو سمجهين، عشق سندو اِسرار-
هَي يار وي!

ڪافي 51
تنهِين ڏينهن ڏِنائون، ساهہ منهنجو ساهَڙ کي سرتيون.

درد منديءَ جي دلڙي، نازن ساڻ نيائون،
هيڏي هوڏي نا ويو، سوگهو ساهہ ڪيائون.
سُڃِي سنيها يار جا، عاشق ٿيڙس آئون.
جيءُ وڏائون جارِ ۾، ڪاڪيون تن ڪڏاهون.
ميهَر سندي معرڪي، هِيءَ غريب گڏيائون.
جِيءُ منهنجو جيڏيون، ويِرن منجهہ وڏائون.
سَچُو ڪڍُ سرير مَون، ميڙي سپ مدايون.

ڪافي 52
جيءَ جون ڳالهيون هيون جن سان،
هَي هَي سانگ چڙهي پيا سي ئي!

ماريَس اِنهيءَ مامري، هيءَ پوءِ اُنهن ڪان پيئي.
وني ويندِيَس اوڏهين، حال پنهنجڙو هي ئي.
اِيندا اتم آسرو، جيءَ گهُريا ٿي جي ئي.
مون ڏي مڪائون ڪيترا، ڏک ڏوراپا ڏيئي.
جيءُ وڌو آهي جار ۾، ٿَن نياپن نيئي.
سچُو سنيها بُڌِي ٿَن جا، بِڌ بانهون تون ٻيئي.

ڪافي 53
مان تان محبن کي، ڏيان ڪيها ڏوراپا!

ڪيئن شِرڪت آءٌ ڪندي، سرتيون سان سائينِ!
آءُ نماڻي آهيان چاءِ ڪيئي سَوين سِڪن.
ڏوڙا طالع مون ٿين، جي ويڙهي هِنَ وسن.
ڏسي حال حقير جو، اگهڻ مانَ اچن.
ڪين ڇڏيندا ڪڏهين، سچُو سَگَ سندن.

ڪافي 54
مون کي ڏور چو ڏسڻ، سرتيون ديرو دوست جو.

جي مون سڻو سرتيون، هو سدا وچ وسن.
اکيون عجيبن کي، پل پل ٿيون پسن.
محب مشتاقن جِي، تا ڪليون دل کسن.
سچُو سوزن واريون، وجي روءِ رَسن.

ڪافي 55
اج اگهڻ اِجهي ايندم، سُکيا سانگي گڏيَم شال!

ڏِسي حال حقير جو، سَوَ دِلاسا ڏيندم،
هو جِي کُهِي ويڙم ڪالهہ.
پنهنجي وَڙون سپرين، حال پائِي اچي ٿيندم،
جَن لِڳِ وجهايم فال.
لِڪِي ساري لوڪَ کون، گوشي پاڻ گڏيندم،
اُهي ڪندا پلائي پال.
سَگ جنين جو سڏجي سَچُو، سيئي سڏيندم،
جِيءُ جِيءُ چونديس جال.

ڪافي 56
هِينئن ڪانگ اَڄ ڪَهِي ويو، اِينڌءِ صبح سَويلي.

ڳالهيون ڪري سَڄَڻ جون، اَڄ رات هِت رهي ويو.
هو حال منهنجي جو سَمائُ، هِنَ لوءِ مَون لِهي ويو.
ڳالهيون ٻُڌي ڏکن جون، ٻولِي تَنهين ٻهي ويو.
پِرين جي پار اُڏاڻو، ڪيئن سورَ هِي سَهي ويو.
سَچو سڄڻ مِلايَئِين، هِنَ ناهَ تي ئَهي ويو.

ڪافي 57
وٽيوسي وهَ واه ، پڙهندي پروانو پرينءِ جو!

اوڏا مِينهَن ملهارَ ٿيا، گُل کِلن ءِ گاه.
سِي ئي سڄڻ ٿيا سامهان، حال پائِي همراه.
محبت منهنجي مَن ۾، چوريءِ مچايو چاه.
سِڪ تا سڄڻن جي، اُجهايو آڙاهُ.
ديس ڇڏي پرديس ويا، دوست پرين داناه.
هوتن ڏانهن نه هڪڙي، مهڙَ مِڙئِي مان ڏانهه.
پرين جي پيغامَ ڪيو، آرامِي اَرواح.
قاصدَ تو تان آءٌ ڪريان، هي سِرُ صدقي ساه.
اگڻ آسَروندن جي، آٽِيندونِ اَللهُ.
سَچُو چوي رب ميڙي، روز پُڇان آءٌ راه.

ڪافي 58
پانڌي آيم اَڄ پيهِي، پِريان سَندي، ور، پارَ جو!

ڏوٿ ڏوراپا ڏيئِي مُڪائون،
تَن ڪَئِي ديوانِي ديهي.
ڳالهيون اُهي يارَ سَڄَڻ جون،
ڪيئن وِسارِيَئِي ويهِي.
جهڙپائِي آهي جيءَ تنهنجي سان،
هُت به گذري تيهِي،
هوش سَچوءَ جو نِيو نِياپَن،
ڳالهه ڪريان ٻي ڪيهِي.

ڪافي 59
پانڌي منهنجي يارَ کي، ساري چَئِج سَلامَ.

چَئِي مُڪا هئا ڪيترا، مون پرتِ وارا پيغام.
اوهان جي ئِي اَچَڻ جا، هُل پَوَن هَنگام.
محبتَ منهنجِي روز ازل کون، توسان مُحب مُدام.
سَچُوءَ جيها ڪيترا، دَرَ تُنهنجي تہ غُلام.
ڪڏهن ڪندين يارَ اُسان ڏي، اچڻ جا اَنجام.
عشقَ اوهان جي شورُ مَچايو، هُل پَون هَنگام.
ٻانهي گولي يارَ سڄڻ جِي، مُلهه خريد مُدام.
روز ازلَ کون سَچُو آهي، سائين سَنديوَ سام.

ڪافي 60
هيئن اَڄُ چَئِي مُڪائون، عاشِق اَچون تا ايڏنهُن!

هِنَ جِيءَ جَڏي کي جيڏيُون، آڏر وڏي ڏنائون.
تنهنجي ديس اُسين اَچون تا، عاشق نه ٿج اُٻائون.
مون هن نماڻِيءَ سان، ميان، ڪيڏا ڪرم ڪيائون.
مطلب ٿُنهِين جو آءٌ آهيان، ٻيون ڇڏ مِڙئي مُدعائون.
دلاسي لئہ دردمندِ جي، قاصد سَچُو ڪيڀائون.

ڪافي 61
اَڄ ڪِي صبح اچن تا، نروار چئو نجومي!

مون هِت نماڻِيءَ جو پرين، حال ڪِي پُڇَن تا.
هِن پارَ ڏي اچڻ جو، چئو ڪِي سڄڻ چَوَن تا؟
پرين آهن پنڌَ ۾، ڪِي ويڙهِي پنهنجي وَسَن تا؟
سَچُوءَ جِي پِي سُڌِ لَهَڻ لئہ، قاصد هيڏي ڪَين تا؟

ڪافي 62
دوستَ کي دانهون، سُڻِي، مَنَ مهرَ ڪا مون ڏي پَوي!

دردمَندِ جي دَرَ اُتي، تو ڪانگ لاڪيٽو لَوي.
پيغامَ پِرين پارَ جا، چَشمن اُتي ويهون چَوي.
سِرَ پَري اُسين ايڏهن اَچون، يا ڪِي اوري ايندؤ اُوهِي.
سَچُو آهي اُڪَندِيو گهڻو، تو راند روئڻ جي رَوي.

ڪافي 63
ڳالهه پنهنجي حال جي، توريءَ وجي ڪنهِن کي چوان؟

جوش تنهنجا جان ۾، نت نت آهن مون کي نوان.
ڪيئن جي پچان پوءِ تي خبر، پانڌي اول پيرين پوان.
پاٽون آيا هِن پور هي، ڪِي هِن مڪا مون ڏي اُوان؟
سَچُو مٿيان آءٌ ڪينڪي، هي سور سُکن سان سنوان.

ڪافي 64

مڪاسين قاصد ڪالهہ اِجهي جاڙج آيا آيا!

آهي تياري ايڏنهن اسان جي، آهيون سو منجهِ خيال.
اُڪنڊ تنهنجي اَصل اسان جي، آهي سا جيءَ ۾ جان.
عاشق توتي ڪَرم ڪيوسي، سڀّي سنڌءِ اَحوال.
پنهنجي لطف سان هاڻ لاتاسين، تو ڻون ڪُل ڪَشالَ.
اچي لهون ٿا اِجها تنهنجڙي، سچو ري رات سنپال.

## ڪافي 65

آهي ههڙو حال ويچاريءَ جو،
سهڻا ڪر ڪو ڪرم ستاريءَ جو!

لئہ پنهل جي ڪانگ اُڏايان، ڪونيو پوٿيدار پٺايان،
وَرُ وري وَرَ واريءَ جو.
حال ڏسي پنهنجو پال پلائج، پرَ پچاڻو وره ورائج،
ڪج ڏِيِ دارون دک واريءَ جو.
درد فراق جا دونهان دگن ٿا، مَچ مگرهن مچ مچن ٿا،
شل ورُ وري ويچاريءَ جو.
سڪ سچل جي توکي ساري، ڪيچي ايندم نرٿون نهاري،
ساه سڪي سڪ واريءَ جو.

## ڪافي 66

جيءُ نچ آيا، پلي ڪري آيا، ساتي سجڻ جي ڏيهہ ڏنهن!

مون تا جاتو واٽ واهو، پر مون ڏي سي هوت هلايا.
ڏينهن پچاڻو پانڌي پرين جا، ساڻ غريب گڏايا.
پاڻ مٿائن ڪريان قرباني، لڪين ٿورا جَن لايا.
اَول دلاسا ڏيڻي انهن هي، پوءِ پيغام سٽايا.
طرف تنهنجي اهي عجيبن، سچا سخن فرمايا.
اُڻ تڻ اهائي آهِ اسان ڪي، ڏکيا تو ڏينهن لنگهايا.
پيا اسان وٽ هاڻي تنهنجا، سچو ڙي پنڌ سجايا.

## ڪافي 67

پانڌي اوڏاهون اَج آيو، پِريان سندي پار ڏنهن.

طرفان تنهنجي هونِ اَچڻ جو، ساتَ ڏڻِين ڪي سعيو.
گهٽو پچن هُت پرن توئي ڪي، گهمين تون هِت اجايو.
آهي توئي ڏي سڻ ري عاشق، روح سَندن جو رايو.
پاجاڻيءَ جو هنن پيغامن، وري سو وره وڏايو.
پڌي نياپا پانهون پڌي پئي، آڻي سچوءَ سر نوايو.

## ڪافي 68

اَج اوڏانهون آيا، گڏيا سي قاصد مون ڪي!

وري ورڻ جا هئا پنيور ڏي، ساٿَ ڏڻِين جا سعيا.
اَج صبح اَچي ويجها سي وهئندءِ، ڏور جنين ڏينهن لايا.
گوشي گڏجِي ڪندءِ سي ڳالهيون، جَن جا تو پنڌ پُڇايا.
خيال سجوئي هيڏي هُئڙن، ڏکيا تو ڏينهن لَنگهايا.
طرف تنهنجي اڳِي پي رهَبَر، ڪئين تنهن هوتَ هلايا.
نِيهَن جا نياپا ڏنا جَنين هي، سچو سي ساهَ سيبايا.

## ڪافي 69

نوان نِياپا آيا، مون ڏي محبن جا، ميان!

قاصِدن، وو ميان، هيڏي اَچَڻ جا، روز سي رستا لايا.
طرف پنيور جي، سُڻ تون عاشق، پنهونءَ تي پنڌ پڇايا.
تو تا طالب يار سجڻ رِيءَ ، گوندر ڏينهن گنوايا.
اگڻ تُنهنجي اَچ سي ايندا، تو جن لئہ وره وَسايا.
جي ڙِي گذاريئہ يار جانب ريءَ، اُهي سي ڏينهن اَجايا.
هئا پِرين ڪي پار تنهنجي، ميان سچُو اَچڻ جا سعيا.

## ڪافي 70

اِهو نياپو آندو، پانڌيءَ پرينءَ جي پارَ ڏنهن.

آهي تياري ايڏهن اَسان جي، متان تئين تون ماندو.
عاشق توکي آڻي اَسان سان، حُب ڪندي هيڪاندو.
اسين بہ اوڙڪ اِينداسي ايڏنهن، ٿيج نہ وره ڪون واندو.
ملڻ محبن جو آهي اِهوئي، پِرت جو پاڇاندو.
طرفون اَسان جي سُڻ سچُو وي، لاهِين تون سڀ سياندو.

## ڪافي 71

آءٌ اَدا ڙي پانڌي، دوست دلاسو ڪو ڏنو؟

سُڻ تون ساتي، آهيان، ادا، آءٌ محب بنا هت ماندي.
اگڻ اسان جي ڪڏهن اِيندا، اِها خبر تو ڪا آندي.
دل اَسان جِي دوستن پاجهون، ناهي وره گون واندي.
سِڳهَڙِي ساتِي ڙي مانَ ٿيان، ڪا هوتن سان هيڪاندي.
ساران سنياران سچُو وي لَهندءِ، آهين جَنين جي تون باندي.

ڪافي 72

منهنجو ڪِي هُت پچيائون، سچ چئه ادا ڙي ساٿيو؟

گوشي ويهي گڏ اُوهان سان، منهنجي ڳالهه ڪا ڪيائون؟
سَليو سنيها ساڻ سلامن، هِنَ ڏاهَ ڏي ڏنائون؟
پيغام پرت وارا، چئو جي مون ڏي چيائون.
دلاسي جِي دردمندِ ڏي، ڪا اڄ خبر لکيائون؟
سچوءَ ڪاڻ تا گهٽيرو، هِن ڏيهه تي ڏنائون.

ڪافي 73

سِڪَهڙي پريَن جي پار جِي، ڪانگا خبر ڪا مون ڏئين.
دوست جي ني ديس ڏي، ڪيئن ڪالهه تون اَڏري وئين!

اَول اسان جي حال جا، نازڪ نوان نياپا نِئين،
ساري سنيها سوز جا، هَي هَي سيئي لائج هِئين.

ماري ميان مشتاقِ کي، ڪيئن يارَ تون ياڪِي ٿئين،
پُورن مَنجهين پرديس جي، ٻاجهون اُوهان آهيون اِئين.

آءٌ جي مُئي تا گهوريس، جانِي سدائين تون جئين،
سچو سِڪي ساري توکي، تون پيي تهين سان هو ائين.

ڪافي 74

ڪانگي قريبن ڏنهن، خبر آندي وِني وهندو وري.

خطَ منجهَون معلوم ٿِي، ساري خبر ڪِيئن جي ڪري.
دوستَ دلاسا لکيا تا تو اسان ريءَ ڪيئن سَري
آءٌ تا گهٽو تو ساريان، ڳالهيون ڪرين کهڙيون ڇَري
سچُو توسان آهي منهنجِي، اُها ذوق مَون دل جي ذري.

ڪافي 75

ڳالهه ڪريان ٻي ڪيهِي، تنهنجي مڏگن ماري آهيان!

پرين وڙئون پانهنجي، ميان الا، آءٌ پکي هِن پيهِي.
ٻاڙي ساڻ پرين جي، ميان الا، ورهُ وهايم ويهِي.
پلئه لڳي پِرين جي، ميان الا، جيهِي سا آهي تيهِي.
ڳالهه ڏسيائون سا تا ناهي، ميان الا،سچُو سلڻ جيهِي.

ڪافي 76

ڪيهِي چال چلي تو، اڙي جيڏيون يار منهنجو!

وَنَفَخۡتُ فِيهِ مِن رّوحِي ، ساري ڳالهه سَلي تو.
اَنا عَبۡدَهٗ ، وَرسُولَهٗ ،مُلن گهَر مِلِي تو.
ڪاٿئين تعظيمان ڏئي، ڪاٿئين ڪِل ڪلي تو.
ڪاٿئين سکيون سُپرين، ڪاٿئين جوشن منجهه جلي تو.
سچو سَڀ ڪنهن صورتين ، ههڙي هلت هلي تو.

ڪافي 77

چاڪي ڏونگر ڏوريان، مَن وسي يار مُنهنجو!

پرين آهي پاڻ سان، تَڪَ ٻئا چو توريان؟
راتو ڏينهان روح ۾، آرياڻي تي اوريان.
سَڀ ڪنهن پارين سُپرين، آءٌ گهَٽوئي گهُوريان.
هوتَ هميشه حاضري، وندر ڪنهن لِڱ ووڙيان؟
سچو سچي ڳالهڙي، چت اِهائي چوريان.

ڪافي 78

هوت اَچي هَت ڏيندو، پَلو جيڏيون، مون هِن نماڻيءَ ڪي!

پرين وڙئون پانهنجي، چِپر تا نه ڇڏيندو.
ڏسندو اڪڙين سان، نال نماڻِي نيندو.
پاڻُون پاسي نه ڪري، گولِي ساڻ گڏيندو.
پانڌن پچارون ڪيون، آرياڻي اَچُ ايندو.
اگڻ آسَروند جي، پَڪا پاڻ اَڏيندو.
ڪيچن سندو قافلو، لوئون تا نه لڏيندو.
ساجن سَنگت پانهنجيءَ، سچو شالَ سڏيندو.

ڪافي 79

ڪيچ منهنجڙو ڪَم، ني، آهي، پلو پينر ڙي!

ويا ڪيچيڙا نکري، گوليءَ ڏيئي غم، ني.
دعا ڪريجو جيڏيون، جانِيءَ ٿيان جَم، ني.
ڪنهين چنَ نه ڇڏيان، دوستيءَ وارو دم، ني.
قيامَتَ تائين ڪينڪي، ٿيندي طلب ٿَم، ني.
پير نه ڇڏيان پرينءَ جو، توڙي ٿئي چيهاڙيون چَم، ني.
جهُڙ نه پائنجو جيڏيون، اِهو اکين جو اَگهُر، ني.
سِڪئون سچو پرين ڏي، راتو ڏينهان رم، ني.

### ڪافي 80

توکي جاني نہ جڳائي ٿو، رُسَڻ نماڻين سان!

جيھِي تيھِي تانھنجي، آءٌ اصلَ گون آھيان،
اوھان جي تا اَچڻ جو، آسَرُ ھَڏِ نہ لاھيان،
سِرَ تي نينھُن فراقَ جا، ھي مينھڙا وسائي ٿو.

پَري ڪر نہ پاڻ گون، ڏي دلبَر دلاسو،
تورِيءَ سُجھي ڪونڪو، مون کي پِرين ٻيو پاسو،
جيھي تيھي اَصل گون، ھيءَ سَندَو سڏائي ٿو.

سکن متي ڏکڙا، تي محب مَٿايان،
غم خوشيءَ کان اَڳُرو، آءٌ پليڙو پايان،
مُنھن مُقابل تانھجي، اھو گوندر گڏائي ٿو.

اَگڻ نماڻِيءَ جي تون، اَچِج اَللہ ڪاڻ،
ھيڪر ھوتَ ڪَريج تون، پيرو منھنجي پاڻ،
سوز تنھنجو سُپرين، ھِت سانولَ سِجائي ٿو.

ونِي وينِي آھي اھو وعدو ويچاري،
ٻَچيءَ پائي ڪپڙو، ھيءَ ڪري ٿي زاري،
سچو سگ اوھان جو، ھِتِ پانڌي پُڇائي ٿو.

### ڪافي 81

خبر ڪا مون ڏيو ساٿيو، سائين، عجيبن جي اَچڻ جِي!

ڪيچيڙن جو قافلو، وچينءَ رات ويو.
اِئين نہ چِڏيو چِپَرين، ھيءَ تا نال نِيو.
توڙي وِره وھاريو، ڪنديس ڪونہ ٻيو.
وندر سنديءَ واٿ تي، مون صدقي سِرُ ڪيو.
چِڏ ساھا سنبر، سچو، ڙي، جي تو پور پيو.

### ڪافي 82

جاني تو نہ جڳائي، رُسَڻ نِماڻِيءَ سان!

دوست اوھان جي دَرَ تي، وينِي وره وسائي.
ٻاھر ٻانِھي تانھنجي، سانولَ ھيءَ سڏائي.
اَچڻ لاءِ اوھان جي، پانڌي روز پُڇائي.
فالان فلَڪ فراق جون، وو، وَريتِن ڪان وجھائي.
سُوال سچوءَ جو سپرين، عجز ساڻ اَگھائي.

### ڪافي 83

ڪنيو نيڻَ نِھار، ڙي، ميان، پلو منھنجا يار ڙي ميان!

مون مَنُ گڏي گوندرين، ٿئين ڪيچ قرار.
ڏکيا سُکيا ڏينھڙا، گڏ غريب گذار.
دلبر پنھنجي دل گون، ويچارِي نہ وسار.
منھن نہ مون ٻئي پارَ ڏي، پنھنجي ڪَڍ قطار.
سچو آھين اسان جو، ھنجون ھَڏ نہ ھار!

### ڪافي 84

سِڪَ ھُئي جنھن جي سِر، وو، دوست آيو اسان جي در!

پِرين وَڙُئون پانھنجي، ڪَئي ويچاريءَ ڏي ور.
ھيءُ سِرُ ڪيان صدقي، گھوٽ اچي مون گھَر.
ڏنم ھِن اکين سان، پِرين موچاريءَ پَرِ.
جاءِ ڪيائون جيءَ ۾، نُھر يا ھَڏ نہ ٽرِ.
قُربَ ڪارڻ سُڻ سچوءَ ري، ڪوشش ڪائي ڪَرِ.

### ڪافي 85

ڏنو ھِي پانڌيءَ پيغام: تنھنجي اَگڻ اَچ يار اَچي ٿو!

عاشق عجيبن جو، توکي سَوَ لک آھي سَلام.
سپ قبوليو سُپرينءَ، جيڪو ڪَيُوَ ڪلام.
پڪو آھي پِرينءَ جو، تو سان اَچُ اَنجام.
روءُ نہ رت اَکين مَون، عاشقَ ڪر آرام.
سچو گڏجن، پوءِ پِي، آهِ نہ طَلب تمام.

### ڪافي 86

ھوتَ پارئون مون کي ھاٽي، ڏنا نِينھن نياپا ھي.

ھٿئون پَئي پانھنجي ميان، عذر ٻيا ڪيھا آٽي.
اوتين کھڙيءَ ڳالھ گون، پِنبِٽين مَون پاٽي.
وينِنءَ ڪيئن پنيورَ ۾، سُورَ ھٿُئِي جي ساٽِي.
سچو توکي ساھَ گون، آھي اوڏو آرياٽِي.

### ڪافي 87

ڪيچُؤن آيم ڪالھ، سي تا سُٺو سَنيھا!

ڳالھيون ڪندي گُذريئِي، سوَ راتيون توکي سالَ.
اُڪندِ اسان ڏي ڪانہ تو، ڏينھن اِتي جاليئي جال.

ڪنهن جي ڪارڻ تو ڪيا، لَڪَ روئِي سڀ لالَ!
ڪيَئي نہ قطري جيتري، ساعت هِڪ سنڀالَ!
ٻُڌي ڏوراپا مون ٿيو، جيَڻ منجھ جنجالَ.
جن لَئي ڏونگر ڏوريان، تن پِي هِهڙا حالَ.
سي سڀ تنهنجا اگهيا، جي ڪيئي ڪالَ ڪشالَ.
ٻڌندو ٻاروچو وري، سچوءَجا پِي سوالَ.

ڪافي 88
مون ڪَر تا ڪِين پُڇيائون، هاٿي ڪانگل ڪَلَ ڪاڏي!

ڏوٿَ ڏوراپا وو ڪيترا، ميان اَلا، سي سخت مڪائون،
- هِت حالَ اسان جا هي.
سگها ايندا وو سُپرين، ميان اَلا، ڪي تا پاڻ اتيائون،
- جڏو جيءُ جيارن جي.
ڏاها ڏيھ وو پِرين جي، ميان اَلا، آهيان اباڻڪو آئون،
- منهنجو هِي نياپو نِي.
طَعنا طَرفَون وو تانهنجي، ميان الا، هِن ڏکِيءَ کي ڏنائون،
- سائين سڀ قبولِيم سي.
سي نہ وِسارج سُپرين، ميان الا، ساڻ سَچوءَ ، سَمجهائون،
- اُهي قولَ ڪيا هي ڪِي.

ڪافي 89
يار منهنجو يار، ڪَئِي ڪَئِي صورت سير ڪَري ٿو!

ڪاٿئين ٻُڍڙو پِير ٿيو، ڪاٿئين ٻولي ٻار.
ڪاٿئين بيراڳِي ڦِري، ڪاٿئين ڪَيُس قرارُ.
ڪاٿئين وظيفن ۾، ڪاٿئين خم خمار.
ڪاٿئين آهي بادشاه، ڪاٿئين چوبدار.
ڪاٿئين پيرين پنڌ ڪري، ڪاٿئين گهوڙي جو هسوار.
ڪاٿئيناَحدٿيواَحمد، ڪاٿئين عبَدالحق اظهار.
آهي دلبَر دوست جو، سَچُو سَڀ سِينگارُ.

ڪافي 90
ڳالھ ڪَريان آءٌ ڪيهي، حالَ پنهنجي جي، ڙِي جيڏيون!

ڪالھ ڪالهوڻي سُپرين، ويا وٺئون مُون ويهِي.
ڇڏي شهر ڀنڀور کي، ويا پهاڙين پيهِي.
ڪري پريشان ويا، درد منديءَ جي ديهِي.
آءٌ اُنهن جي آهيان، جيهِي جي تيهِي.
مارڻ پوءِ جيارڻ، رَسمَ اُنهن جِي ايهِي.
سچو سوز فِراق جا، بارَ ڪٽَن ڪي نِيهِي.

ڪافي 91
هوتَ ڍُهون هاٿي آيُون، مون ڏي خوشخبران هي!

اَڇِي اَڏيون ٿا اوڏڙيون، جارِ اَوهانجڙي جايون.
ڇڏي شهر ڀنڀور کي، ڀير وري اِيڏي پايون.
ٿيون جِيارن جيڏيون، اِهي ويچاريءَ کي وايون.
سچوءَ سَنديون دانهڙيون، دوستَ وري وَرنايُون.

ڪافي 92
هوتَ اوهان تي آءِ، ميان، سارو ننگُ نِماڻِيءَ جو!

سائينءَ ڪارڻ سُپرين، ڀير اگڻ منهنجي پاءِ، ميان.
پِرين وَڙَئون پانهنجي، لَڻُن نماڻِيءَ سان لاءِ، ميان.
ماڻهو شهر ڀنڀور جا، ساهَ نہ اَچَن ساءِ، ميان.
ڏسنديس آءٌ اگڙين سان، جانبَ تنهنجِڙي جاءِ، ميان.
ڪارِي ڳُٽَن تانهنجي، سَچوءَ کي هاءِ واءِ، ميان.

ڪافي 93
هوتَ اَچَڻ جِي ڪا ڪَرِ ميان: پانڌي روز پُڇايان ٿي!

راتو ڏينهان روحَ کي، سِڪَ اَوهانجِڙي سَرِ، ميان-
تو لئہ هِت ڪانگ اُڏايان ٿي.
سِر توئِي تَون صَدقي، گهوٿَ اچين جي گهَرِ، ميان-
گهُوريو پاڻُ گهُمايان ٿي.
ايندِيس اَهڙي حالَ سان، دوستَ اَوهانجڙي دَرِ، ميان-
ڳِچيءَ پَلئہ پايان ٿي.
پِرين پارئون تانهنجي، تِي ويچاريءَ جِي وَرِ، ميان-
وينِي ڏکَ وسايان ٿي.
سارو مطلب مون ٿئي، پِرين اَچي ڪَنهنِ پَرِ ميان-
هِت پوٿِيون پٿايان ٿي.
سچوءَ اُتي سپرين، دست مُبارڪُ ڌَرِ، ميان-
سَنديوَ يار سَڏايان ٿي.

ڪافي 94
هِنيڙي ڳالهيون ياد، آريءَ ٻاروچي جيون!

ويا ويساهي نِڪري، عشق ڏيئي اِمداد.
ڀينر ٻاجهون جيڏيُون، عُمر مِڙيئي بَرباد.

دردمندن جي دلڙي، شالَ ڪندا سي شاد.
سچوءَ سَندي سَرتيون، پُني سَڀ مُراد.

ڪافي 95
آءُ ڪوهيارلَ ڪائِين، وري ويڙهو وسائِج، ميان!

ٻانهون ٻانهَن جان ٻڌي، ميان اَلا، پاند ڳچيءَ ۾ ٿي پائين-
مون تَؤن چت نہ چائج، ميان.
مونهَون مدايون ٿيڙيُون، ميان اَلا، تِيَس اِيلازَڻ آئين-
پِرين پاڻ پسائِج، ميان.
آءٌ ڪنيزڪ تانهنجي، ميان اَلا، تون تا منهنجڙو سائِين-
ٻيو عيب نہ لائِج، ميان.
ڏيئِي حالُ حلاجَ جو، ميان اَلا، سَچوءَ کي سمجهائِين-
سارو سِرُ سُڻائِج، ميان.

ڪافي 96
آءُ اَچي رَهُ رات ، پَلو منهنجا يارَ وي!

راتو ڏينهان روحَ کي، آهِ اوهانجِڙي تاتِ.
مَشر آهي مُلڪَن ۾، سَنديَوَ ڏادِي ذاتِ.
اَچَڻ ريءَ اوهان جي آهي، هِينيڙي کي هيهات.
سچوءَ کي تِنهن سِرَ جي، ڪاڏهون ٿيندي ڏات.

ڪافي 97
آءٌ ويڙهي تون تا وس، وي،
پَلو، پُنهَل يار ميان!

پِرين مون کي پانهنجو، ڏاها ڏي ڪو ڏَسُ، وي.
نِماڻِيءَ جو حالڙو، پريَم اَچي پَسُ، وي.
ڪاهي اِيندي ڪيچَ ڏي، ڳولِي وٺي ڳس، وي.
پَوي پاڇياڻيءَ جو، توکي مانَ ترس، وي.
ويهڻ آهي پنيور ۾، بنا عشق عبث، وي.
سوز اوهان جو سُپرين، سچوءَ آهَ سرس، وي.

ڪافي 98
اَچي لايو ڪِيئن، سجڻ، تو تا نِينهن نماڻِيءَ سان!

ماريَس انهيءَ مامِري، هوتَ ڪندين ڪو هيئن.
سا تا ڪيئي پانهنجي، جاني وٺيِئي جيئن.
جهڙي پُنهل تو ڪَئي، آءُ پُڻ ڪريان تيئن!

ڪان ونندِي ڪڏهِين، نالو سَندو نيهَن.
وري وهاريو ويجهڙو، سچو پنهنجي سِيئن.

ڪافي 99
اِهو ڏونگرُ ڏاهڻين، مون ڏوراپو تو ڏئي!

هاري هِهڙا هوت تون، ٿي ويجها وسارين.
هيڏي هوڏي ٿي ڳهمين، تون نال نہ نهارين.
پنيورئون بيزار ٿي، چي سانول سنپارين!
پاڻ سچو تون پاڻهين، وجي ساڻن سلهاڙين.

ڪافي 100
وسئون تا نہ وساريو، پلو يارَ ڙي،
آءُ اوهانجڙي آهيان، پلو ميان!

سِڪائيءَ ڏي سُپرين، ڪٽي نيڻ نهار.
هيڏي نہ چڏين: پنهنجي ڪَدِ قطار.
توکي ڏسان مون ڏسين، پرين کهڙي پار.
سچو صَبر ۾ رهِي، گوندر ڏينهن گذار.

ڪافي 101
هُئِي نہ مون ڪَلَ ڪائِي، سِرُ اِنهيءَ جي ڙي جيڏيون!

اڳ نہ سُيَم ڪڏهين، هِيءَ وراڻي واري وائِي.
ڳالهہ نہ ڳرهڻ جهڙي، سائِيُن جا سمجهائِي.
ڏوهَ ثوابَ جي ڳالهڙي، سڀ ويساهَ وڃائِي.
سائِي حقيقت حالَ جي، سِر اَچانڪ آئِي.
سچو سانيِج ڳالهڙي، پرينءَ جا پُرجهائِي.

ڪافي 102
رهبر روز بروز، اَچن مون ڏي يار جا!

ڪنهن کي سَليان سَرتيون، سُپيريان جو سوز!
اَندر منجهہ عجيب جي، ڪَيڙو سِڪ سروز.
هيڪَند ڪارڻ تِي ڪريان، خاطر اندر خوض.
شال ڪنهين تي نہ ٿئي، سندو جانب جوز.
سچو اجهو آئِيو، آرياڻي اِمروز.

ڪافي 103

طعنا سِرَ تي سهندي آنَ،
سَرتيون ساري لوڪ جا!

ٻاجهون ٻاروچل جي، راتيون هِت ڪا رهندي آنَ.
ڪاف منجهارئون ڪاڪيون، لَعلن لوري لهندي آنَ.
پَسڻ بنا پرينءَ جي، ناهه نہ ٻئي ڪنهن نهندي آنَ.
پينر هِن پنهورَ ۾، ريءَ ٻاروچي نہ ٻهندي آنَ.
سچو سَچيءَ سِڪ گون، ڪيچين ڪَڍ ڪهندي آنَ.

ڪافي 104

دل جيون ڳالهيون، ميان، آءُ تا توسان اوريان!

ڳُجهيون ڳالهيون ڪريان ڪَن سان، ٿَڪَ ويني ٿِي توريان.
سَڳُو تنهنجي سِڪ جو ميان، ساهہ اندر تي سوريان.
سڪ اوهان جي سَر تي ميان، ڏيهہ ساروئِي ڏوريان.
راتو ڏينهان ڪاڻ اوهان جي، چت ۾ چرخو چوريان.
اڳڻ سچوءَ جي آءُ تون پيارا، پاڻُ گهٽو ئِي گهوريان.

ڪافي 105

هينئن نہ مون کي ماريو، اوڙڪَ اُوهانجڙي آهيان!

ٻانهي آهيان وو تنهنجي ٻاروچا، پورهيت پنهنجي پاريو-
سَگَ نہ ٿي ڪو ساهيان.
آسَروندِي وو آهيان ميان، واڳِ مُئيءَ ڏي واريو-
لالچ نہ ٿي لاهيان.
ڏاڍا ڏونگر لَڪِيو، ميان، توهَ پنهنجي سان تاريو-
ڇِپَر اڳيون نا تہ ڇاهيان.
آءُ اوهانجڙي وو آهيان ميان، وسئون ڪيم وساريو-
جوڙَ اوهان جڙي آهيان.
سانول اِنهيءَ وو سڌ ۾ ميان، ڳالهين تنهنجِن ڳاريو-
ڪيچَ وٽن ڏي ڪاهيان.
آءُ اُڪَنڊِي وو هوتَ اوهان جي، سچو ڪِي سانول ساريو-
ڳاهُ بِرهَ جو ٿي ڳاهيان.

ڪافي 106

رهو مون وٽ رات، اَڙي پانڌيو پرينِ جا!

آءُ اوهان تَون صدقي، جا وائي مِنيَوَ وات.
پَسان اکڙين سان، ٻاروچاڻِي ذاتِ.

راتو ڏينهان روح کي، تن جِي آهي تاتِ.
هُئي هميشہ ساٿيو، سچو سَندوَ ساتَ.

ڪافي[1] 107

تون آءُ آرياڻي اوري،
تنهنجي دامن لڳڙي آهيان!

سِر پنهنجو سَرتيون، آءُ گهَرئون آيَس گهوري.
ڪامِل ڪڏهن ڪينڪي، آءُ ڏونگر سگهان ڏوري.
ڪا جا تندُ طلب جي، چِت وئين تون چوري.
نيو نماڻِي پاڻَ سان، ترُ نہ رهي هِت توري.
سچو سَگَ اوهان جو، ڪيئن پُڇي تنهنجي توري.

ڪافي 108

مون کي تايو طبيبن، ميان،
بَن بُڪِيون وجهان تَن جون!

نَظَر ساڻُ نِهال ڪيو، هاريون حَبيبن، ميان.
آزارئون آزاد ڪيو، اَچي عجيبن، ميان.
دل کي دلاسو ڏنو، ڪاڪيون قريبن، ميان.
ڏيندا سچو سپرين، گوش پِي غريبن، ميان.

ڪافي 109

نينهن ڏاڍي سان لايو سي،
آءُ تا هاڻِي ڪيئن ڪريان!

عشق سَولو سَرتيون، هِت پينر پايوسي.
پُڇي اسان جا پَڪڙا، اَديون اجهو آيو سي.
پيئر شهر پنيور جي، هِت طعنن تايو سي.
جو ڏنائون جيڏيون، سو پَلئہ پايو سي.
سوئي سچو سِر تي، هاڻي چُمي چايو سي.

ڪافي 110

اسين آهيون! ڇا اسين آهيون؟
ٻيلي، نتا ڄاڻون، ڇا اسين آهيون!

ڏري باران برساتيون لايون، ڏري ٻَرن ٿيون وڏيون ٻاهيون.
ڏري پڙهون ٿا نمازان روزا، ڏري لوچَ مٿي ٿَون لاهِيون.
ڏري چئون ٿا آهيون اَسين ئي، ڏري چئون ٿا اصل ناهيون.

---

[1] هيءَ ڪافي 107، سسئي داستان نائون ۾ اڳ ئي ڪافي 13 طور اڳ شامل ٿيل آهي.

ذري آرام آهي هِن دل کي، ذري وهايُون نيڻئون واهيون.
ذري چئون تا اسان پاڻ سڄاتو، ذري چئون تا اسين چاهيون.
سچو اصلئون سوئي آهين، ناهُ هتي ٻيو ڪيهو ناهيون!

ڪافي 111

محبت مست مجنون ڪيا، ڪئين خاصا خماري، لو....

اصل ڳون عاشقن آهي، متي سُوريءَ سواري، لو....
هِتَئون مُنهن سا نہ موڙيندي، هوندي جا وره واري، لو....
سڻو جا مير محبت جِي، ڪُنَن کي ڪوٺَ ڪاري، لو...
جنين کي جوش جاڳايو، تنين کهڙي تياري، لو...
چَڏي هِي عيش عالمَ جا، هليا سي هيڪ واري، لو...
پياسي هوُءِ حيرتَ ۾، چڏيئون سُڌ سارَ ساري، لو...
ٻرهَ جي بابَ ڏس تن کي، سيا وائِي وساري، لو....
سدا تن کي آ ساڄَن جي، اُچڻ جِي انتظاري، لو....
سچيڏنا سَمجھ ڪِي هتهين، مَتان ٿِئين هُت مياري، لو...

ڪافي 112

ڪڏهن اَلاجي اِيندا، يار سانگيڙا، ميان!

سِڳهي اُچڻ جون ڪانگ اسان کي، اُچِي واڌايون ڏيندا.
ڏيئِي دلاسا دل منهنجيءَ کي، نال نماڻِي نيندا.
اِهي اُميدان آهن اسان کي، هڪُ ٿڪِيءَ سان ٿيندا.
ڪين ڏسندا ڏوهه اسان جا، ٻَديون سڀ بخشيندا.
آهي اوسيڙو اکڙين کي، گولِي ساڻ گڏيندا.
ڪيچَ وٺن ڳون پَٽِي پَڪڙا، آٽي هِتِ هوتَ اڏيندا.
جيهو تيهو سچوُ سَندان آ، پانهِجو ڪِينَ ڇڏيندا.

ڪافي 113

سرتيون ڏِين صلاحان، چت تَون چرخي لائين:
آءٌ ڪَتيان ڪِي ڪانگ اُڏايان!

راتيون ڏينهان روئان اُنهن لڳ، پرين جي ٿِيَم پَراهان.
دل جمعيت تڏهن ڪِي ٿيندي، جڏهن اِيندا ڪي هوتَ اڳاهان.
اُديون اُنهِيءَ جي وِيني اُچَڻ جون، روز نهاريان ٿِي راهان.
والِي ورائي وري ٻَنيور ڏي، سُٺي اسان جون آهان.
ڪيون قبوليت سَيِئِي سَچُوءَ جون، سائين عَرضَ اِلاهان.

ڪافي 114

آ اَچِي ڏس حالُ مُهنجو، آءٌ اَچِي سُڻ عرض هي!

نينهَن تا مون کي نيو، طاقت نہ ڪاٿِن کي رَهِي،
مشتاق جي مارڻ سَندو، آهي اوهان کي غَرض هي.

ڏاها وڃِي ٻئا چو پُڇان، مون تا پروڙي ڳالهڙِي،
درد ٻيو مون کي نہ آهي، محب تنهنجو مَرض هِي.

دل ڪسي مون ڳون وئين، موٽي نہ آئين ڇا چوان،
سُڌ لَهو ساڄَنَ اَچِي، آهي اوهان تي قرض هِي.

آءٌ اچِي امام ٿِي، توتي اَسان نِيتِي نماز،
سِرُ ڪَرڻ صدقي اُوهان تون، آهي سچُوءَ تي فرض هي.

ڪافي 115

هِڪي ڏهاڙي پير مغان، مون کي ڳالهه ڳجهي فرمائي!

سَلَڻ جهڙي ناهي سا، جا آڻ پرين پُرجهائِي.
عامَ نہ مَجَن ان کي، جا صاحبن سَمجهائِي.
مَٺ منجهارئون مَئي جي، تنهن ساقيءَ سُرڪَ چکائِي.
پيالي مَون پرواز ٿيو، واهِ وئِي ٻِي وائي.
عبد جاتو ٿي جنين، تن بازي هِت هارائي.
حق ڳون حق نصِيب ٿيو ٿي، مدعا سچوءَ سَنِيائي.

ڪافي 116

هوتَ غريبِ نماڻِي، اِتي ڪيئن وساريئي، ميان!

اڱڻ آسَروَند جي، آءٌ تون پاٽئون جاٽي-
هوت هَٿِي چو ماريُئي، ميان!
وندر جي وٽن ۾، حب منجهَون هوتياٽِي-
مون تا گهٽو نهاريئي، ميان!
تورا گهٽا ڏينهڙا، هن عاجز سان آرياٽِي-
مانَ گڏُ گُذاريئي، ميان!
اتي هَلي هيڪلِي، پرت منجهؤن پاجياٽي-
جڏهن سانول سارِيَئِي، ميان!
چڏي وئين چَپَرين، ڪَيئي پُنهون جام پُجاٽِي-
هيءَ ڪيئن آزارِيَئِي، ميان!
سچو سگ اوهان جو، سائينءَ لڳ سُجاٽِي-
پنهنجي ڪَدِ قطاريئي، ميان!

### ڪافي 117

آءٌ ڪا رهندِ هوتن رِيءَ، هُنديَس سانولَ ساڻ!

لَئن لَئن منجهه لڳي رهيو، ٻاروچي جو ٻاڻ.
وندر سنديءَ واٽ تي، پرزا ڪنديَس پاڻ.
ڏير ڏيئي ويا ڏکَ جو، هِن ڏکيءَ کي ڏاڻ.
درد مندي دانهون ڪري، چيتڪ ڪَيڙُس چاڻ.
مانَ اَچي تئي ڪَڏهين، هِنَ مُئِيءَ جو مهماڻ.
سچو سگ اوهان جو، سو تا پنهنجو ڄاڻ.

### ڪافي[2] 118

ڙِي جيڏيون، هوتَن رِيءَ،
آءٌ ڪنديَس ڪوه رهِي!

اندر وره وتاڻ ڪيائون، لَڱن لَڱن منجهه لَهِي.
ڇڏي شهر ڀنڀور کي، هِيءَ ويندِي ڪيچ ڪَهِي.
ڪونهي ڪوهيارلَ رِيءَ، سَرتيون هِت سَهِي.
قول پاڙيندو پانهنجو، ڪَيو ٻاروچَلَ ٻَهِي.
سچو ڳَڏيم ساٿيڙا، پَنڌَن منجهه پَهِي.

### ڪافي 119

پرين نا ٻئي پار، ميان، جانبَ تنهنجي جان ۾، آخوند ري!

سبق ڏئين نہ سور جو، ڪتابي نہ ڪار.
حرف صحيح ڪر هيڪڙو، وَرَقَ سيئي وار.
نينهن وارن کي ناحقي، مُلا هيئن مَ مار.
راتو ڏينهان آهي توئي کي، ڪتابَن جي ڪار.
ٻاجهَون نالي نينهَن جي، سچو سبق وسار.

### ڪافي 120

پرجهي پاڻ نہ جاڻان، ڪير آهيان، يارَ ڙي ميان!

مورَتَ موڳائِي ڪئِي، صورَتَ تا نہ سُڃاڻان.
ڪَنهنِ تا ڳالهَيئون، ڪاڪيون، ٿياسي هِت نماڻا.
جان جٿو دل سيوئي، آڏا ٿِيَم آڏاڻا.
ڏنم ڏاڍي ڏک سان، عشق جا اوراڻا.
خام خيالَ نِي، سچو ري، اِنهيءَ فِڪر اُڏاڻا.

[2] هيءَ ڪافي 118، سسئي داستان پنجون ۾ اڳ ئي ڪافي 12 طور شامل ٿيل آهي.

### ڪافي 121

اهو بَر ڀِي بازر آهِ، جتي ديرو دوستَ جو!

ڏونگرُ ڏولِي پائيان، سپيريان جي ساءِ!
ڄُمنديس چَپَن سان ميان، سندِي جانب جاءِ.
محبت محبوبن جي، ڪاري هينيڙي کي هاءِ هاءِ.
ويني ڪانگَ اُڏايان، لَکين لالن لاءِ.
مون کي ڪيچَ وَٽن ۾، نيئي پانڌيڙا پهچاءِ.
ساٿِي سُپرين سان، هِيءَ ڳداگر ڳڏاءِ.
سَچُو سَجڻن کي ميان، پاند ڳچيءَ ۾ پاءِ.

### ڪافي[3] 122

ڙي جيڏيون، هاٿي گهوريو، هوتن رِيءَ سارو شهر ڀنڀور!

لائيندا وو لطف سان، هِن ڏکيءَ کي ڏور.
هَيءِ هالاڻي اُن جي، شعُلي وڏڙو شور.
مِنت نہ منهنجيءَ مونٿيا، زاري نہ آهي زور.
دَرَسَن ساڻ دفع ٿيو، سندو هِنيڙي هور.
سچو سندن راهَ تي، هِڪَ جفا ٻيو جور.

### ڪافي 123

حال معلوم تو کي هِي ئي، آءٌ تا وسِ نہ ويناس!

پرين تنهنجي پار ڏي، قاصد مُنجان ڪيئِي-
ايڏانهن منهن ڪيو ٻيٺِياس.
ڇڏي وڃ نہ چپرين، مُنج دلاسا کي ڏيئي-
تنهنجي محبت مارياس.
چئي ٻڌايان سرتين، هن سباجها سي ئي-
آءٌ تا وار نہ وسرياس.
پاڻئون پري نہ ڪري، آءٌ پنيءَ اوهان جي پيئي-
تنهنجي پَکي نِي پينياس.
ساٿي ڏيج سچو اِهي، نياپا تون نيئِي-
آءٌ تا گهٽو اُڪندياس.

### ڪافي 124

منهنجو پَنڌڙو پَهُ آهي، پَلو سرتيون سانولَ ساڻ!

[3] هيءَ ڪافي 122، سسئي داستان نائون ۾ ڪافي 8 طور شامل آهي.

سو تا چِئڻ جيهو، اَصل ڳون ناهي-
آهي سَگ نہ پُنهونءَ ساڻ.
ايندو، اَٿم آسَرو، آسَر هَڏ نہ لاهي-
ڏيندو مُئيءَ جو مِهماڻ.
ڇڏي شهر ڀنڀور کي، ڪيچ ويندي هيءَ ڪاهي-
لڳم ٻاروچي جو ٻاڻ.
هِيءَ ڪَميڻِي[4] ڪوڙِي، سگ ساڻن ساهي-
پر پرين ڏسندا پاڻ.
سچو جاڻ صحيح ڪري، توڙي باب سَندن هِيءَ ناهي-
تہ ٻي نيندا سٻاجها ساڻ.

ڪافي[5] 125
منصور سوريءَ تي چڙهيو، هر ڪنهن چيو ٿي واہ واہ،
عاشق اتي ئي سر ڏنو، اناالحق ٿيو سڀ ساہ ساہ.

عشق اچي نعرو هنيو، ٿيس سڀائي ٻاہ ٻاہ.
نظر مون ڪي هادي آيو، ٿيو سوئي الا الله.

عاشقن سُرڪي جا پيتي، ٿي سڀائي هو هوا،
منصور، شمس تبريز پارن، هٿ ڪياؤن جاہ جاہ.

ويا سمنڊ ۾ ڏيئي ٽٻي، سارو لڌائون سُڌ سماءُ،
الف سان جي گم هئا ٿيا، ڪُل شيءِ هرجاءِ جاءِ.

سچو ڏسڻ سان سُرخ ٿيو ۽ تخت تي هو شاہ شاہ،
رڃي اُتاهون لعل ٿيو، سارو اهو هو خود خداءِ.

ڪافي[6] 126
عشق لڳي تان ڪر آمين، نا منجهہ ڪفر نا منجهہ دين.

سٿون سورن جون ڪهڙيون پڙهين ٿو،
ورہُ نہ پُڇندئي وَلَاالضالِينَ.
ديد ڏِسي ڪي ديد اڙائين،
نينهن نہ پُڇندئي نابين.

جلوهہ عشق جو عرش ڪُرس تي،
سرزمين چا زير زمين.
دل سان ذرو درد قبوليم،
ڪشف قبور ڪرامت ڪين.
شُبها شَڪَ سڀوئي لاٿم،
پاڻ سڃاڻڻ سان يقين.
طالب ڪي تاويل گهرن تا،
ڪن تمنا تي تمڪين.
هادي عبدالحق سچوءَ ڪي،
توڙؤن هئي تا ڪئي تلقين.

ڪافي[7] 127
سارو ئي سر آهي، ڪاتي سچل، ڪاتي ذات سچل دي.

مؤج درياء حُباب ڪڙا ڪيا، ڄاڻج ڪو شڪ ناهي.
آهي اونهون اسرار الاهي، چا منجهاروُن چاهي.
پنهنجي پاڻ پسڻ جي ڪارڻ، ناہَ لکين ٿو ناهي.
عاشق، عشق، معشوق اهوئي، ڏانوءُ ڏاڍو ڪيو ڏاهي.
الاالله اثبات مڙو ئي، لا ڪي ڇڏ تون لاهي.
لي مع الله سمجهہ اشارت، فيل لنگهيو منجهہ پاهي.
واٹ اهائي وحدت واري، ڪامل ايندا ڪاهي.
سوئي اندر سوئي ٻاهر، ڪئين چوان اٿين ناهي.
ڳالهہ سچل جي سالڪ سمجهين، لوڪ جي ليکي چاهي.

ڪافي 128
تون رَب ڏاڍو بي پرواہ،
آءٌ تا ڏجان تنهنجي ڏاءِ.

ذڪريا ڪرت وجهايئي، سِسِي ساہ منجها.
هو مڪي جو ڪوڏيو، تنهنکي ڏنئي ڪين ڪهڪاءُ.
حسن ۽ حسين مارايئي، ڏئي جيءَ جفا.
ڪربل منجهہ قتل ڪرايئي، ترس نہ ڀيڙئي ڪا.
ظلمي آهين، رحمي آهين، جا وٹئي سا واہ.
سچوءَ تيز تي سڀ هنئين، جيڪا رَبَ رضا.

ڪافي[8] 129
ڪرن مڙيئي قتل عام،

[4] ڪافي نمبر 665، سُر بروو 210، رسالو سچل سائين مرتب علي قلي بيگ.

[5] ڀيروي، ڪافي 82، صفحو 78 رسالو سچل سائين مرتب علي قلي بيگ. نوٽ: ڪافي 125 کان 129 تائين پنج ڪافيون، علي قلي بيگ صاحب جن جي مرتب ڪيل رسالو سچل سائين تان ڪٽي هتي شامل ڪيون ويون آهن. ٻنهي رسالن کي ڀيٽڻ بعد اهي ڪافيون شامل ڪيون ويون آهن، جي رسالي ۾ اڳ ۾ موجود نہ هيون.

[6] سر آسا، ڪافي 3، صفحو 26، ايضا

[7] بروو، ڪافي 44، صفحو 149، ايضا. سر بلاولي، ڪافي 88، صفحو 51، رسالو سچل سائين مرتب علي قلي بيگ.

[8] ڀيروي ڪافي 186، صفحو 89، ايضا.

پاڻ ڪريان جي پڌرو.

جدا جماعت ڪان، آهيان پاڻ امام.
دم نہ اڳيون دين ٿيو، ڪفر نڪو اسلام.
فارغ هئڻ فرض ڪؤن، سُنتَ ڪي بہ سلام.
سچوءَ آيو سچ ۾، ناهي حلال حرام.

ڪافي 130
ويندي تا وٽڪار، جيڏيون هي لڳ هوت بلوچ جي.

ڪيئن وِهان هتهين، آهي منهنجو ڪم ڪوهيار.
ساه منهنجو سرتيون، آهي پرين جي پار.[9]
هِيءَ دل ديواني ڪري، هو ٿيا پاڻ قرار.
جات جَتن جِي جيڏيُون، جِيءَ وڏو آهي جار.
سچو نہ وسار ساه ڪون، دوستَن جي دربار.

ڪافي 131
عين اَتُوَ اِنسانُ، پول مَتان پُلي ڪائي!

دَلقُ درويشِي، پهري آيو، صورت هِن سلطان.
آهي جَڳَ ۾، سُٹو ڙِي جيڏيُون، صاحب جو سيلان.
ڏِسي تَماشو يارَ سجَڻ جو، هَر همَه حيران.
واه عجائب جيهو ڪيائِين، سچو ري سامان.

ڪافي[10] 132
ٻاروچي لَؤن لائِي، ميان، ڪوهياري لَؤن لائِي!

ڳالهہ نہ ڳرهڻ جهڙي، ڏاڍِي سور سلائِي.
سَرتيون مون سان سورَ ۾، پينَر ڪانهي پائِي.
هِيرَ وٺي سا هانوَ ڪي، ڏَنهن عجيبن آئي.
سِرُ ڏيڻ سيٹَن ڪي، سَچُو آهي سَچائِي.

ڪافي 133
صحيح سُجاٹج ساري، خود آهين وي خُدائِي!

لڪين سِتارا گم ٿيا، روزَ ڪَئِي روشنائِي.
ڪوڙين قطرا ڪارونپارَ، ڪِي سَموندَ سمائِي.

سُڌِ تِنهين سِرَ انهيءَ جِي، مٿي جنهن جي آئِي.
تخت هَزارو اوري رهيو، پَري رهي بُلي شاهي.
سَچُو سَچي ڳالهڙِي، پاڻ پِريَن پُرجهائي.

ڪافي 134
وَس ڪا آهي ويچاري! - هُئَڻ هن جو هوتَ، ناهي!

اُنَن اُوٺارن تَؤن، سائين الا، صَدقي آءٌ سَو واري.
چايم ڏاڍِي چاه مان، سائين الا، بِرهُ بلوچي باري.
هيڏي هوڏي جان ڏسان، سائين الا، اَندر ٻاهر آري.
ٻانهون ٻانهِن جان ٻڌي، سائين الا، زار ڪريان ٿي زاري.
سچو سهي جي ڪرين، سائين الا، حَق حقيقت ساري.

ڪافي 135
تون آءُ اسان وٹ يار: تنهنجي اَچَڻَ ڪاڻ-
جِيئڙو جُڪي ٿو، ساهڙو سِڪي ٿو!

بَس نہ وَهڻ ڳؤن ڪَرن، هي نيٹن سَندا نارَ.
ماٺ ڪندي ئِي چاڙهيا، بِره اسان تي بار.
پِرين پاڙج پانهنجا، جي ڪيَئي قولَ قرار.
چُمِي چَشمن تي ڪَنيم، تنهنجو عشق اَله توهار.
باه جيهو آءٌ پائيان، جو دمُ توهَئون ڏار.
راتو ڏينهان تانهنجي آهي، سَچُوءَ سار سنپار.

ڪافي 136
دردمندن جي دل جو، ميان، شوقِي وو يارُ شڪاري!

يار سُهٹي جون ڏسو ڏهاڙي، ڪَن ٿيون خون خماري.
سوز وارن ڪي سيني اندر، ماري قيبر ڪاري.
چشمان چوٺَڪ ڏاڍو لائن، ڪجليان هَن قهاري.
ٻانهون سي ٻڌيم اڳيون انهن جي، زاري سَوَ لکَ زاري.
دل اسان جي وو لُٺ نِيَن ٿيون، ٻَئِي چشمان چاري.
پاٹان چاٹي ظاهِر ڪيائين، هوءِ هوءِ حُسن هزارِي.
جِيءُ سَچوءَ جو جار وڏائون، ڏيئي پاڻ ڏيکاري.

ڪافي 137
سِگها اِيندا، سِگها ايندا، پانڌي پِرين جي ڪِي تا!

سڪائِيءَ سان سرتيون الا، ڏکَ پائِي اَچِي ٿيندا، پَلِي اِيندا.
دردمنديءَ جي دل ڪي، ميان، دوست دلاسا ڏيندا، پلي اِيندا.

---

[9] ڪافي نمبر 270، سر بروو، صفحو 211، رسالو سچل سائين مرتب علي قلي بيگ.

[10] هيءَ ڪافي 132، سُر سسئي داستان پنجون ۾ اڳ ڪافي 5 طور پڻ شامل ٿيل آهي.

ڪين ڇَڏيندا ڇپَرين، ميان، نال نماڻِي نِيندا، پلي اِيندا.
پَڪا پڪن سا مُهان، ميان، آڻي پاڻَ اڏيندا، پلي اِيندا.
سو ڏينهن ٿيندو ڪهڙو، جو سچو نانءُ سَڏيندا، پلِي اِيندا.

ڪافي 138
تنهنجي محبت موهيو، رَمزن ريهيو ريهيو، هِي تا ساهُ -
آڻِي الله!
طرف تنهنجي راتو ڏينهان، چِتِ هَٽيرو چاهُ-
آڻِي الله!
آهي اسان سان سُپرين، حبَ سندَوَ همراهُ-
آڻِي الله!
پيو پناري تانهنجي ميان، هي ڏوهاري ڏاهُ-
آڻِي الله!
واڪا ڪَيون ٿو وهي، دل اندر درياهُ-
آڻِي الله!
ڪشي ڪَري ڪپڙا، سچو مَليندا پاهَ-
آڻِي الله!

ڪافي 139
هوتَ ڪڏهن نہ هلايُوَ، پانڌي پنهنجي پارَ ڏنهن اسان ڏي!

طرف توهان جي مُڪوسين قاصد، سو پيي وَهندو ڪين ورايُو!
نياپو منهنجي نيهن جو، جيڪَر ساٿِيءَ نہ سٹايُوَ.
هو جو ڪَيو هووَ وعدو، سو تا ياد نہ آيُوَ.
هر دم هونداسين اَسين توئي سان، فائق هِيئن فرمايُوَ.
تنهن ڏينهن لاڪُون يارَ سچوءَ ڪي، باري برهُ بچايُوَ.

ڪافي 140
ڪالهہ قاصدَ اوڏانهون آيا، اِها ڪَيئُون آگاهي!

پار پنيور جي هئا اچَڻ جا، ساٿَ ڏٽيءَ ڪي سعيا-
چڳِي ڏنائون گواهِي.
مُنهن محبوبن جو ٿيو اسان ڏي، پيا سي پَنڌ سَجايا-
ڪيها رَهبر ڪريان راهِي!
يارَ مُسافر ڪِيُم اُداسِي، ڏور جنين ڏينهن لايا-
آڻي تون ميڙ اِلاهي!
پاندُ ٻڇيءَ پائي اڳيون پِرين جي، اسان ڏوهَ سيئِي بخشايا-
ٿيا سي پاڻَ صلاحي.
سچو اُتاهون اَچِي رَهِي هِت، ويڙها سي يار وَسايا-
غَم لَٿِي گُمراهِي.

ڪافي 141
هاري سو پاڻُئِي هار، تا آءٌ ڄام چنيسر آوڙان!

جنهن دوستَ ڪسايو دَم ۾، سَٺ اُهو سِينگار.
هَٿئون پَئِي تنهنجي آهي، روئين ڇو زارو زار.
داڻو هُيَڙو درد جو، جنهن ڪيو بهشتَؤن بيزار.
ڏوهُ تہ تنهنجو ڪونہ هو، پرَ نِينهن ڪيو نروار.
پَلنگئون پئينءَ پَٽ تي، ڪَري گوندَرَ گفتار.
سچو سهي جي ڪَرين، هِيءُ هو عشقَ جو اسرار.

ڪافي 142
هارَ چنيسر ڄام، ليلان ڪسايو دَستَؤن پنهنجي.

ڏاڳو مَٽيون هو ڪَسوٽِي، جو دل جو ٿِي پيو دام.
نَظَر وڌئِي تا غيرَ تي، تيلهان تون ٿِيئن تمام.
پُلِي پولِي ۾ پئينءَ، هار پانئُئِي آرام.
تنهن ڏينهن آندئي پاڻَ سان، سورن جو سر انجام.
سچو رَه صَبر ۾، عِشقُ ٿِيئي انعام.

ڪافي 143
ڪِيئن ڇَوين ٿو، ڪِيئن ڇَوين ٿو!
لوڪ ناهي ٻيو: ڪِيئن ڇوين ٿو؟

لوڪُ سَيوئِي اُهو آهي، ڪيئن ٻيائِيءَ مَنجهہ پَوين ٿو؟
اَڄاڻ ٻنائي پاڻ ٻيهاريُئي، غمزي انهيءَ ۾ ڇو نہ گوين ٿو؟
ساڻ سچي تا سچو گذارين، راند روئڻ جِي ڪيهِي رَوين ٿو؟

ڪافي 144
پُل وجي ٿو، لوڪ سارِوئِي پُل وجي ٿو!

مان، تون ويندي، اُهوئِي ٿيندو، پولُ اهوئِي جيڪو پَجي ٿو.
اهو اُهوئِي سَرتيون آهي، نہ تا اها ڪوئِي ڳالهہ مَجي ٿو.
اندر ٻاهر اُهوئِي آهي، سچو هِي سِرُ صحيح سجي ٿو.

ڪافي 145
سُهڻو سگ ٿيو، ڪاڪيون ڙِي،
ڪيچَ ڏٽين سان، شالَ مولو ميڙيندو!

اڳِئين ڳؤن پيي اڳرو، پائن تان وره ويو!
آريءَ جي اولاد سان، ڏاڍو پيچُ پيو.

بيڪَسِيءَ جي دائري، تنهن کي نِبهَن نيو!
صدقي تَن سيرن تؤن، سَچوءَ ساه ڪيو.

ڪافي 146
شال مون سان وريون وريون،
ڪانگ ڪَرين مِنيون ڳالهيون!

جدائِيءَ جون جان جسم تي، ڪيون پورن پَريون پَريون.
دردَ سَجَڻ جي دل منهنجيءَ کي، زور ڪيون ذريُون ذريُون.
ڏکن واريون ڳالهيون، اسان پي دل پائي ڌريون ڌريون.
وايون وصل جون يار، سچو تون، متان ڪرين ڊريون ڊريون.

ڪافي 147
مون کي متان تون ڇڏين،
سونها ڙي سَجَڻ جا!

مَ جاڻان ڏينهن اُهو تا، تيندو الاجي ڪَڏهين.
نانءُ مولَيٰ جي محبوبن سان، نئِي غلام کي گڏين.
حاضر ٿِئين حضور ۾، نانءُ سَچوُ ڪري سَڏين.

ڪافي 148
اهو آهي آهي، يار ساڳيو ساڳيو!

اوهين ڄاڻو ساڻ يقيني، بيو سو ناهي ناهي.
ميخاني وچ مست هميشه، ڪيئن سو ڪعبي ڪاهي ڪاهي.
لوڪ سارو تي هِت جو آيو، سَبِ حجابان لاهي لاهي.
ظاهر باطن آهي اُهوئي، جان جٿو وري چاهي چاهي.
نانءُ سچوءَ جو آيو صفت ۾، ڏانءُ ڪيو ڪيهو ڏاهي ڏاهي.

ڪافي 149
هيءَ پورهيت پاٽِيءَ ڍوئِي، خان ٻاروچا تنهنجِي!

حاضر خدمت اَچِي اوهان جي، حال چونديس روئِي.
ساڻي اسان جي سُڌ لَهَڻَ سان، سوال پورو ڪَر سوئِي.
ڪِيئن وساري ويهان اوهان کي، ڪئِي تا هِهڙِي توئي.
طوطيءَ جي ڳچيءَ سو سَلامن، سچوءَ مُڪا پڻ پوئي.

ڪافي 150
واتِ مون کي آهي وائِي، خان ٻاروچا تنهنجي!

پرين نہ مُڪَوَ طرف اسان جي، لِکي ڪتابَت ڪائِي.
پيرو ڪندين وري پنهور ڏي، اِها اَڏَرَ مون آئي.
حالَ منهنجي جي خَبَر نہ ڪنهن کي، چڱي سَجَڻ تو لائِي.
اِهو آسرو مون کي آهي، ٿيندين اَچِي ڏکَ پائي.
اڄ صبح تا اڳڻ سچوءَ جي، جاني اِيندين شالَ جائِي.

ڪافي 151
سُڻ منهنجڙو حال،
دلبر ديس وسَئِي، گهوريو ڙي پَرڏيهه تو تؤن!

مون ڪؤن پَري نہ ٿئين، سائين مَڄ سُوال.
منهنجو توسان تا آهي ئِي، خاصو يارَ خيال.
روئان واتڙين تي، ڪَريو هھڙو حال.
واڳان وطن پانهنجي، ڦيري آءُ فِي الحال.
تو ڪؤن ڳجهو ناه ڪو، عاشقَ جو اَحوال.
ڪَر سچو کي سپرين، ڪٽِي نيڻ نهال.

ڪافي 152
قاصدَ وري ويندين،
ديس ٻاروچل جي، ميان!

خَبَر خوشيءَ جي وني اُتاهُون، سِگهو اسان ڏي کِي اِيندين.
دردمندِيءَ جي دِل کي، هاٿي ڏاها دلاسو ڏِيندين.
سپيرين جي ڳالهِ ڳُجهيءَ جو، وجي سو واقف ٿِيندين.
سوزَ فراقَ جي، يار سچوءَ جو، تون هِي نياپو نيندين.

ڪافي 153
آئين قاصدَ ڪالهہ،
پرينءَ جي پار ڏنهن، آنديِ جي سَنِهيا سَل اُهي ئِي!

هاريا هِنَ جي حالَ جِي، ڪا هُئِي هُت قِيل مَقالَ؟
پاڃِيءَ کي پَرديسَ ۾، سِڪندي ٿِيڙا سال.
پرِيَن کِي مون پُڇيو، ڪا خَبَرَ ڏي خوشحالَ!
کِي ڪَيندا هجر فراق کي، کِي ورندا واوَ وصالَ!
سَچُوءَ سندي ساهَ جِي، ڪا هئي هُت ڪين سنڀالَ!

ڪافي 154
عاشقَ ڪر آرام،
پرينءَ گهڻو پُڇيو تُنهنجو، خوشيءَ ۾ رَهُ، ري!

طرف تنهنجي آهِ، اَچڻَ جو، اسان جو اَنجام.
رَهبَر عاشِقَ کي وَڃِي، سَوَ لَک ڏيج سَلامُ.
اڳِنان آهي تانهنجو، سُرهائِي سَر انجام.
جيڪي چَيُوَ، تانهنجو آهي، کُلِي قبول ڪَلام.
سچو تنهنجي ساه کي، آهِ محبت بخش مدام.

ڪافي 155
يار منهنجي کي ڪريو، مِنّت وڃي ڪائِي!
پَرڏيهه وڃ نہ مون پرين، يارَ تو سان مون تا لائِي.
اَندر منهنجو اَڌ ٿيو، ڪري وڃڻ جِي تو وائِي!
ڏسو اوهين ٿيون، دل ڏاڍِي سان، اديون آ مون اتڪائِي.
چڱا مِڙيائي ميان اِئين چون ٿا، لائِي تہ توڙ نبائِي.
هِجَر منجهاروُن ٿِيندي وصالت، اِها ڳالهہ سچُوءَ آزمائي.

ڪافي 156
هاڻي مون کي پرِيَن پوءِ،
جيڏيون جِيَڻ جنجال ٿيو!

وينِي واٽڙين تي، هِيءَ راتو ڏينهان روءِ.
ويهڻ هن جو وهہ ٿيو، هو لَڏي ويڙا لوءِ.
دردمندِي دانهون ڪري، آهي هوتَن رِيءَ هوءِ هوءِ.
ڪاڪِيون مُون ڏي ڪيچ ڳوُن، شالَ قاصد اچي ڪوءِ.
سچوءَ ڪندي سال ٿيا، وَريتِيون ووءِ ووءِ.

ڪافي 157
يار ساٿيو ڙي ميان، يار پانڌيو ڙي ميان، پلوڙي ميان،
دوستَن جي ڳَل مون کي ڪا ڏيجو!

هِيءَ نماڻِي در وڪاڻِي، نالِ نباهي نيجو.
ڪِيمَ وساريو، مئي نہ ماريو، چوري تا نہ ڇڏيجو.
ڏيو دلاسا ڪڏهن اِيندا، لوءِ ئون تا نہ لڏيجو.
جنهين ويلي هلو اِتاهون، سَچوُ نانءُ سَڏيجو.

ڪافي 158
ساجن اِنهيءَ سير، اِيندِئي ڙي اَچا!

سي ئي پَهتِيون پرينءَ سان، جي گهِڙيون انهيءَ گهير.
سپيريان جي سيرَ ۾، هيجَوَن هِينئڙو هير.
ٻَڌي نچج نيهَن جي، چاتِيءَ چاتِيءَ چيرَ.
سچو سائين جي پُڇين، ڦَندَ سَيئِي ڦير.

ڪافي 159
توکي عاشق پنهنجو جاڻان، تو کي سَونِ ۾ سُجاڻان!

اسين تا توسان آهيون سدائين، وِجهج ڪِين وڃاڻا.
اُهي تا آهن نظر اسان کي، اَچِي جي در وڪاڻا،
دستَوُن ڪري ڏِنو هِي مان کي، يارَ دارونءَ جا داڻا.
سَهج سَچُو تون ساڻ يقيني، محبوبن جا ماڻا.

ڪافي 160
هوتَ اسانجڙو حال، تون پاڻُهين تو جاڻين!

اوهان باجهون وو سپرين، ميان اَلا، ساعت پايان سال-
وري اَچج آرياڻِي.
راتو ڏينهان روح کي، ميان الا، سندُو خواب خيال-
هِيءَ اَنُوَ نماڻِي.
معلوم تو کي مون پرين، ميان الا، عاجز جو اَحوال-
تون سانول سُجاڻِي.
ڇڏين ويندين وو ڇَپَرين، ميان الا، تو لڳ ڪيم ڪشال-
تون هِيئن ڪِيئن هوتياڻِي!
سوز اوهان جي وو سُپرين، ميان الا، بره ڪئِي بيحال-
تہ پِي عذر نہ آڻي.
لاه فراق وو فقير ڳوُن، ميان الا، سچو مج سوال-
هيءَ هادي لئي هاڻِي.

ڪافي 161
منهنجي اڱڻ اَچ آءُ، پرديسيڙا ڙي يارَ!

والي شالَ وصال جو، ڪو وري لڳي واءُ.
اچي هَڏ نہ هِتَهين، سانوَلَ تو ريءَ ساءُ.
ميان مشتاقن جو، اَچِي صاحب لهہ سَماءُ.
دانهون ڪري دردَ ۾، جا ڦٽي فراقاءُ.
ٿيون مَدايون ڪيتريون، سائين سچوُءَ ڪانءُ.

### ڪافي 162

اوڏاهون قاصد جي آيا، تَن هُلائي هِيءَ وائِي:

هاڻي هوتياڻِن جي، هُئِي تو ڏي تياري،
واتان پُڇي تانهنجون، تو اَصل ڪان آري،
ذاري، سنديَن حال جِي، هت معلوم سَيائِي.
اهو رکج آسرو، جو اَج تو ڏي اِيندا،
ڏيئي ٻانهون ڳل تو وري، پرين پَرچائيندا،
هيڪَند ٿيندينءَ هوتَ سان، تون جاڳندي جائي.
مارئِي ماندِي نه ٿِيءُ، چو گوندر گذارين،
واتان اَچڻ ان جون، ٿِي نِت نِتِ نهارين،
جهڙي تون هِت آهين، آهين هُت پِي اُهائي.
ويو وڇوڙيو وچ مَؤن، تون گڏيئن سائينءَ ساڻ،
توسان آهن سُپرين، پَري پاءِ نه پاڻ،
سچو ٿِيندين سيگهڙي، اها وائِي سوائي!

### ڪافي 163

ڪيچي ڏنم اَج اِتي، اوهين تا چا تا پانيو!

سال لنگهِي ويا ڪيترا، ڪاڪيون ريءَ ڪِتي.
اج تا ويندِيَس ڪاڏي ڪِينڪي، هُوُ سو، تا منهنجو هتي.
منزل محبن جي جتي هوندي، ميان، هونديون سَرهايون تتي.
موڳائيءَ جي مونجهه ۾، سائين الا، ڪانهِ ڏِسي ڳَپ ۾ ڳِتي.
سودو سيڻن سان حال ٿيندو، ميان سَچُو تا سِرَ ڏتي.

### ڪافي 164

اَج اوڏاهين سي آيون، مون ڏي خَبران خير جون!

ٻيو تا توسان دوستَ وي، ڪون برابَر پايون.
لِڪي مَؤن معلوم ٿيو، هاڻي ٻير ايڏاهين تا پايُون.
سَنيري تو ڪي ميان ڏيهه سنديءَ، لڪ ٿورا تا لايون.
سورن واريون سيئي ساعتون، تو تان لڪ لنگهايون.
توکي ٿينديون هاڻي حاصل، سَچَو ري سَرهايون.

### ڪافي 165

منهنجِي حجت تو سان ناهه، توکي مولو ميڙي يار!

مون هِن نماڻيءَ کي، آسَر سَنڌُوَ آهِ.
اندر ٻاهِر تا تنهنجِي، جانبَ آهي جاءِ.
ڏونگر ڏورڻ آئيا، ساڄڻ تنهنجي ساءِ.
سَچُو آهي سِڪَ ۾، لاَن تنهنجي لاءِ.

### ڪافي 166

پُڇن ڪوه طبيبَ، اوءِ سوزَ واريون سَرتيون، پلو الَو!

پيدا ٿيندا پاڻهين، ڪول آيَس قَريبَ.
ڏِيَن ڏيکاري ڏِيلئون، اچانڪ عجيبَ.
سچو وَسَن سي سدا، هِنڙي منجهه حَبيبَ!

### ڪافي 167

الا باري ٻِره ڍولَڻ جي، دل ديواني منهنجي ڪيئي!

اوري اَنڱَ نه رهِي، خاص پرين پڪِيئِي.
پيارئائون پُر ڪري، ٻي سڀ وائِي وِيئِي.
راتيان ڏانهان روحَ ۾، تيَا تيَا آهي ٿيئي.
اڪيون دل سَچُوءَ جيون، پاڻ سڪِيون ڪِيَئون ٻيئي.

### ڪافي 168

يارَلايو رنگ، ڏِس تون، جي هُيَئين ڪنهن حالَ ۾!

محڪم رهين احوالَ ۾، قائيل نه ٿي تون قالَ ۾.
خيالَ ٻاجهون خاص تنهنجي، هُئي جِيَڻ جَنجالَ ۾.
جي هُئين ڪو دَم اِتي، تا هُج تون خاص خيالَ ۾.
اَصل ۾ يڪتا ٿِئين، عاشِق چَئون اَمثالَ ۾.
محبت مگر مرشد سندي، آٿين اِنهي اَحوالَ ۾.

### ڪافي 169[11]

تو ڪِيئن اُهي وسري ويا، جن کي تو ٿي ڪارون ڪيون؟

پانڊِيءَ پرينءَ جي پار ڏنهُن، آنڍِي خبر اها يار ڏنهن:
آيو اصل اسرار ڏنهن، دوست سندي دربار ڏنهُن.
ڪيئن تون پئين ٻيءَ ڳالهه ۾، هي جيءَ وجهين جنجالَ ۾:
چئہ آهين ڪهڙي خيالِ۾؟- ره تو هميشه حالَ ۾.
ڪانئن پاسي ڏينهڙا پَيَئہ، سي ڳُڻ سَندن وسِري وِيئہ!
سچا سخن سانيَڻ ٿِيئہ، سڌ ڪين ڪڏهن نا ڪَيئہ.
ڳالهيون سَڄڻ جون ياد ڪر، دل سامڻ ٿي عاشق اَپر،

---

[11] مرتب پاران ڪافي 169 ۽ ڪافي 170 رسالي ۾ ڪلام جي عنوان سان ڏنل هيون، پر اسان اُنهن جو عنوان ڪافي رکيو آهي، چوته ڪلام شاعريءَ جي ڪا الڳ صِنف ڪانهي پر شاعريءَ جي هر صِنف کي ڪلام چئي سگهجي ٿو. ٻيو عرض ته اهڙي ئي سٽاءَ واريون: يعني ٿلهه ۾ هر بند جي آخري سِٽ جو ٿلههَ سان هم ڪافيہ هجڻ بجاءِ، هر بند جي سِٽن جو هڪ ٻئي سان هم ڪافيہ هجڻ، اهڙيون ڪافيون رسالي ۾ ٻيون پڻ ملن ٿيون. مثال طور ڏسو: سسئي داستان ڇهون، ڪافي 6.

تا تو اچي نازڪ نظر، هَيءِ هَيءِ متان ٿئين بيخبر.
جيڪس فراق جي فال هُئي، ڪا ڪين تنهنجِي ڳالهه هُئي،
تو ڳڌُ جِيڻ جي جال هُئي: اَج تو نہ تن سنپال هُئِي!
اِتي وِساريئي ڪيئن ويهي، جي ڏيهہَ هئا تنهنجا ڏيهِي؛
توکي آئِي مَصلحت ڪيهِي؟ - هاڻِ پاڻَ ايندا اجُ پيهِي.
سچو متان دلگير ٿئين، اَج پاڻ فرمايئون ائين،
طالب وجي تَسلا ڏئين، معافي مَدايون ڪيون مئين!

ڪافي 170

وعدا اُهي اَج ياد پئا، مون سان قريبن جي ڪيا!

ڳالهيون ڳجهيون اُهي يارَ جون، اصلون ٻُڌيم اِسرار جون،
سي ٿيون عطا اعتبار جون، دل ۾ رهيون دلدار جون.
واليءَ اهو وعدو ڪيو، جو ڪَم چَيوسين سو ٿيو،
هڪ ٻول توسان، نا ٻيو، وِسِري نہ مون ڳون سو ويو.
فائِق وري فرمائيو، تو سِرُّ اسان جو سائيو،
اهو ڏسڻ مون آئيو، دل ساڻ سو مون لائيو.
سَچُو سدا سَرهو رهين، هِن ٻولَ اسان جي تي ٻَهين.
تون ناه تا هِن تي نهين، سِر بار برهي جو سَهين!

ڪافي 171[12]

دمَ دمَ جا ديدار، وو، اَپر اَسان جي نارَ تي!

بَگا ڏاندَ ٻَڌائون ٻيئي، تَن جِي ڳالهہ ڪريان آءَ ڪيهِي،
وهَن ڏارو ڏارَ، ڳاڏِيءَ جي ڳتڪارَ تي.
ياروني هِڪڙي چَڪريون ٻيئِي، آرا انهن جا آهن اِهي ئي،
وهن بارو بارَ، وو، لَٿَ واريءَ للڪارَ تي.
ڦرهيون ونگڙون آهن اوياريون، اِرڙيون سونهَن مالَهہ موچاريون،
جهَلڻ جا جهَلڪار، وو، لوڙِن واريءَ ڏڏڪارَ تي.
ڍِڍي چونڪ جوئر جا نِسري، ڳنا تنهن جا ماکِي مِصري،
کِيرن جا بہ خمار، وو، آهن پيهي واريءَ پُونجار تي.
ڪانگن ڪانگيرو، وهِيَن واهيرو، ڪَبَرن، ڳيرن ڪيو اچي گهيرو،
ڳوڙهن جا وسڪارَ، وو، جهِرڪين جي جنسار تي.
آيو نيسَر پاڙچ ۾ پاڙِي، مرشد اچي ٽِيڙمَ ساٽِي،
سا جوئر پَچايم جار، وو، آهن ڪَم سَچل جا ڪلتار تي.

[12] هيءَ ڪافي 171 اصل ۾ سنڌي روجهن بابت بيت جي آخر ۾ ڏنل هئي. پر جيئن تہ هن ڪافي جو مواد نہ تہ روجهن بابت آهي، نہ ئي وري اهڙي ماحول جي عڪاسي ڪندڙ يا ان سان مناسبت رکندڙ ئي آهي، ان لاءِ هِن ڪافيءَ جو هِت متفرق ڪلام ۾ شامل هئڻ مناسب ڄاتم.